# جيون درشن

ڀاڱو ٻيون

شري ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهاراج





شري ستنام ساکي

# جبون درشن

## ڀاڱون ٻيون

## شري ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهراج


لکندڙ :

شريمتي لڪشمي کيسواڻي

شري جمناداس کيسواڻي



ڇپائيندڙ :

شري ماڌوداس ٽرسٽ

پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير

پشکر راج ۽ هردوار

[ دفعو ا        سڀ حق واسطا قائم        جلد ١٠٠٠ ]

1996

مالڪ جو ھنڌ :

# پريم پرڪاش آشرم

## آدرش نگر، اجمير



---

ڇپائيندڙ : شري ماڌوداس ٽرسٽ
پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير
پشڪر راڄ ۽ ھريدوار( فون : 441850)

ڇپيندڙ : ڪوشل پرنٽنگ پريس
ديانند مارڪيٽ، ڪيسر گنج ، اجمير
فون : 32767 (پريس) — 424409 (گھر)

ॐ

# شري ستنام ساکي



شري پرم پرڪاش سمپرداءِ آچاريه پوڄيه پاد
۱۰۰۸ سدگرو سوامي ٽيئورام جي مهراج

اوم
شري ستنام ساکي

# جيون درشن

## ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج

## 'مهاڳ'

ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج جن جي جيون درشن جو هي پهريون ڀاڱو سندن سڀوڳن چرڻن ۾ پيش ڪندي بيحد خوشي ٿي رهي آهي. سندن رحمت سان ئي هيءَ درلڀ سيوا نصيب ٿي سگهي آهي.

ستگرو مهراج جن جو جيون درشن ساگر وانگر گهرو ۽ بي انت آهي. جيئن جيئن گهري ٽٻي هڻي سندن انت لهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تيئن تيئن سندن اوچ آدرشن روپي اموالڪ موتي مليا آهن.

جهڙو مهان مهما وارو سندن نالو آهي تهڙو ئي ڳوڙهو سندن جيون درشن آهي. "ماڌو" اکر جو جي اسين ارٿ ڪنداسين ته مطلب نڪرندو، ما = مايا، ڌو = پتي معنيٰ مايا جو پتي ارٿات خود پرماتما. جيئن پرماتما جي مايا بي انت آهي تيئن ستگرو مهراج جو جيون درشن به بي انت آهي. اسان جهڙي تچ بڌيءَ ۽ هن ڪمزور قلم کي اها طاقت ڪانهي جو سندن گڻ گان ڪري سگهجي.

سندن چرنن ۾ اها ارداس آهي ته شل هيءَ نماڻي شيوا سندن حضوري ۾ قبول ٿئي. هي ته سڌامي وارا سڌو آهن جي سندن ڏي رحمت سان قبول ٿيندا.

شري ڪرشن ڀڳوان گيتا ۾ چيو آهي ته جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ ڀڳتن تي ڀيڙ ٿئي ٿي تڏهن ڀڳوان خود ديهه ڌاري ڌرم جي رکشا ڪرڻ لاءِ ۽ گيان جو پرڪاش ڦهلائڻ لاءِ ڌرتي تي جنم وٺي ٿو.

اهڙي طرح سنت به ٻين جي ڪلياڻ لاءِ انساني چولي ۾ اچي اگيان جي اونداهه کي هٽائي گيان جو پرڪاش ڦهلائي، تتل دلين تي ٿڌو ڇنڊو هڻي آتم گيان روپي امرت پيارين ٿا. سچ ته سنت ۽ ايشور ۾ ڪير ڪو فرق آهي ڇاڪاڻ ته سنت ايشور جو چرندڙ ڦرندڙ روپ آهن.

سنت گوبند هن ڀيد نه ڪائي،

سنت رام هن ايڪو ڪائي.

سنت شرومڻي، برهم گياني، ڪرم يوگي، مها ودوان ڌرم پوجيه ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج جن به پريمين جي ڪلياڻ ڪرڻ لاءِ ئي ديو لوڪ مان اچي انساني ديهه ڌاري پريم جو امر پرڪاش ڦهلايو.

ستگرو مهراج جن ساڪيات پريم جا سروپ هئا.

سندن شخصيت ۾ الوڪڪ روحاني ڪشش هئي. جيڪو پريمي هڪ دفعو سندن شرڻ ۾ ايندو هو سو پريم روپي پيالو پي، ميران وانگر مست ٿي دنيا جي سڌ ٻڌ ڀلائي سندن ڀڳتيءَ جي رنگ ۾ رنگجي لعل ٿي ويندو هو. هرڪو پريمي گوپين وانگر ائين محسوس ڪندو هو ته سوامي جن صرف منهنجا ئي آهن. پريمين کي اِئين لڳندو هو ته جنم جنم جي اُڃايل آتما کي سيپ وانگر پيار جي اها سواتي بوند سوامي جن پياري سدا سدا لاءِ ترپت ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪري ئي پريمي ديش وديش مان ڇڪجي سندن سڳوري درشن لاءِ ايندا هئا ۽ وڇڙڻ وقت هنجون هاريندا هئا.

سوامي جن داني داتار هئا. هو صاحب شاهن جا شاهه هئا. جيڪو سندن شرڻ ۾ ايندو هو اُنکي ڏئي ڇڏيندا هئا. پکرون، پرساد ۽ پوڄن سان سيني کي سنمان ڏيئي پر ڪري ڇڏيندا هئا. وٺندڙ ٿڪجي پوندو هو پر هي صاحب ڏيئي پيا وري ڏيندا هئا. هن جي در تان ڪو به سوالي خالي نه ويندو هو. سيني جون جهوليون ڀري ڇڏيندا هئا.

هڪ دفعي پونا انگويج ڪاليج جي ماستر صاحبن جي هڪ ٽولي اُتر ڀارت جو سير ڪري اچي اجمير پهتي. سندن رهبر پروفيسر شري ورياڻي کين سوامي جن جي سڳوري درشن لاءِ آشرم ۾ ٿي

وٺي آيو. رات جو وقت هو آشرم جا سڀ پريمي ڪائي ٻي ويٺا هئا. پر پاڻ يڪدم ڀنڊاري تيار ڪرڻ جي آگيا ڪيائون. ٽيهٽائين مهمانن کي آشرم ۾ رامائڻ پردرشني، گيتا پردرشني ۽ ستگرو مهراج جي درشن ڪرڻ لاءِ چيائون. موٽي اچڻ تي سڀني کي سڪ سان ڀوڄن ڪرايائون ۽ موڪلائڻ وقت ڪين پرساد ڏنائين، ٻڪرون پارائي ۽ خرچي ڏنائون. هي ڪوتڪ ڏسي سڀ دنگ رهجي ويا. چوڻ لڳا ڀارت جي ڀرمڻ ۾ انيڪ مهاتمائن ۽ سنتن جو درشن ڪيوسين پر اهڙو شاهن جو شاهه ڪٿي به نه ڏٺوسين. هن در تي اسان کي ڪجهه ڏيڻ گهرجي پر وٺڻ جي بدران سوامي جن پيا ڏين ڏي ڏين ۽ ڏيئي پيا ٿڪن. خوشيءَ ۾ سندن اکيون سجل ٿي ويون ۽ هي سٽون سوامي جنجي شان ۾ چيائون،

ڏاتار تـه توُن پيـا سڀ منگتا،
مينهن منڌائٽا وسٽا سدا وسيم توُن.

سوامي جن جو جنم سنبت ١٩٧١ عيسوي سن ١٩١٣ ويساک مهيني جي ١٣ تاريخ ٻنڌ ڳوٺ تعلقي هالا ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ ڀوڄنيه ڏاڏي صاحب گيهيمل داسوانيءَ جي ڪل ۾ پتا صاحب مولچند ڪٽريءَ جي گهر ماتا ديوي ٻائيءَ جي گرڀ مان امرت ويلي ۴ بجي ٿيو.

ٻالڪ لاءِ پهرين ٻاڻشالا گهر آهي جتي هو ماتا

پڻا روپي گروءَ کان گيان جو پهريون سبق پرائي. ٿو. سوامي جن پريو پريم جو اهو پهريون پيالو گهر مان ئي پيتو. سندن پڻا صاحب پرڀوءَ جا پيارا هئا هو پرڀات ويلي اُٿي ڀڄن ڳائيندا هئا ۽ شام جو هر روز ستسنگ ۾ ويندا هئا. ستسنگ ۾ سوامي جن کي ٻار سان گڏ وٺي ويندا هئا. سوامي جن جي مٿان ستسنگ جو ڏاڍو گهرو اثر پيو جنهن ڪري سندن سڀاءُ تمام مٺو ۽ سيتل ٿي پيو.

اُنهن ڏينهن ۾ ٺٽ ڳوٺ ۾ ڀاڳن سان ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن پڌاريا. سندن پڻا صاحب ٻالڪ ماڌو کي وٺي اچي ستگرن جو درشن ڪيو ۽ ستسنگ ٻڌو. ٻالڪ ماڌو اهڙي پورن ستگروءَ جو درشن ڪري من ۾ اهو سنڪلپ ڪيو ته اُن مهاپرش کي پنهنجو گرو بڻائيندس ۽ اُن ڏينهن کان وٺي پنهنجو من سنسار جي مايا موهه کان ويا ڦليندا ۽ پرڀوءَ سان تار ويا جوڙيندا.

جنهن هڪ ڀيرو نام روپي امرت جو آنند پائي ڏٺو تنهن جو من سنسار روپي کاري ساگر ۾ ڪيئن لڳندو. سو گهر پريوار تياڳي اچي ستگرن جي شرڻ ورتائون. جيئن هيري جي پرک جوهري ڪندو آهي تيئن ستگرو مهراج جن به سوامي جن جي آتم جوتي پرکي کين هميشه لاءِ پنهنجي چرڻن ۾ شرڻ ڏني ۽ کين پنهنجو پرم شش بڻائي نام جو

دان ڏنو.

امراپور دربار تي رهي سوامي جن پنهن جي گرو ڀڳتي، ساڌنا ۽ سيوا سان ستگرو مهراج جن جو من جيتي ڇڏيو. ستگرو مهراج جن سوامي جن کي ستسنگ ڪرڻ ۽ پروچن ڏيڻ ۾ ماهر ڪري ڇڏيو. سندن ڳالهه ۾ مٺاج ۽ واڻيءَ ۾ گهرو تاثير هو جنهن پريمين کي مگن ڪري ڇڏيو.

ستگرو مهراج جن سوامي جن جي اوچ رهڻي ڪهڻي ڏسي ويچار ڪيو ته هاڻ ماڌوداس پورن ساڌ ٻڻجي چڪو آهي انڪري هن کي پنهن جي منزل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اُچت اِستان تي موڪلڻ گهرجي، جيئن سنسار جا ماڻهو سندن آتم گيان ۽ پرڪاش جو پورو پورو لاڀ وٺي سگهن. سو کين آگيا ڪيائون ته حيدرآباد ۾ وڃي پريمين کان نام جي ڪمائي ڪراءِ.

ستگرو مهراج جن جي آگيا انوسار حيدرآباد ۾ اچي ڦليليءَ جي ڀرسان هڪ سندر آشرم جوڙيائون جتي صبح شام ستسنگ ۽ ڪيرتن ٿيندو هو. وقت به وقت ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن به هن آشرم تي اچي ستسنگ ڪندا هئا. انت ۾ ستگرو مهراج جن پرشوتم جو پورو موهه سوامي جن وٽ رهيا. اُن وقت ستگرو مهراج جن جي طبعيت ڪجهه خراب رهڻ لڳي. سوامي جن تن من ڌن سان

پنهنجي ستگرو جي پوري شرڌا ۽ لڳن سان شيوا ڪئي. آخر هن سنسار جي ياترا پوري ڪري ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن سنبت 1999 جيٺ مهني جي چوٿين تاريخ ڇيٺ تت چلچر ڏينهن سوامي ماڌوداس جن جي آشرم ۾ جوتي جوت سمايا جنهن ڪري سڄي پريم پرڪاش منڊل ماڻي ڪري ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي ورسيءَ جو شب اُتسو هر سال سوامي ماڌوداس جن کي ملهائڻ جو ادڪار ڏنو. اُن ڏينهن کان وٺي اڄ تائين هر سال ستگرو مهراج جن جي ورسي پهرين چيٺ کان چوٿين چيٺ تائين وڏي ڌام ڌوم ۽ اُتساهه سان ملهائي ويندي آهي. هن موقعي تي ديش وديش مان هزارين پريمي اچي ستسنگ جو لاڀ وٺندا آهن.

ورهاڱي کان پوءِ ستگرو مهراج سوامي ماڌوداس جن اجمير ۾ آدرش نگر ۾ وشال آشرم جوڙائي ستگرو سوامي ٽيئونرام مهراج جن جي هندستان ۾ پهريڻ سنگمرمر جي مورتي استاپت ڪرائي. هيءَ مورتي جوت واري آهي جنهن جي درشن سان من جون مرادون پوريون ٿين ٿيون.

پنهنجي ستگرو مهراج جن جو يش ڦهلائڻ لاءِ سوامي جن پشڪر راج ۾ جو سڀني تيرٿن جو گرو آهي ۽ جتي ديش پرديش جا لکين ماڻهو ياترا

ڪرڻ اچن ٿا، هڪ عاليشان سنگمرمر جو مند
ٺهرايو جتي چوويهن اوتارن جون سنگمرمر جون
سندر مورتون، رامائڻ پردرشني، گيتا پردرشني
۽ نون گرهن جون سنگمرمر جون مورتون ورتن سهڻ
اِستاپت ڪرايون. سندرتا ۽ وشالتا جي ڪري پشڪر
راڄ ۾ ايندڙ هر هڪ ياتري هي مندر سڪ ۽ شرڌا
سان ڏسي آتمڪ آنند پائي ٿو. هن آشرم کي
جوڙائي ستگرو سوامي ماڌوداس جن پنهنجي
ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن ۽ سنتي جائي
کي امر ڪري ڇڏيو آهي.

نام جو پرچار ڪرڻ سان گڏوگڏ ستگرو مهراج
سوامي ماڌوداس جن سماج سڌار ۽ سماج سيوا
جا انيڪ ڪم ڪيا. سندن دل ۾ دکي پراڻين لاءِ
ديا ۽ سهانڀوتي هئي. اجمير ۾ مياڻي اِسپتال
سندن پريرڻا ۽ سهيوگ سان ٺهي. شڪشا جي کيتر
۾ سندن گهري دلچسپي هئي. آدرش گرلس
ڊگري ڪاليج به سندن پريرڻا سان برپا ٿيو.
غريب شاگردن جي مدد لاءِ اُنهن جون فيون
ڀريندا هئا، ڪاليج ۾ وڃي اُنهن کي ڪتاب
ڊريسون وغيره ورهائي ڏيندا هئا. اهڙي طرح
ٻيا به ڪيترائي ڳجها دان جا ڪم ڪندا هئا.

ستگرو سوامي ماڌوداس جن پنهنجي ستگرن
جو يش ڦهلائيندي ۽ پريمين کي نام روپي امرت

پياريلال ڀي 11 جون 1984 ۾ هي سنساري چولو ڇڏي
انت سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويا. سندن شوڀا ياترا
سڄي شهر مان ڪڍي وئي. پريمين سندن سواڳت
۾ انيڪ شوڀا دئار ٺاهيا. سندن انتم درشن ڪرڻ
لاءِ سندن چرنن ۾ شردا جا گل چاڙهڻ لاءِ اجمير
جي جنتا ڪتارون ٺاهي رستي جي ٻنهي پاسي
بيٺي هئي. پريمين پنهنجي ستگرن مٿان اهڙي ته
گلن جي ورکا ڪئي جو ائين پئي لڳو ته رستن
تي گلن جا غاليچا وڇايا ويا آهن. اجمير جي پريمين
جو من مايوس پئي لڳو. پر اهڙن ستپرشن جي
جوتي جوت سمائڻ تي ڏک نه ڪرڻ گهرجي
ڇاڪاڻ ته :—

"سنت مري ڪيا روئيي جو اپني گهر جاءِ،
روئيي ساڪت باپڙا هاٽون هاٽ ڀڪاءِ."

پرم پوڄنيه سوامي جن مهان تياڳي ويراڳي ۽
يوڳي هئا. اهڙي مهان پرش جي برابري ڪير ڪري
سگهندو؟ سو سندن گديءَ تي ڪير به نه ويهي
سگهيو. ان ڪري آشرم جو ڪاروبار هلائڻ لاءِ هڪ
ٽرسٽ ٺاهي وئي آهي جن سوامي جن جي پوتر ياد ۾
هڪ سندر سنگمرمر جي سماڌي جوڙائي آهي.
پريمين لاءِ هيءَ سماڌي تيرٿ استل ٿي وئي آهي.
سڀ شردالو هتي اچي صدق سان سرڙو جهڪائي
پنهنجي من جون مرادون پوريون ڪن ٿا.

ٻرم ٻوجنيہ سوامي جن شري ڪرشن ڀڳوان وانگر
اهڙي تہ ليلا رچائي ويا آهن جو هرڪو ٻريمي چوي
ٿو تہ سوامي جن جي سنڌس مٿان خاص رحمت
هئي .

اسين سوامي گڪيشانند مهراج جن جا بيحد
ٿو رائتا آهيون جن هيڏي ٻرڌ اوستا ۾ شرير جي
نر ٻلتا ۾ لنبي دوري هوندي بہ هت اجمير ۾ اچي
ستگرو مهراج سوامي ماڌوداس مهراج جن جي
جيون جي باري ۾ درلڀ ۽ ملهائتي جاڻ
ڏيئي اسانجو مارگ درشن ڪيو آهي . ٻرم ٻوجنيہ
سوامي گڪيشانند مهراج جن ٻرم ٻوجنيہ ستگرو
سوامي ماڌوداس مهراج جن سان شروعاتي ست سال
گڏ رهي هندستان ۾ رٽن ڪيو هو. ٻوءِ هنن کان
وڌيڪ صحيح جاڻ ٻيو ڪير ڏيئي سگهي ها. سندن
آشيرواد سان ئي هيءَ ٻوتر ڪاريہ ٻورڻ ٿي سگهيو
آهي .

اسين شري ڪشن موٽواڻي ايم.ايل اي. صاحب
راجستان اسيمبلي ۾ سنڌن ٻوجنيہ ماتا صاحب جن
جا ٻڻ ٿو رائتا آهيون جن ٻهونجو ادلهہ وقت ڏيئي
ٻوجنيہ سوامي جن جي باري ۾ ڪارائتي جاڻ
ڏني .

اسين جڳهور واري دادي صاحب ٻوجنيہ وسي ٻائي

۽ پوجيه ٻـڌ ما ٻـائي جن جا پڻ شڪر گذار آهيون جن پرم پوجيه ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج جـن جي مهما جي باري ۾ گهرو گيان پردان ڪيو.

انـت ۾ شري جمناداس ڪيسواڻـي ۽ شريمتي اڪشمي ڪيسواڻي بيشڪ جس جا پاتر آهن جـن پنهنجو وقـت ڏيئي گهڻـي جفاڪشيءَ سان هـي امولڪ پستڪ تيار ڪيو آهي. ساڳـي وقـت شري پرهلاد ڪرمواڻي جنهن پستڪ لاءِ سهڻيون تصويرون ڇني پستڪ کي نهايت دلڪش بڻايـو آهي. اسين مستر ڏلواڻـي، ڪوشل پريس وارن جـا نهايـت شڪر گذار آهيون جن هر طرح جو سهڪار ڏيئي هي پستڪ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

آشا آهي ته پريمي ستگرو مهراج جن جي الوڪڪ جيون درشن جي ٻئين ڀاڱي کي پڙهي ڪري آنند مائيندا ۽ جوڳو لاڀ پراپت ڪندا.

ڏرسني:

## پريم پرڪاش آشرم

آدرش نگر، اجمير

تيرٿ راج پشڪر راج ۽ هردوار

ॐ

# شري سٽنام ساکي

اوم شري گڻيشاي نمھ
اوم شري گرو پرماتمانــي نمھ
اوم شري سرسوتي ماتا ديوي ني نمھ
اوم شري سرو انترياميءِ ڀڳوان نـي نمھ

## پرارٿنا

اي پرڀو پرميشور ديــال ڀــال تون،
اسين نياز سان تـو اڳيان ٿـا نمون.
رکي وٺ اسانکي تون سدا ڀلن کان،
سونهون ٿي اسانجو سنئينءَ واٽ ڏانهن.
ڪر مهر اسانتــي اي سائيــن سچا
گهرون رحم توکان تون مڃ التجا.
ڀڳتي گيان ڏي ڏي تون سائين سدا،
شيوا سنديءَ راه ۾ جيئن جيئن پير پختا.

## منــگلا چــرڻ

ست گـر شـو سروپ ڪو، وند ڏــون وار ون وار،
جاس ڪرپا ٿي گيان ڪي، ۾ گهٽي جوت اپــار.
ڪرڏــون وــد گڻيش ڪو، وکر تند هٿــ جوءِ،
تاس چرڻ ڪي وند سي، وگهن نـ لاڳي ڪوءِ.
شاردا مات وديــا ڀــرد، روپ گڻن ڪي کــان،
وندڏون تاس چـرڻ ڪو، ڪرڏون رٽن دن گان.

ॐ

# شري سٽنام ساکي



شري ۱۰۸ سوامي ماڌوداس مهاراج

ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج پرهم گياني، پرهم نيشٺي، ڪامل پرش مانش چولو ڌاري آيا ڪلياڻ ڪرڻ ڪروڙن جو سنڌ ديش جي پوتر ڀوميءَ تي، جتي رشين منين ويهي ويدن جي رچنا ڪئي ۽ آتما جي کوج ڪئي هئي.

سنڌ ن گرو مهراج ١٠٠٨ ستگرو سوامي ٽيئونرام مهاراجن، مها منڊ ليشور پريم پرڪاش منڊل ٽنڊي آدم وارن گيان ۽ ويراڳ ڌاران اگيان روپي ننڊ مان ستلن کي جاڳايو ۽ سنڌ ن پرم ۽ پورن ششيہ ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهراج جن ڪرڻيءَ ڌاران نراڪار کي ساڪار جي روپ ۾ سامهون رکيو. سنڌ ن گر پڳتيءَ ثابت ڪيو ته نراڪار ٿي ڪڏهن پڳتن تان پيڙ هٽائڻ لاءِ ته ڪڏهن پڳتن جي اتي پريم جي پياس مٽائڻ لاءِ اچي پرگهٽ ٿيندو آهي.

سنڌ ديش ۾ ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج جن رڏن ڪري پريمين کي نام دان ڏيئي، ستگرو مهراج جن جي سکيائن جو خوب پرچار ڪري ڪين پرمارٿ جي راهہ تي هلي هي مانش جنم سڦلو ڪري چوراسيءَ جي چڪر کان ڇٽي پرم آنند پراپت ڪرڻ جو رستو ڏيکاريو.

پر قدرت جا کيل نرالا آهن. 1947 ۾ ديش آزاد ٿيو. پر اُن سان گڏ سنڌ جي هندن مٿان اوچتو

ڦهر برپا ٿيو. ديش جي ڌيتائن ملڪ جو ورهاڱو ڪيو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ سنڌين کي پنهنجو ڌرم بچائڻ لاءِ اباڻا اجها، پنهنجي پياري ماتر ڀومي، ڏٺا ڏاڙيون ۽ مندر مڙهيون ڇڏي اچي هندستان ۾ اچڻو پيو.

پريمين جي اچڻ پلاڻ کان پوءِ سڀ پريم پرڪاشي سنت مندر، مڙهيون ۽ پوتر استان تياڳي ڌرم جو جهنڊو جهولائڻ لاءِ اچي هندستان جي پوتر ڀومي تي پهتا.

پرم پوجنيہ سوامي جن گياني ۽ ويراڳي هئا. ڪين سنگرو مهراج جن سدا تياڳہ ۽ ويراڳہ جو پاٺ پڙهايو هو. جونڌا هئا تہ سادو ۽ سنت ديش ۽ ڪال جي بندن کان آجا آهن. سچو برهمانڊ سندن گهر آهي. سو هن گهٽنا کي پرماتما جو پاڻو سمجهي آشرم مان صرف سنگرو مهراج جن جي مورتي کڻي سندن صورت دل ۾ سانڍي توڪل جو ترهو ٻڌي نڪري پيا هن اجنبي انجان لمبي صفر تي.

هندستان جي پوتر ڀومي تي پير رکڻ کان پوءِ سوچڻ لڳا تہ ڪهڙي طرف رخ رکجي. آخر نشچيہ ڪيائون تہ هن ياترا جو شڀ آرنڀ هري ڪرشڻ ڀڳوان جي راس ليلا استلي برج ڀومي کان ڪجي. سو سڌو اچي بندرابن جي رمڻيڪ استان تي پهتا.

هن ٻوٽر ڀومي ۾ جي ڪڻ ڪڻ ۾ ڀڳوان شري ڪرشڻ سمايو پيو هو. چارون طرف ڀڳتن جي پيڙ لڳي پيئي هئي. هر ڪو ڀريمي ٻاڻ کي رادا جو روپ پيو سمجهي ۽ شري ڪرشڻ ڀڳوان کي ٻانڻ لاءِ مستيءَ ۾ پيو جهومي. هتي انئي ٻهر ڀڄن ۽ ڪيرتن جي موج متي پيئي هئي.

هن انجان استان تي پ. پرم پوجنيہ سوامي جن کي سنڌ ن شرڌالو ڀريمي شري جهامنداس ۽ سندن ڌرم پتني طوطي ٻائي اچي سڪ سان مليا. سندن درشن ڪري گد گد ٿي چوڻ لڳا اسان جا وڏا ڀاڳ آهن جو توهانجو درشن ٿيو آهي. توهانجو درشن ڪري اسانجو جنم سڦل ٿيو آهي. تو هين اسانجا ڀڳوان آهيو. سنت ۽ ايشور ۾ ڪير ڪو فرق آهي. چاڪاڻ تہ سنت ايشور جو چرنڊ ڦرنڊ روپ آهن.

"سنت گوبند هن پيڊ نہ ٻائي،
سنت رام هن ايڪو ٻائي."

هي ڀريمي ڌاڏي سڪ ۽ شرڌا سان پرم پوجنيہ سوامي جن کي ٻهلجي استان تي وٺي آيا ۽ سندن خوب آدر ستڪار ڪيائون. ڪجھہ ڏينهن کان پوءِ سندن من ميلي سنت گڏيشانند مهراج جن هردوار مان ڪهي اچي ٻڌ رايڻ ۾ ساڻن مليا. پرم پوجنيہ

سوامي جن سيني سنتن جو ڏاڍو آدر ستڪار ڪندا هئا. سو سوامي گٽيشانند جن کي ڏاڍي سڪ سان پاڻ سان گڏ رکيائون.

صبح جو پرڀات ويلي اُٿي ڀڄن ڪيرتن ڪري اُهن پوتر استانن جو درشن ڪرڻ ويندا هئا جتي شري ڪرشڻ ڀڳوان راس رچائي هئي. ڪين اُهن رمڻيڪ جهرنن جي ڪل ڪل مان شري ڪرشڻ جي مرليءَ جي مڌر تان ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. هوا جي هر جهونڪي مان ڪرشڻ جي پريه راڌا جي گهنگهرن جي جهنڪار ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. ڪين سڄو واتاورڻ ڪرشڻ ميه محسوس ٿيندو هو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ شري ڪرشڻ ڀڳوان جي ڌيان ۾ مگن ٿي ڪوٺجي ويندا هئا.

شام جو نيم سان هر روز ستسنگ ڪندا هئا. ستسنگ ۾ پريمين کي چوندا هئا ته اسان جا وڏا ڀاڳ آهن جو اسانکي شري ڪرشڻ ڀڳوان جي پوتر ڀوميءَ جو درشن ٿيو آهي.

هڪ ڏينهن ستسنگ ۾ پريمين کي شري ڪرشڻ ڀڳوان جي مهما ٻڌائيندي چيائون ته شري ڪرشڻ ڀڳوان پورڻ اوتار هئا. هن جي جيتري مهما ڳائجي اوتري ٿوري آهي. شري ڪرشڻ ڀڳوان سورهن ڪلا سمپورڻ آهن.



ورنداون ۾ سوامي جن کي ڪڻ ڪڻ ۾ ڪرشن درشن

پريمين پرم پوڄنيه سوامي جن کي عرض ڪيو ته ڪرپا ڪري اسانکي اُنهن سورهن ڪلائن جي باري ۾ گيان ڏيو ۽ پڻ اُنهن کي حاصل ڪرڻ جو طريقو ٻڌائڻ جي ڪرپا ڪريو.

پرم پوڄنيه سوامي جن پريمين جي آگرهه تي ڪين ٻڌايو ته هن منشيه ۾ چار ڪلائون قدرتي آهن پنجين ڪلا ايشور جي بخشيش مليل آهي. تنهن ڪانپوءِ باقي ڪلائن جي پراپتيءَ لاءِ ايشور هن منشيه کي شڪتي ڏني آهي جو پنهنجي پرشارٿ سان اُنهن ڪلائن کي پراپت ڪري ست چت آنند سروپ جو سک ماڻي سگهي ٿو. هاڻي اسين توهان کي اُنهن سورهن ڪلائن جو وستار سان ورڻن ٻڌايون ٿا :-

1- پٿرين ڪلا (ان) آهي. جنهن ان مان جيو ماتر پيدا ٿين ٿا. ان مان ئي ترپتي ٿئي ٿي. ان کي برهم چوندا آهن. ان کي برهم سمجهي ان کي آدر سان گرهڻ ڪرڻ گهرجي ۽ اُن جي نندا نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ان جي نندا ڪرڻ وارو برهم جي نندا ڪرڻ واري جي سمان ٿيندو آهي ۽ ان جوٺو به نه بچائڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان ان جو اپمان ٿو ٿئي.

اد پوڄ ڪاڻ صرف ان مان پيدا ٿيندي آهي. هي هڪ ڪلا جو وڪاس آهي. هن ۾ پراڻميه ڪوش

ته آهي. تنهنڪري هاڻي ڪونه ٿو سگهي صرف آن
هن جو ڪارڻ آهي ۽ جڙ آهي. هن کي انميه ڪوش
چئبو آهي.

2- ٻي ڪلا پراڻ آهي. ان ۽ پراڻ ملڻ سان
سويتنج ڪاڻ پئدا ٿئي ٿي، جنهن ۾ صرف چلڻ ڦرڻ
جي شڪتي آهي. هن کي پراڻميه ڪوش چئبو
آهي.

3- ٽين ڪلا من آهي. هن کي منوميه ڪوش
چئبو آهي. انميه، پراڻميه ۽ منوميه ٽنهي جي ملڻ
سان انڊج ڪاڻ پئدا ٿئي ٿي. يعني جيڪي جيو
آني مان پيدا ٿين ٿا. جيئن پکي آدڪ جيڪي من
سان هڪ ٻئي کي پاڻ ۾ پريم ڪن ٿا.

4- چوٿين ڪلا وگيان آهي. جنهنڪي وگيان ميه
ڪوش چئبو آهي. انميه، پراڻميه، منوميه ۽ وگيانميه
انهن چئني جي ملڻ سان جيرج ڪاڻ پيدا ٿئي ٿي.
جيئن چئن پيرن ٿي هلڻ وارا جيو، هاٿي، گهوڙا ۽
پشو آدڪ آهن. جن ۾ پريم سان گڏ پڌي ۽ جي
سمجهه به آهي.

5- پنجين ڪلا آنند آهي جنهنکي آنند ميه ڪوش
چئجي ٿو. اهي پنج ڪوش منش ماڻهو ۾ ساڌارڻ
روپ سان ڏيندا آهن.

6- ڇهين ڪلا وپوتي آهي يعني اڳشوري ڪلا.

هيءَ ڪلا هنر ۽ علم سان وڌندي آهي ۽ منش جي ڪرم انوسار وڌ يا گهٽ ٿيندي آهي.

ڀڳوان شري ڪرشڻ چند ۾ هڪ رس ۽ پورڻ آهي.

7- ستين ڪلا ڌرم آهي. ڌرم جا ڏهه انگ آهن :-
1- ڪرپا 2- اهنسا 3- دَيا 4- مٺو ٻولڻ 5- سچ ڳالهائڻ 6- تپ 7- دان 8- شيل 9- سوچ 10- ترشنا جو تياڳ.

ڀڳوان جي رچيل سڀئي سرشٽي ڌرم انوسار آهي. جڏهن وقت جتي بہ ڌرم ڪجهه گهٽجي ٿو اڌوا ڌرم جي ناس ڪرڻ وارا پيدا ٿين ٿا تنهن وقت اُتي ڀڳوان ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ يا خود پاڻ اوتار وٺي اچي ڌرم جي رکيا ڪري ٿو.

ڀڳوان شري ڪرشڻ گيتا جي چوٿين ادياءَ جي ٧-٨ سلوڪ ۾ خود چيو آهي ته :-

”هي ڀارت! جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ ادرم وڌي وڃي ٿو تڏهن تڏهن مان پنهنجي سروپ کي رچيان ٿو يعني ساڪار روپ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو.

ساڌو پرشن جو اُڌار ڪرڻ لاءِ ۽ پاپ ڪرم ڪرڻ وارن جي ناس ڪرڻ لاءِ ۽ ڌرم جي چڱيءَ طرح سان استاپنا ڪرڻ لاءِ مان يگ يگ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو.“

8- اٺين ڪلا ارت آهي. جيڪي بہ ڏن جي

پراپت ڪرڻ جا طريقا هجن سي ڌرم جـي انوسار هجن. سيئي ارٿ ڀـڳوان جي ڪرپا سان پراپت ٿيندا آهن. شري ڪرشڻ چند ڀڳوان خود پرمارٿ روپ آهي.

9- نائين ڪلا گيان آهي. گيان نالو آهي پنهنجي پاڻ کي سڃاڻڻ جو. هي گيان به ڀڳوان جي ڪرپا سان پراپت ٿيندو آهي ۽ هي سمپورڻ گيان ڀڳوان شري ڪرشڻ چند ۾ آهي. ڀـڳوان خود گيان جـو پرڪاش آهي.

10- ڏهين ڪلا تيج يعنـي پرڪاش آهي. سڄو سنسار پـرڪاش ميه آهي ۽ ڀـڳوان ئـي پرڪاشڪ آهي.

سنسار ۾ جيترو به پرڪاش، جوت آهي اهو سيئي ڀڳوان جي سَتا سان آهي.

ڀڳوان شري ڪرشڻ چند سڄي وشو جو پرڪاشڪ آهي.

11- يارهين ڪلا يش آهي. هنن سيني ڪلائـن جي پراپت ڪرڻ سان يش پراپت ٿئي ٿو.

ڀڳوان شري ڪرشڻ چند يش جو اٿاهه سمنڊ آهي. سنسار جو ڪو به پراڻي انهي يش جو انت پائي نٿو سگهي. ويد به نيت نيت چئي چپ ٿي وڃن ٿا. شيش ناگ هزار مک به هزار زبانن سان ڀڳوان جـو

هر روز نئون يش ڳائيندي به اُن جو انت پائي نٿو سگهي.

12- ٻارهين ڪلا يوگ آهي. يوگ چئن قسمن جو آهي:- 1- هٺ يوگ 2- منتر يوگ 3- لئه يوگ 4- راج يوگ.

1- هٺ يوگ ڇاکي ٿو چئجي:- ڇهه ڪرم ۽ پنج مد رائون تنکي هٺ يوگ چئبو آهي. ڇهه ڪرم هي آهن:-

1- نيتي 2- ڌوتي 3- وستي 4- ترانڪ 5- گج 6- نولي.

پنج مد رائون هي آهن:-

1- کيچري 2- ڀوچري 3- چاچري 4- اگوچري 5- اڏمني.

منتر يوگ ڇاکي ٿو چئجي:-

ٿو ڪلا ڪ هڪ هنق ويهي گروءَ جي منتر جو جاپ ڪرڻ ۽ ستق آسڻ تي ويهي سرتي گروءَ جي شبد ۾، نرتي گروءَ جي مورت ۾، ورتي گروءَ جي مها واڪيه جي ارٿ جي ويچار ۾ لڳائي، ڀنهنجي نظر ڪسي نڪ هي چوٽيءَ ڪان اوم يا ڪنهن ديوتا يا گروءَ جي مورتيءَ ۾ لڳائڻ.

راج يوگ ڇاکي چوندا آهن:-

راج يوگ جا اٺ انگ آهن:-

1. يم 2. نيم 3. آسڻ 4. پراڻايام 5. پرتهار 6. ڌارڻا 7. ڌيان 8. سماڌي.

هي چارئي يوگ گروءَ جي دواران سکڻ ضروري آهن.

ڀڳوان شري ڪرشڻ چند سمست يوگين جو ايشور آهي.

13. تيرهين ڪلا سرو گيتا آهي. ڀڳوان شري ڪرشڻ ٿي پورڻ سرو گيه آهي. برهما جي وڇڙن اٿوا گوالن جو اڪائڻ، اندر جو ڪوپ ڪرڻ آد آد سرو گيتا آهي.

14. چوڏهين ڪلا اِڇا شڪتي آهي. ڀڳوان جي اِڇا شڪتيءَ کي سرشٽيءَ جو ڪارڻ مڃيل آهي. هن اِڇا شڪتيءَ جا چار روپ آهن. اِڇا، شڪتي، يوگ ۽ مايا. ڀڳوان شري ڪرشڻ چند کي چارئي پراپت آهن.

15. پندرهين ڪلا سروتر ستنترتا آهي. ڀڳوان شري ڪرشڻ چند سرو وياپي، سرو شڪتيوان پرم ستنتر آهي.

16. سورهين ڪلا سرو ست آهي. ڀڳوان شري ڪرشڻ کي سرو ستي پراپت آهي. سنسار جا سڀيئي ڪارج ڀڳوان جي ڪرپا سان ست ٿين ٿا.

هن سورهن ڪلائن کي پراپت ڪري هي منش

پرمانند سروپ کي پائي پرم گت کي پراپت ڪري ٿو.

پرم پوجيه سوامي جن ڀڳوان شري ڪرشڻ جي مهما ٻڌائي پريمين کي چوڻ لڳا ته چوراسي لک جوڻيون ڀوڳڻ کان پوءِ اسانکي هيءُ دُرلڀ مانش ديهه ملي آهي. هي جنم اسانجو ٽڏهن سڦلو ٿيندو جڏهن هيءُ پياسي آتما پرماتما ۾ لين ٿي جنم مرڻ جي چڪر کان آجي ٿيندي.

پرم پوجيه سوامي جن جي پرم ڀڳت شري ڄامنداس سوامي جن کي عرض ڪيو ته اسين گرهستي هُن جنم ۾ پرماتما کي ڪيئن پائي سگهنداسين. پرماتما کي پائڻ لاءِ ساڌو، سنياسي، ويراڳي جهنگلن ۽ غفائن ۾ وڃي گهور تپسيا ڪن ٿا.

پوجيه سوامي جن کين سمجهائي چوڻ لڳا ته اسانجي ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن گرهستين کي پرماتما کي پراپت ڪرڻ لاءِ تمام سولو رستو ٻڌايو آهي. اهو رستو آهي پرماتما کي دل و جان سان پيار ڪرڻ جو. پرماتما کي صرف ڀڳت جو سچو پريم گهرجي. اهيءَ ڪري پرماتما کي پائڻ لاءِ دل ۾ پيار جي جوتي جڳائڻي آهي ۽ پيار جي اُن پرڪاش سان اسان کي پرماتما جو درشن ٿيندو.

ستگرو مهراج جن انهيءَ ڪري پنهنجي منڊل تي نالو ئي پريم پرڪاش منڊل رکيو. ڇاڪاڻ ته سندن اهو اٽوٽ وشواس هو ته دل ۾ پريم جو پرڪاش جاڳائڻ سان ئي پرماتما کي پائي سگهبو. اهو ڇئي پريمين کي هي ڀڄن پڙهايائون :-

شبد - 1 (سر ڀيروي)

پريوءَ کي ٿئي پريم پيارو،
پريم سان پريو پاءِ......

1- موهه مايا جو مان تياڳي،
دل مان ڏنڀ وڃاءِ،
لوڪ ڪٽنب ڪان مکڙو موڙي،
لوَ سچي ڏون لاءِ......

2- پاڻ پريو ڏو پريم کي چاهي،
پريم جي راس رچاءِ،
پريم پدارٿ پريو مانگي،
پريم تي پريت وساءِ......

3- پريم جي مالها ڪٺي هٿن ۾،
پريم جي سرت پڄاءِ،
پريم ڌاڳي سان دل کي پوئي،
پريم سان رام ريجهاءِ......

4- ماڌو من موهن سان ملي،
ڏن ۾ ڌيان لڳاءِ،
پريم هٺ وري هردم ويهي،
گرو گوبند جا ڳاءِ......

هي ٻڌن ٻڌائي سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا تہ پرماتما اسانجي دل ۾ پريم جو ٻج قدرتي وجھي ڇڏيو آهي. پيار ڪرڻ انسان جو سڀاءُ آهي. انھيءَ ڪري ئي اسين پنھنجي گھر پريوار سان پيار ڪريون ٿا. پر جڏھن ھيءَ انسان پنھنجي ديھہ سان اتي پيار ڪري ٿو تڏھن اُن ۾ ايمان پيدا ٿئي ٿو، جڏھن ٻئي جي ديھہ سان اتي پيار ڪري ٿو تڏھن اُن ۾ ڪام واسنا پيدا ٿئي ٿي. جڏھن ھو پئسي سان اتي پيار ڪري ٿو تڏھن اُن ۾ لوڀ پيدا ٿئي ٿو. جڏھن ھو پد سان اتي پيار ڪري ٿو تہ اُن ۾ اھنڪار پيدا ٿئي ٿو. اھڙيءَ طرح اسين ويچار ڪري ڏسنداسين تہ ھر منش جو ڪنھن نہ ڪنھن سان پيار جو لڳاءُ آهي ۽ اِن سنسارڪ پيار سان ڪو نہ ڪو وڪار ضرور پيدا ٿئي ٿو جو اسانجي دک ۽ اشانتيءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿو.

پر جي اسين پرماتما سان سچي پريتي لڳايون تہ اسانکي سچي سک ۽ آنند جي پراپتي ٿيندي. صرف پنھنجي ورتيءَ کي ڦيرائڻ جي ضرورت آهي. جيئن ھاري جڏھن وھندڙ پاڻيءَ جو رخ پنھنجي کيت ڏانھن ڪندو آهي تڏھن ئي کيت ۾ ان جا انبار پيدا ٿيندا آھن ۽ ھو مالا مال ٿي ويندو آهي. اھڙيءَ طرح جڏھن اسين پنھنجي

من جي ورتيءَ کي سنسار جي مايا جار مان هٽائي پرماتما سان جوڙيندا آهن تڏهن اسان کي پرماتما جي پراپتي ٿيندي ۽ اسين جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي مڪتي حاصل ڪندا سين.

پرم پوجنيه سوامي جن چوڻ لڳا پرماتما لاءِ اهو پيار ۽ پائڻ جي چاهه سچي هڙڻ گهرجي، پر پـل هڙڻ گهرجي، اُن ۾ ڏڙڦ هجي پوءِ ڪجهه به مشڪل نه آهي. پرماتما جي هڪ پياري سچ چيو آهي ته: ”گهر و ۽ اهو توهان کي ڏنو ويندو، ڳولهيو ۽ توهان پائيندا، ڪڙڪڙايو ۽ توهانجي لاءِ دروازو کوليو ويندو.

جن پرماتما جي پيارن سچي دل سان پرماتما جي پگٽي ڪئي آهي، کوج ڪئي آهي اُنهن پرماتما کي پاتو آهي. گرو نانڪ صاحب، سنت رئداس، سنت شرومڻي ڪبير صاحب گرهست ۾ رهندي، گرهست جي ڌرم جو پالن ڪندي پرماتما جي سچي پگٽيءَ ۾ ايترو ته رنگجي ويا جو هن جنم ۾ ئي پرماتما کي پائي سيني گرهستي جگياسن لاءِ هڪ مثال قائم ڪري ويا.

پرم پوجنيه سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته پرماتما سان سچي پريت لڳائڻ جي ضرورت آهي اُن لاءِ گرهست تياڳي جهنگلن ۾ وڃڻ جي ضرورت

نه آهي. سنت شرومڻي ڪبير صاحب اُن جو صاف مثال آهي. هو صاحب سڄو ڏينهن ڪپڙا اُڻي گهر گرهستيءَ جو ڪاروبار هلائيندو هو ۽ گڏوگڏ پرماتما جو سمرڻ به ڪندو رهندو هو. هن صاحب جو "هٿ ڪاج ڏي ۽ من محبوب سان جڙيو رهندو هو." اهڙي نموني سمرڻ ڪندي ڪندي نه وڏي منزل تي پهچي ويا. سندن سڦلتا جو ڪارڻ هئي پرماتما لاءِ سچي ۽ گهري تڙپ.

هڪ جگياسوءَ پرم پوجيه سوامي جن کان پڇيو ته اها تڙپ ڪهڙي قسم جي هئڻ گهرجي؟ تنهن تي هڪ مثال ڏيئي سمجهائڻ لڳا:-

درشٽانت:- هڪ ششيه پنهنجي گروءَ جي خوب ڀڳتي ڪئي. هڪ ڏينهن اُن ششيه پنهنجي گروءَ کي وينتي ڪئي ته مهراج مونکي ڀڳوان جو درشن ڪڏهن ٿيندو؟ گروءَ مشڪي ڪري سندس ڳالهه ٽاري ڇڏي. هڪ ڏينهن پرڀات جو پنهنجي ششيه کي چيائون ته ڏاڍي گرمي آهي هل ته هلي نديءَ ۾ ٽٻي ڏيئي اچون. هو نديءَ تي ويا. ششيه نديءَ ۾ ٽٻو ڏنو ۽ پٺيان سندن گرو به نديءَ ۾ گهڙيو. گروءَ پنهنجي ششيه جو مٿو ڪجهه وقت پاڻيءَ ۾ دٻائي رکيو. جڏهن ڪجهه وقت ٿيائين هو ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڇٽپٽائڻ لڳو تڏهن گروءَ کيس ڇڏي

ٿو ٿو ۽ پڇيو تہ جڏهن پاڻيءَ جي اندر هئين اُن وقت توکي سڀ کان وڌيڪ ڪنهن جي ضرورت محسوس ٿي؟ شيشي جواب ڏنو تہ ساهہ کڻڻ جي. تڏهن گروءَ ڪيس چيو جڏهن توکي ايشور جــي درشن جــي اهڙي ضرورت ۽ تڙف محسوس ٿيندي تڏهن توکي ايشور ضرور درشن ڏيندو.

سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا تہ پرماتما سان اسانجو پيار نسوارٿ ۽ نشڪام هئڻ گهرجي ۽ پرماتما کي سرو سريشٽ ۽ سرو شڪتيمان ۽ جيون جو اُچ آدرش سمجهي ڪري ڪاڻس صرف اهو گهرون تہ هي ايشور تنهنجي لاءِ منهنجي دل ۾ سدا پيار ٻڌيو رهي ۽ منهنجي دل ۾ تنهنجي لاءِ اگهاڌ ڀڳتي هجي. انساني پريم ۾ استري ۽ پرش جو پيار ٿــي سڀ کان گهرو ۽ سڀ کـــان پرپل ۽ پرم آڪرشڪ مڃيو ويندو آهي. انهــيءَ ڪارڻ ٿي ڀڳوان جي پيارن ڀــڳتن پرماتما کــي شيام ۽ پاڻ کي راڌا جو روپ سمجهي سندن اُستتي ڪئي آهي جاڪاڻ تہ پرماتما کــي پائڻ لاءِ اهڙي ٿي پرپل پريم جي ضرورت آهي.

هڪ پرسنگ آهي تــہ جڏهن ڀــڳت شرومڻي ميران پريم ديوانــي ورنداون ۾ بانڪي بهــاريءَ جي مندر ۾ گرڌر گوپال جو درشن ڪرڻ ويئي

ٽڏهن دوارپال ڪيس اندر وڃڻ کان روڪيندي
چيو ته گوسوامي ءَ جو حڪم آهي ته ڪابه استري نج
مندر ۾ نٿي وڃي سگهي. تڏهن ٿي ميران دربان
کي چيو ته گوسوامي ءَ جن کي وڃي چئو ته برنداون
۾ مونجي شيام ڪانسواءِ ٻيو ڪهڙو ٻرش پئدا ٿيو
آهي. هتي ته پرش صرف هڪ آهي ۽ اهو آهي
مونجو گرڌر گوپال باقي سڀ اُپاسڪ ته گوپيون
آهن.

دربان جڏهن گوسوامي ءَ کي ميران جو اهو نياپو
ڏنو تڏهن گوسوامي ءَ جون اکيون کليون ۽ خود
اچي ڀڳت شرومڻي ءَ کان معافي ورتي ۽ کيس
مندر ۾ اچڻ لاءِ عرض ڪيو. چون ٿا ته ميران مندر
۾ وڃي اندران در ٻائي شيام جي اندر سدا سدا
جي لاءِ سمائجي ويئي. ڪافي دير تائين به جڏهن
در نه کليو تڏهن لاچار در کولي جڏهن اندر ويا ته
ڏسن ته ميران ته شيام جي اندر سمائجي چڪي
هئي، سندس چنڙيءَ جو پلو صرف ٻاهر لٽڪي رهيو
هو. ڀڳت شرومڻي ميران جي هيءَ الوڪڪ ڀڳتي
ڏسي سڀ حيران ٿي ويا.

جهڙيءَ طرح ڀڳت شرومڻي ميران ڀڳتي ڪري
پنهنجي گرڌر سان ملي هڪ ٿي ويئي هئي تهڙي
طرح ٻوچا جون سڀ وڏائون اُنهيءَ هڪ ئي مڙل

پورڻ ايڪتا ۾ ٻڌجن ٿيون. اسين شروع ۾ دوئيتوادي آهيون. اُنهيءَ وقت اهائي ڀاونا ٿي رهي ته ايشور ۽ مان ٻه الڳ الڳ وجود آهيون. ٻنهي جي وچ ۾ پريم جو آڳمن ٿئي ٿو ۽ منشيه ايشور جي طرف وڌڻ شروع ٿو ڪري ۽ جڏهن ته ايشور منشيه جي طرف وڌڻ ٿو شروع ڪري.

منشيه پنهنجي جيون ۾ سڀني سنبنڌن کي مثال طور ماتا، پتا، متر، پريميءَ کي اپنائيندو وڃي ٿو، هو خود اهو سڀ بڻجي وڃي ٿو. ۽ آخرين حالت ۾ هو پنهنجي آراڌيه (اشٽ) سان ملي هڪ ٿي وڃي ٿو. "مان" "تون" آهيان ۽ "تون" "مان"، "تنهنجي پوڄا ڪندي مان خود پنهنجي پوڄا ٿو ڪريان ۽ پنهنجي پوڄا ڪندي مان تنهنجي پوڄا ٿو ڪريان." جتان اسان شروع ڪيو هو اُتي ئي انت به ٿئي ٿو. اُهو پرماتما جو شروع ۾ ڪنهن خاص جڳهه تي رهندڙ هو، اُنهيءَ جڏهن ته "اننت پريم" جو روپ ڌارڻ ڪري چڪو. خود منشيه ۾ ڦهلجي اچي ويئي، هو ايشور جي طرف وڌي ويو، جن بيڪار جي واسنائن سان هو ڀريل هو، اُنهن سڀني واسنائن کي دور ڪندو ويو. واسنائن سان گڏ سوارٿيپڻو به ختم ٿيو ۽ انت ۾ هن کي محسوس ٿيو پريم، پريمي پريم معنيٰ ڀڳتي، ڀڳت ۽ ڀڳوان ٽيئي هڪ ٿي

آهن. شاهه عبداللطيف هن ايڪتا کي هن طرح ظاهر ڪيو آهي :-

"جا پيهي نه تُم پاڻ ۾، ڪري روح رهاڻ،
تڪو نه ونگر نه ڏيهه ۾، تڪا ڪيچين ڪاڻ،
پهون تيس پاڻ، سسئي ڪان سور ٿيا."

پرم يوڳيشر سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته جڏهن سڀ ويڇا وساري ڀڳت ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۾ لين ٿي ڀڳوان سان هڪ ٿي وڃي ٿو تڏهن وقت هو انٿي ڀر پريم جي مستيءَ ۾ مست رهي ٿو ۽ هن کي دنيا جي ڪنهن به قسم جي ڄاڻ نٿي رهي. اِنٿي پريمين کي پريم جي مستيءَ جو درشٽانت ٻڌايائون :-

درشٽانت :- هڪ دفعي جي ڳالهه آهي، شري ڪرشڻ ڀڳوان پنهنجي پرم ڀڳت ودر جي گهر ويو. اِتفاق سان اُن وقت ودر ڀڳت گهر ۾ ڪونه هو. شري ڪرشڻ ڀڳوان در تي سڏ ڪيو. اُن وقت ودر جي اِستري ڪپڙا لاهي اِسنان ڪري رهي هئي، ڀڳوان شري ڪرشن جو آواز سڻائي جهڙي حال ۾ هئي دوڙندي ڀڳوان وٽ آئي. ڀڳوان اهو ڏسي ڪيس چيو ته وڃ! پهرين ڪپڙا پائي اچ. تنهن تي ڀڳوان کي چيائين ته تنهنجو آواز ٻڌي مان پنهنجي سڌ ٻڌ ڀلائي ويٺس.

پوءِ ڪپڙا پائي اچي ڀڳوان شري ڪرشڻ جو آدرسڪار ڪري آسڻ تي ويهاريائينس. گهر ۾ اُن وقت ڪيلن کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه هو. سو ٿالهيءَ ۾ ڪيلا کڻي پيار ۽ شرڌا سان ڀڳوان کي کارائڻ لڳي. سندس سڄو ڌيان ڀڳوان جي درشن ۾ لڳو پيو هو، اها ئي نه پيئي خبر پيس، سو اُنهيءَ مستيءَ جي حالت ۾ ڪيلا ڇلي ڇلڪا وجهي ڀڳوان کي کارائيندي ۽ مال وجهي اُڇليندي. ايتري ۾ ودر اچي پهتو. هي عجب ڪوتڪ ڏسي وائڙو ٿي ويو. پنهنجي اِستريءَ کي چيائين ته هي ڇا ٿي ڪرين؟ ڀڳوان کي ڇلڪا کارائي ڪيلا ڦٽي ڪندي پيئي وڃين. تڏهن هن کي هوش آيو ۽ هاڻ ڀڳوان کي چڱيءَ طرح ڪيلا کارائڻ لڳي. تنهن تي ڀڳوان شري ڪرشڻ چوڻ لڳو جيڪو آنند ڇلڪن کائڻ ۾ آيو، اُهو ڪيلن کائڻ ۾ نه آيو. ڀڳوان ته ڀاوَ جو بکيو آهي.

هي درشٽانت ٻڌي پريمين کي ڏاڍو آنند آيو. شري جهامنداس پرم پوجنيه سوامي جن کي هٿ جوڙي وينتي ڪئي ته سائين اسين ته سنسار جي مايا جار ۾ ڦاٿا پيا آهيون، اسان جي دل ۾ ڀڳت شرومڻي ميران جهڙي مستي ۽ ودر جهڙي ڀڳتي ۽ لگن ڪيئن پيدا ٿيندي؟

پرم پوجيه سوامي جن پنهنجي پريميءَ جو هي
پرشن پڇي ڪري چوڻ لڳا ته اسين اُنهن ماڻهن
۽ شين کي ياد ڪندا آهيون جن سان اسان کي
پيار هوندو آهي. پر پرماتما جيڪو نالي، روپ ۽ گڻ
کان رهت، نرگڻ، نراڪار اوناشي آهي ۽ جنهنجي
هئڻ جو دل ۾ سوکيم آڀاس ماتر ٿئي ٿو، اهو شروع
۾ اجنبي، اڻ ڄاڻ وانگر لڳندو آهي. انهيءَ ڪري
اُن کي پيار ڪرڻ جو ڪو رستو نه ملندو آهي. ڇو
اسين اُن جي لڳاتار سمرڻ جي ابياس دوارا من
جي لاءِ پيار پيدا ڪري سگهون ٿا. هن لڳاتار ابياس
دوارا 'هو' اسانجي ويجهو ايندو رهندو ۽ وقت
اچڻ تي اسانجي دل ۾ اُها مستي ۽ ترڦ اوشيه
پيدا ٿيندي ۽ اِن ڪشش کان پوءِ اسان جو هن
سان ضرور ميلاپ ٿيندو.

پرم پوجيه سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته
پرماتما جو سمرڻ اسان کي اٺئي پهر ڪرڻ گهرجي.
اسانکي پنهنجا نجي ڪم ڪار، آفيس، واپار، سماج
۽ پريوار جا ڪم ڪندي اهو سمرڻ ڪرڻ گهرجي
ته هي سڀ ڪم ڪاريون اسانجي دل ۾ براجمان
پرماتما ئي ڪري رهيو آهي. اهو ئي پوڄن ڪري
رهيو آهي، اهو ئي سڀ ڪاروبار ڪري رهيو
آهي.

پرم پوڄيه ستگرو مهراج چوڻ لڳا ته هن اڀياس دوران جيڪو سمرڻ چيتن من سان شروع ٿئي ٿو سو ڌيري ڌيري اوچيتن من تـــي پوءِ اچيتن من تائين پهچي وڃي ٿو ۽ هن اوستا جي پراپت ٿيڻ تي اسانجو من ايشور ميه ٿي وڃي ٿو ۽ دائمي طور سان پرماتما جي انروپ بڻجي وڃي ٿو. هن دشا ۾ پهچڻ کانپوءِ چيتن روپ سان سمرڻ ڪرڻ ايترو اهميت وارو نٿو رهي ڇاڪاڻ ته هاڻ اسين هر وقت انهيءَ ۾ لين رهون ٿا.

سوامي جن چوڻ لڳا ته هن طرح سندن نام جو سمرڻ سندن ڪرپا سان ملندو. سو ڏينهن رات اِهائي پرارٿنا ڪريون تــه هـــي پرماتما اسين تنهن جا ٻالڪ توکان نام دان ٿا گهرون. اهو چئي پريمين کي چيائون، اچو ته ملي ڪري پرماتما کي اها پرارٿنا ڪريون :—

شبد - ٢ (سر مانجهه)

هري شل هميشهه سچو ڌيان ڏي تون،
سدا شانت وارو سچو گيان ڏي تون......
1- رهي تات تنهنجي ڏينهن رات دل ۾،
سچي نام پنهنجي جو نيشان ڏي تون......
2- ڏسون پريو تنهنجي ته صورت سدائين،
سچي پريم وارو سو پروان ڏي تون......

3- سدا شام تنهنجي رهي پياس پريو،
اسانکي ته ايشور اهو دان ڏي ٿون......

4- رهي "ماڌو" هري نام تنهنجو،
سچو پريم پنهنجو ته ڀڳوان ڏي ٿون......

پرم پوجنيه سوامي جن پريمين کي پڄڻ پڌائي چوڻ لڳا ته مالڪ سان سچو پيار ڪرڻ سورويرن جو ڪم آهي چاڪاڻ ته سچي پيار جو رستو ڪنڊن ڀريو سڱ ۽ سولو نه هوندو آهي. پيار جيترو سچو هوندو رستو اوترو ئي ڏکيو هوندو. جيترو وڌيڪ توهين پرماتما کي پيار ڪندا اوترو ئي سختيون ۽ آزمائشون هو توهانجي رستي ۾ موڪليندو. سون کي شڌ ڪرڻ لاءِ اُن کي باهه ۾ تپائبو آهي.

پرمارٿ جي راهه تي هلڻ لاءِ تن، من ۽ ڌن جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار رهو. ڪنهن به شيءِ کي پراپت ڪرڻ لاءِ قيمت ادا ڪرڻي پوندي آهي. شيءِ جيتري اَملهه هوندي اُن جي قيمت به اوتري وڌيڪ ڏيڻي پوندي آهي. پرماتما کي پائڻ لاءِ پنهنجن اِڇائن کي روڪڻو پوندو، ممتا موهه کي تياڳڻو پوندو ۽ نندا ۽ ٿاڻن کي سهڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو.

پرم پوجنيه سوامي جن چوڻ لڳا ته پرماتما جو ساڪشاتڪار ڪرڻ لاءِ اُن کي پنهنجي من مندر،

۾ براجمان ڪرڻ لاءِ سڀ کان ضروري آهي تہ اسين پنهنجي پريتم جي سنگهاسن جي صفائي ڪريون، پنهنجي دل مان نفرت ۽ ايرشيا کي ڪڍي اُن کي نرمل ڪريون. هر ڪنهن پراڻيءَ ۾ سندس نرمل جوت سمجهي اُن سان پيار ڪريون. جيستائين دل ۾ نفرت جو ٻج آهي تيستائين اُن ۾ پيار جو سلو ڪڏهن ڪونہ نڪرندو. جيئن هڪ ميان ۾ ٻہ ترارون نہ رهي سگهنديون آهن تيئن پرماتما جو پيار ۽ ڪنهن بہ پراڻيءَ لاءِ نفرت اسان جي دل ۾ گڏ رهي نہ سگهندا. جيستائين اسان جي دل ۾ ڪنهن جي لاءِ بہ نفرت آهي تيستائين اسان جو من پوڄن ۾ ۽ پرماتما جي سمرڻ ۾ اصل ڪونہ لڳندو. ان ڪري پيار ۽ سد ڀاونا سان دل کي صاف ڪري نرمل ڪريون جيئن اسان جو پريتم پرماتما اُن ۾ اچي براجمان ٿي سگهي. اها ڳالهہ چٽيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ هڪ درشٽانت ٿا ڏيون :—

گهڻي وقت جي ڳالهہ آهي حيدرآباد ۾ مرليڌر نالي هڪ سيٺ رهندو هو. هن جو ڌرم ڏانهن ڏاڍو لاڙو هو. هن ڪيترائي مندر ٺهرايا. هن هڪ آشرم ٺهرايو جنهن ۾ وڏوان سنياسي رهندا هئا. سيٺ مرليڌر جو هڪ ٻئي سيٺ لکمي چند سان جهيڙو

هو. اهو جهڳڙو زمين تان هو. جهڳڙو وڌندي وڌندي ڪورٽ ۾ پهچي ويو. ڪيس هلڻ لڳو. ڪيترا سال ڪيس هلندو رهيو. سيٺ مرليڌر ڪيس ۾ اڙندو رهيو ۽ پنهنجو ڪاروبار به ڪندو رهيو. سندس جوڙايل آشرم ۾ روز رات جو ستسنگ ٿيندو هو. سيٺ مرليڌر نيم سان ڪٿا پڙهڻ ويندو هو. ڪٿا پڙهندي پڙهندي من کي سنسار کان ويراڳ ٿي ويو. گروءَ کان پڇي هو آشرم ۾ رهڻ لڳو. هڪ ڪمري ۾ رهندو هو. ڀوڄن گهر مان ايندو هو سو کائي سڄو ڏينهن جاپ ڪندو رهندو هو. گهڻو ئي وقت ائين ڪندي گذري ويو. هڪ ڏينهن هن گروءَ کي چيو ته جيڪڏهن توهانجي مهرباني ٿئي ته مان سنياس وٺان. گروءَ چيو، مرليڌر تون اڃان سنياس وٺڻ جي لائق نه آهين.

سيٺ مرليڌر سوچڻ لڳو مان گهر ته ڪو نه ٿو وڃان پر منهنجي روٽي ته گهران اچي ٿي. هاڻ روٽي گهران نه گهرائيندس. هت ئي هڪ نوڪر رکي ڇڏيندس، اهو ئي روٽي ٺاهيندو رهندو. اهو ئي هن ڪيو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهو سوچي ته هاڻ منهنجو گهر سان ڪو به سنبنڌ ڪونهي. سو گروءَ کي چوڻ لڳو مهراج هاڻ مان سنياس وٺان؟ گرو مهراج چيو نه اهو وقت نه آيو آهي.

سيٺ مرليڌر سوچيو، مان نوڪر کان ٿو روٺي ٺهرايان انهيءَ ڪري گرو مهراج نٿا آگيا ڏين. اهو ته ڇڏي ڏيندس. ڀکيا ڀڃي کائيندس ۽ ٻيون سڀ آرام جون شيون ڇڏائيندس. هاڻي هن اهو ئي ڪيو. صبح جو وڃي شهر مان ڀکيا ڪري ايندو هو ۽ سڄو ڏينهن آتم چنتن ۾ مست ٿي ويٺو هوندو هو. ائين ڪندي ڪافي وقت گذري ويو. وري گرو مهراج کي پرارٿنا ڪيائين ته مهراج مونکي سنياس ڏيو. گرو مهراج سوچي چيو ته اڃان نه سيٺ صاحب. سيٺ مرليڌر عجب ۾ پئجي ويو. اڃان کهڙي ڪمي رهجي ويئي. سوچي ڏٺائين ۽ پوءِ پاڻ کي چيائين، مان گهر گهر مان ڀکيا وٺي ويو آهيان پر سيٺ لکمي چند جي گهران ڀکيا نه ورتي اٿم. انهيءَ ڪارڻ دشمنيءَ جي ڀاڙي ڀاونا اڃان ته منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويٺي آهي. انهيءَ ڀاونا کي ڇڏڻو پوندو ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو لکمي چند جي گهر پهچي ويو. وڃي الک جڳايائين. ڀڳوان جي نالي تي ڀکيا ڏيو! سيٺ لکميچند جا نوڪر سيٺ مرليڌر کي ڏسي ڊوڙندا سيٺ وٽ ويا. سهڪندي سهڪندي چوڻ لڳا ته سيٺ جي! سيٺ مرليڌر توهانجي در تي ڀکيا وٺڻ آيو آهي. سيٺ لکمي چند عجب ۾ چيو ته اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ توهان کي ڀرم ٿيو آهي. ڪو ٻيو هوندو. نوڪرن چيو ته

ته سيٺ صاحب هو سيٺ مرليڌر ئي آهي. توهان چٺو
ته ڪاڏي ۾ زهر ملائي ڏيونس. هميشه لاءِ جهڳڙو ختم
ٿي ويندو. سيٺ لکميچند نوڪرن کي ڏمڪائيندي
چيو ته ته، مونکي ڏسڻ ڏيو. مڪان جي دروازي
تي هن ڏٺو ته سيٺ مرليڌر جهولي ڦهلائي بيٺو آهي.
مرليڌر هن کي ڏٺو ۽ جهولي ڦهلائي چيو ته سيٺ
جي ٻڪيا. لکمي چند ڊوڙي اڳتي وڌيو، رڙ ڪري
چيائين، مرليڌر! لکمي چند هن کي پنهنجي ڇاتيءَ
سان لڳائي ڇڏيو. مرليڌر جهڪي کيس پيرين پيو.
لکمي چند ٻـه هن جي پيرن تـي ڪري پيو ۽
چيائينس مرليڌر مٺي هل، مونسان گڏ هلي روٽـي
کاءُ. مرليڌر چيو ته ته سيٺ صاحب! مان ته ٻڪاري
ٻٽڪي آيو آهيان، ٻڪيا وٺڻ آيو آهيان. ٻڪيا وجهو
منهنجي جهوليءَ ۾.

اُنهيءَ وقت نوڪر ڊوڙندو آيو، چوڻ لڳو توهان
جي تار آهي. ڏسو هن تار ۾ ڇا لکيل آهي. لکميچند
تار کولي پڙهي. تار مرليڌر جي ٻٽن جي هٿن جا
ڪلڪتا مان آيل هئي. جنهن ۾ لکيل هو تـه اسانجو
پتا صاحب اسانکي ڇڏي هلي ويو آهي. زمين
جو جهڳڙو اجان ختم نه ٿيو آهي پر هاڻي هـن
زمين کي وٺي اسين ڇا ڪنداسين؟ هـن تـار
دوارا اسين زمين جـو حق واپس ڏسا وٺون.

اسانجو پتا اسان وٽ ڪونهي. مهرباني ڪري توهان اسان جا پتا سمان آهيو، اسان کي پنهنجو ئي اولاد سمجهو. اسان کي پنهنجي سر تي توهانجو هٿ کپي ۽ توهان اسان جي سنڀال ڪريو. سيٺ لکميچند روئي ڪري چيو ته نه، نه اِئين نه ٿيندو. اُنهن کي لکو ته زمين توهانجي آهي مونکي ڪجهه به نه گهرجي. مان اُنهن جو پتا بڻجي اُنهن جي رکيا ڪندس. اڄ ڪان هو نه رڳو مرليڌر جا پٽ آهن پر منهنجا به پٽ آهن. اِن ڪانپوءِ جيٺن ٻئي سيٺ مرليڌر ٻکيا وٺي مڙيو ته ٻ ڏائين ته سامهون گرو مهراج ويٺو هو ۽ سندس هٿن ۾ گهيرو وستر هئا. مرليڌر کي ڇاتيءَ سان لڳائي چيائين ته هاڻي تون سنياس جي لائق آهين، مرليڌر! هاڻ هي گهيرو وستر پاءِ.

هي درشتانت ٻڌائي پرم پوجنيه سوامي جن پريمين کي چيو ته جيستائين من ۾ نفرت آهي تيستائين ڀڄن ۽ سمرڻ مان ڪهڙو فائدو. اُن مان ڪجهه نه ٿيندو. جي پرماتما جو سمرڻ ڪرڻو آهي ته من مان نفرت ڪڍڻي پوندي. ايرشيا ۽ وير ڀاو کي پري ڪيو، پوءِ ڏسو ته ڪيئن نه آنند ٿو اچي سمرڻ ۽ ڀڄن ۾.

پرم پوجنيه سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته

پڇڻ ۽ سمجهڻ ڪندي جڳياسو جڏهن پرمارٿ جي
راهه تي هلي ٿو تڏهن ڪيس رهنمائيءَ جي ضرورت
پوي ٿي ڇاڪاڻ ته آتما ۽ پرماتما جو سنبنڌ تمام
سوکيم ۽ نازڪ آهي، اُن کي سمجهڻ لاءِ منشيه جي
ساڌارڻ بُڌي سمرٿ ناهي. هن جي حالت مرگهه
وانگر ٿيو پوي. جيئن ڪستوري مرڳ جي ناڀيءَ ۾
هوندي آهي، جڏهن ڪيس ڪستوريءَ جي خوشبوءِ
ايندي آهي تڏهن هو اُن تي مست ٿي اُن جي
تلاش ڪرڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي ٿو ڦرندو
آهي پر هو پنهنجي ناڀيءَ ۾ ڪستوري هوندي به
اُن کي پائي نه سگهندو آهي ڇاڪاڻ ته هن کي
اُن جو گيان ئي نه هوندو آهي.

ساڳي طرح پرم پتا پرميشور جو سروُ وياپي
هر هنڌ حاضر آهي سو ته اسان جي هرديه ۾ براجمان
آهي. ضرورت آهي باهر مُکتا ڇڏي ڪري انترمکي
ٿيڻ جي، پوءِ گيان روپي پرڪاش سان سوکيم
نيترن سان اسين اُن ديه جوتيءَ جو درشن ڪري
سگهون ٿا. اندر روحي اُن خزاني جي دئار کي
کولڻ جي ڪنجي ستگروءَ وٽ آهي. ستگروءَ جي
مهر ميا سان اِها نام روپي ڪنجي وٺي جڳياسو اندر
جا پٽ کولي پنهنجي پريتم جو درشن ڪري سگهي
ٿو. ستگرو مهراج پرماتما جو ئي سروپ آهن. هنن

تياڳ تپسيا سان پرماتما سان ساکياتڪار ڪري اُن کي پاتو آهي. هو خود سچکنڊ جا واسي آهن ۽ پهنجن جگياسو پريمين جي رهنمائي ڪري کين منزل حاصل ڪرڻ ۾ سهائتا ڪن ٿا. ستگرو دئاران ڏنل نام اُن ناو مثل آهي جنهن جي دئاران جگياسو هي ساگر روپي سنسار پار ڪري هن پار پرماتما ۾ لين ٿئي ٿو.

اُهي پريمي وڏ ڀاڳي آهن جن کي هي پرمارٿ جي راهه ملي آهي ۽ اُن راهه تي سنڀالي هلڻ لاءِ ستگرو جي روپ ۾ رهبر مليو آهي. وڏن ڀاڳن سان نام روپي سچو سهارو مليو آهي. پر راهه به ملي، رهبر به مليو ۽ راهه تي هلڻ لاءِ نام روپي سهارو به مليو پر جي جگياسو ستگرو مهراج جي ٻڌايل راهه موجب هر روز نيم سان ڪمائي نه ڪندو، ايڪاگر چت سان نام جو سمرڻ نه ڪندو ته منزل تي ڪيئن پهچندو. سامهون ڪيترا به سوادي طعام پيا هجن ته ڇا ٿيو بکه ته اُن کي کائڻ سان ئي لهندي. گهڻا ئي شاستر پڙهو، ستسنگ ٻڌو، پوڄا پاٺ ڪريو پر جيستائين خود آسڻ تي ويهي صحيح طريقي سان سمرڻ پڙهن ۽ نام جو سمرڻ نه ڪيو آهي تيستائين پرماتما جو ساکياتڪار نه ٿي سگهندو. سنت شرومڻي ڪبير صاحب هن پد ۾ پڻ اهائي ڳالهه چئي آهي :—

وسٽو ڪهين ڍونڍي ڪهين،
ڪيهي ٻـڌ آوي هاٿ،
ڪهـت ڪبيــر تــب پـــائيـــي،
جب ڀيدي ليجي ساٿ.

هي پڻ ٻڌائي ٻرهمڻ کي هيءَ ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت ڏنائون :-

درشٽانت :- هڪ محلي ۾ هڪ ٻزرگ پـڍي مائي اڪيلي رهندي هئي. سڀ پاڙي وارا سندس عزت ڪندا هئا ۽ ڏکـڻ سکڻ ۾ سندن شيوا پــڻ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن سنجها ويلـي اها پــڍڙي امان ٻاهر گهٽيءَ ۾ سرڪاري بتيءَ هيٺان ويهـي ڪجهه ڳولهي رهي هئي. اُتان لنگهندڙ هڪ پاڙي واري کانئس پڇيو ته امان ڇا ٿي ڳولهين؟ جواب ڏنائين ابا منهنجي سئي ڪمري ۾ وڃائجي آهي اُها پيئي ڳولهيان. سو همدرديءَ وچان اِن پاڙيسريءَ کيس چيو امان مان ٿو توهان کي سئي ڳولهڻ ۾ مدد ڪريان. ائين چئي هو به بتيءَ هيٺان ويهي سئي ڳولهڻ لڳو. اهڙيءَ طرح جيڪو به پاڙيسري اُتان لانگهائو ٿيو سو ويهـــي اُتـــي سئي ڳولهڻ لڳو. سيني چڱي جاکوڙ ڪئي پر سئيءَ جو پتو ندارد هو. اِتي هڪ سياڻو اُتان لانگهائو ٿيو. تنهن سيني کان ٻهي پڇيو تـه ابا! توهين سڀ ڇا ٿا ڳولهيو؟

تنهن تي سيٺ کيس چيو ته ٻيڙي امان جي سُئي گم ٿي ويئي آهي سا اسين سڀ ڳولهي رهيا آهيون. تڏهن هن چيو ترسو ٻيڙي امان کان ته پڇو ته سُئي ڪٿي ڪِرائي اٿس؟ اِئين بيڪار ۾ هٿوراڙيون هڻڻ سان ته سُئي ڪانه ملندي. اِن تي اُن سياڻي گياني پرش ٻيڙي امان کان پڇيو ته امان! توهان سُئي ڪٿي ڪِرائي آهي؟ تنهن تي ٻيڙي امان کيس جواب ڏنو ته ابا! سُئي ته منهنجي گهر ۾ ڪِري آهي. اِن سياڻي کيس چيو ته جڏهن سُئي گهر ۾ ڪِري آهي ته پوءِ توهان اُن کي گهر کان ٻاهر ڇو ٿا ڳولهيو. جي سُئيءَ کي ٻاهر ورهه ڳولهبو ته اُها هٿ نه ايندي. جيڪا شيءِ جتي آهي ٿي ڪونه اُها اُتان ڪيئن ملندي؟ تنهن تي ٻيڙي امان جواب ڏنو ته ابا! مون پڪو هو ته وڃايل شيءِ روشنيءَ ۾ ملندي آهي. منهنجي گهر ته روشني آهي ڪانه ٻاهر گهٽيءَ ۾ روشني ڏسي مان سُئي ڳولهڻ لڳس. تنهن تي اِن سياڻي چيس ته امان سُئي ڳولهڻ لاءِ روشني گهر ۾ ڪرڻي پوندي؛ جتي سُئي ڪِري آهي اُتي ڳولهڻي پوندي. صحيح جڳهه تي ڳولهڻ سان اُها شيءِ حاصل ٿيندي.

درشٽانت ٻڌائي پرم پوجيه سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته اسان کي پرماتما پنهنجي اندر ۾ ستگرو مهراج کان نام روپي پرڪاش وٺي سمرڻ

روپي ڪمائي ڪري محنت سان ڳولهڻو پوندو. جي ان پيڙي امان وانگر اُن کـــي ٻاهر تـــلاش ڪنداسين ته منزل تي نه پهچي سگهنداسين. ستسنگ ۾ وڃڻ تمام ضروري آهي ڇاڪاڻ ته ستسنـــگ مان اسان کي امرت روپي جل ملي ٿو جنهن سان نـــام روپي سلو سائو ٿيندو ۽ ان سلي کي وڌائڻ ۽ هرو ڀرو رکڻ لاءِ ستسنگ روپي امرت به ضروري آهي. پر اُهو امرت به تڏهن ڪارائتو ٿيندو جڏهن اسين نام روپي ٻج پوکي پڪي تيار ڪنداسين. ان طرح نام ۽ سمرڻ جو مهتو سمجهائي پرم پوجيه سوامي جن پريمين کي هن ٻچن دواران اهـو راز کولـــي سمجهايو:—

ٻچن - ٣

سواس سمـــرڻـــي سوري،
ٽاٽر لهه ٽوري - ٽاٽـــر لهه ٽوري......
1- سواس امولڪ ماڻڪ موتـــي،
جڳت داتا جـــي ٽلهن ۾ جوٽي.
ٽس وجود ۾ ووڙي - ٽاٽـــر لهه ٽوري......
2- سواسن مالها سڪ سان سورج،
لو ڪٽن لڪائـــي چرخو چورج.
چاڻي الکه کي اوري - ٽاٽـــر لهه ٽوري......
3- "ماڌو" هي ٽون سواس سجائج،
وٺي گـــروءَ کـــان شبد آڇارج.
ڪنڌ ڪلهن کان گوري - ٽاٽر لهه ٽوري......

ٻند راٻن جي ٽيرٿ اِستلي ۾ پرم پوجيه سوامي جن هر روز شام جو پريمين کي ستسنگ روپي امرت پياري مست ڪري ڇڏيو. پريمين جي پيڙ ويٺي ٿي وڌندي. پيڙ وڌندي ٻه ڇو نه. پرم پوجيه سوامي جن ڀڳوان شري ڪرشڻ جي ڀڳتيءَ ۾ رنگجي خود ڪرشڻ ميه بڻجي پيا. سندن دل ۾ هردم پريم جو اٿاهه ساگر ڇوليون ماري رهيو هو. جيڪو پريمي سندن ستسنگ ۾ ايندو هو اُن کي ايڏو ته پيار ڏيندا هئا جو هو سمجهندو هو ته ستگرو مهراج جن جي وشيش ڪرپا صرف مونجي مٿان ئي آهي. هيءَ ساڳي شري ڪرشڻ ڀڳوان واري ليلا لڳي پيئي هئي. جيئن راس ليلا ڪندي هر ڪا گوپي سمجهندي هئي ته شري ڪرشڻ صرف مونجو آهي ۽ مونسان ئي راس رچائي رهيو آهي. ساڳي ليلا پريمين سان لڳي پيئي هئي.

پرم پوجيه سوامي جن کي هن ڪرشڻ ميه واتاورڻ ۾ خوب آنند اچي رهيو هو. صبوح جو هر روز ٻند راٻن جي مندرن ۾ وڃي ڀڳوان شري ڪرشڻ جي نانا پرڪارن جي روپن جو درشن ڪري گد گد ٿيندا هئا. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڌيان ۾ مگن ٿي ٻي سڌ ئي ويندا هئا.

اهو سڀ هوندي ٻه پرم پوجيه سوامي جن جي

دل ۾ ڀڳتي ڀرائڻ پريمين جي چڪ لڳي پيئي هئي. هڪ ڏينهن ڀڳتي من ميلي سائي سوامي گنيشانند کي چيائون ته پائي هيڏي آنند هوندي ۽ اسان جي دل هاڻي هتان کڄي پيئي آهي. اسانکي اسانجا پريمي سڏاري رهيا آهن. انهيءَ ڪري اسين هاڻي هتان هلندا اسين. سوامي گنيشانند جن ڪانئن پڇيو ته سائين هتان نڪري ڪٿي منزل هڻبي؟ پرم پوڄنيه سوامي جن کين ٻڌايو ته ٻڌو انئون ته اسان جا گهڻا پريمي اجمير ۾ آهن انهيءَ ڪري اتي هلبو. اجمير جي ڀرسان تيرٿ راج پشڪر راج ۽ آهي اتي هلي برهما جو درشن ۽ ڪبو ۽ پشڪر راج جي پوتر جل ۾ ٽٻي ڏبي.

ٻئي ڏينهن شام جو ستسنگ ڪانپوءِ پريمين کي ٻڌايائون ته هاڻي اسين توهان کان موڪلايون ٿا. سڀيئي پريمي ڏاڍا مايوس ٿيا. هٿ جوڙي آئين اکين سان دين من ٿي پرم پوڄنيه سوامي جن کي وينتي ڪري چوڻ لڳا ته سائين اسان کان ڪهڙي خطا ٿي آهي جو اسان کان منهن موڙي ٿا وڃو. جي هن طرح وڇوڙو ڏيڻو هو ته اسانکي ڀڳتي پريم جي ڏوريءَ ۾ ڇو ٻڌو؟ سائين توهان ته ڀڳوان شري ڪرشڻ واري ڪار ڪئي آهي جنهن سڀني گوپين کي پريم جي ڏوريءَ

۾ ٻڌي مست ڪري ۽ وڇوڙو ڏيئي ڇڏيو. سڀئي پريمي سندن چرڻ پڪڙي زار زار روئـــي ڪانئن ڀلون بخشائڻ لـڳا. ڪين اتي رهي پوڻ لاءِ زور بار ڪرڻ لـڳا. چوڻ لـڳا اسان کـــان توهانجو وڇـوڙو برداشت نہ ٿيندو. هن پرديس ۾ اسانکي توهانجو ئي آسرو آهي. اسان کي نڌڻڪو ڪري نہ وڃو.

پرم پوڄيہ سوامي جن ڪين آٿت ڏيئي سمجهائڻ لڳا تـہ اسين آتما سان هميشہ توهان سان گـڏ آهيون. اسان کي انـدر مان آواز آيـو آهي، سو خوشيءَ سان اسان کي موڪل ڏيو. ساڌو رمتا رهن تہ سونهن. اسانجي آشيرواد توهانجي مٿان هميشہ رهندي. توهان هر روز نيم سان پڌايل وڌيءَ سان ڌيان ۽ سمرڻ ڪندا رهجو. توهان ڏ سندا تہ اسين توهان وٽ توهان ساڻ ئي آهيون.

پاري من سان سڀني پريمين پرم پوڄيہ سوامي جن کي مالهائون پارائي پاو پيئي وداع ڏني. اُتان ودا ٿي سوامي جن سڌو اجمير ۾ آيا. اجمير پهچندي ئي سندن ملاقات سندن پرم ڀڳت ديوان شوقتراء سان ٿي. ديوان شوقتراء حيدرآباد ۾ سندن آشرم ۾ پرم پوڄيہ سوامي جـن داران ڏنـل ڪمرن ۾ رهندو هو ۽ سندن خوب شيوا ڪندو هو. ديـوان سندن درشن ڪري گد گد ٿيو ۽ ڪين هٿ جوڙي

وينتي ڪيائين ته اسين توهانجي درشن لاءِ اکيون وڇائي ويٺا آهيون. توهان جا پريمي توهان کي پل پل پڪاري رهيا آهن. ڪرپا ڪري هلي اسان جي ڪٽيا کي پوتر ڪريو. سنت ۽ ڀڳوان ته پريم جا بکيا ٿيندا آهن سو ديوان جي پريم سندي پڪار ٻڌي سندن گهر هليا. سڀ گهر وارا سندن سواگت ڪري بيحد خوش ٿيا. ٻئي ڏينهن صبوح جو سوڀل پشڪر راڄ تيرٿ راڄ لاءِ سانباهو ڪيائون. اُتي پهچي برهم گهاٽ تي پهچي شردا سان ٽٻي ڏيئي وڏي وڏان سان جليبيون ۽ ڏڌ گهرائي پوڄا ارچنا ڪري مهراج کي دڪشڻا ڏنائون. پوءِ برهما جي مندر ۾ وڃي درشن ڪري سڌو اُن آستان تي آيا جتي ڪجهه عرصو اڳ پرم پوجنيه ستگرو مهراج جن سان گڏ تيرٿ ڪري اچي ڏيرو هنيو هئائون. هيءَ واريءَ جي ڊِب ٽڪري آدم واري دربار وانگر خوب اوچي ۽ وشال هئي. هتي پهچي پنهنجي من ميلي سنت سوامي گڪيشانند کي چيائون ته هي آستان ڪيڏو نه سندر ۽ وشال آهي. دل ۾ آش آهي ته هتي ٽڪري آدم واري امراپور دربار وانگر ستگرو مهراج جن جي ياد ۾ آشرم ٺهرائجي. پشڪر راڄ تيرٿن جو گرو آهي. تيرٿ ڪرڻ کان پوءِ هر ڪو شردالو ياتري هتي ٽٻي ڏيڻ کان پوءِ ياترا پوري سمجهندو آهي. انهيءَ

ڪري پاڙرين جو تہ هتي پارهن ئي مهنا ٿڌو لڳو پيو هوندو آهي. اهڙي استان تي ستگرو مهراج جن جو آشرم ٺهرائي سندن سکيائن جو پرچار ڪرڻ گهرجي. ستگرو مهراج جن اسان جو هي سنڪلپ ضرور پورو ڪندا. اهو سنڪلپ ڪري پرم پوڄيہ سوامي جن اجمير موٽي آيا. سندن اجمير پڌارڻ جي خبر جيئن سندن پريمين کي پوڻ لڳي تيئن سڀ سندن شرڻ ۾ اچڻ لڳا ۽ کين عرض ڪيائون تہ هن اوکي گهڙيءَ ۾ سندن رهنمائي ڪن.

پرم پوڄيہ سوامي جن پريمين جي سک ۽ شردا ڏسي آشاڪنج ۾ جتي اڄ ڪلهہ هاسي پائي ڌرمشالا آهي، اُتي هڪ آستان ورتو. جتي هر روز ستسنگ ڪري دکي دلين کي آٿت ڏيندا هئا. سڀ پريمي وطن ڇڏي بي گهر ٿي روزي روٽيءَ ۽ اجهي جي مسئلن ۾ مشغول هئا. سندن پير اُکڙي چڪا هئا. ڪڏهن تہ نراش ۽ هتاش ٿي پرم پوڄيہ سوامي جن جي شرڻ ۾ سندن آشيرواد لاءِ ايندا هئا. سوامي جن خود بہ تمام گهرا آشاوادي هئا سو کين هميشہ آٿت ڏيندا رهندا هئا.

هڪ ڏينهن ستسنگ ۾ آٿت ڏيندي چيائون تہ

سائين جيڪي ڪجهه ڪري ٿو اُن ۾ ڪا نه ڪا رحمت لڪل آهي. انهيءَ ڪري سندس رضا تي راضي رهڻ گهرجي. کين سمجهائڻ لاءِ گرو نانڪ صاحب جي جيون جو هڪ درشٽانت ٻڌايائون :—

درشٽانت :- هڪ ڏينهن گرونانڪ صاحب ٻالي مرداني سان رٽن ڪندي هڪ ڳوٺ ۾ پهتا. ڳوٺ وارا ناستڪ هئا. هنن نڪو سندن ستسنگ ڏانهن ڌيان ڏنو نڪي سندن شيوا ڪيائون. گرونانڪ صاحب اُتان هلڻ وقت کين آشيرواد ڏني ته "ابا! شل هن ڳوٺ ۾ ٽڪي وسندا رهو." رٽن ڪندي ٻئي ڳوٺ ۾ پهتا. اُتان جا پريمي ايشور ڀڳت هئا. هنن سک ۽ شرڌا سان سندن ستسنگ ٻڌو ۽ دل و جان سان سندن شيوا ڪئي ۽ کين ٻه ٽي ڏينهن رهي ستسنگ ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي. اُتان هلڻ وقت ڳوٺ وارن کي آشيرواد ڏيئي چوڻ لڳا ته "ابا! شل ٽڙي پکڙجي وڃو."

جڏهن ڳوٺ کان ٻاهر آيا تڏهن ٻالي مرداني کين عرض ڪيو ته گرو مهراج اسان جي هڪ شنڪا آهي اُن جو ڪرپا ڪري سماڌان ڪريو. پهرين ڳوٺ وارن اوهان جي پوري آءُ ڀڳت به ڪانه ڪئي ۽

توهان هنن کي آشيرواد ڏني ته شل هن ڳوٺ ۾ جڙيا رهو. ٻئي ڳوٺ وارا ايشور ڀڳت هئا ۽ توهان جي دل و جان سان خوب شيوا ڪيائون انهن ويچارن کي توهان ٻاراڻو ڏنو ته ابا! شل ڌرتي ڀڪرجي وڃو. بابا سائين! اسان کي اهو راز کولي ٻڌايو ته اسان کي شانتي ملي.

تڏهن تي گرو نانڪ صاحب کين سمجهائي چيو ته ابا! پهرين ڳوٺ وارا ناستڪ هئا، انهيءَ ڪري انهن کي آشيرواد ڪري چيوسين ته توهين ان ڳوٺ تائين محدود رهو جيئن اها خرابي اڳتي نه ڦهلجي. ٻئي ڳوٺ وارا ايشور ڀڳت ۽ سنت شيوي هئا ان ڪري انهن کي آشيرواد ڏنيسين ته ابا! شل ڌرتي ڀڪرجي وڃو جيئن سندن سنائي ۽ خوشبوءِ چارون طرف ڦهلجي وڃي.

درشنانت ٻڌائي پرم پوڄيه سوامي جن پريمين کي سمجهائيندي چوڻ لڳا ته شايد پرماتما اسان جي مٿان هيءَ پريکشا جي گهڙي ان ڪري موڪلي آهي ته جيئن اسين سڀ هند ڀوميءَ ۾ ڌرتي ڀڪرجي سنت و سيوا جي سرهاڻ ڦهلائي پريم جو پرڪاش ڪري ڌرم جو جهنڊو جهولايون. اهڙي نموني پريوءَ جي ياد کي مٿو جاڳي هي شبد چيائون :—

شبد ۴ (راڳ ڪلنگڙ ڀيروي)

ڪرتار سنڌو هي پاڻو،
من دکم سکم سنگت ماڻي......

1- ڪوئي راجا رٿ ڀل ڌاري،
ڀل ۾ ٿئي سو ڀينو ڀکاري
وٺي منگندو در در داڻو......

2- ڪوئي ڀينو ڀئي ڀماڻون ڀل ۾،
ٿئي سو شاهن شاهه
وهي تخت ڏ يئي ٿلاڻو ......

3- ڪوئي مورکه مست ڦري ٿو،
ڪوئي ڀٽ ٿ روز رڙي ٿو
هي ڪرمن جو سڀ ڪاڻو......

4- "ماڌو" پاڻو آهي پاري،
مٺو سڀ کي، ڌر هجي ڌاري
چاهي مورکه هجي سياڻو......

هن ڪشت جي گهڙيءَ ۾ به ڀريمين ڀرم ڀوجنيه سوامي جن جي ڏن من سان خوب شيوا ڪئي. ڪڏهن ڪڏهن ڪين گيارس، ست ڌارائڻ يا ٻئي ڪنهن موقعي تي گهر گهرائي، ستسنگ ڪرائي خوب شيوا ڪندا هئا. ڀريمي سنڌ وادگر سوامي جن جي شيوا ڪري ڪين ڀيڻائون ڏ يڻ چاهيندا هئا پر هن ڪشت جي گهڙيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن هو پاڻ

کي مجبور سمجهندا هئا . سيٺي پريمين جي اها دلي تمنا هئي ته حيدرآباد وانگر سوامي جن هڪ وشال آشرم جي استاپنا ڪن. پرم پوجنيه سوامي جن سندن من جا ڀاو سمجهي ڪين چوندا هئا ته سنت ۽ ڀڳوان ته صرف ڀاو جا بکيا ٿيندا آهن. توهان جا هيءَ شردا ۽ ڀڳتيءَ جا ڀاو اسان لاءِ لکن کان مٿي ملهائتا آهن. توهين دل وڏي ڪريو. دکن پڄيان سکه ۽ رات کانپوءِ ڏينهن اوشيه ٿيندو. جڏهن هو ڏينهن نه رهيا تڏهن هي ڏينهن به گذري ويندا. سخت محنت، سچي لگن ۽ پختي ارادي سان اسين اڳين کان اڳرا ٿينداسين. توهين دل ننڍي اصل نه ڪريو. جي توهانجي ڀاونا سچي آهي ته هڪ ڏينهن سنڌ وانگر هڪ وشال آشرم جي استاپنا اوشيه ٿيندي. هن وقت توهانجي هيءَ شردا ۽ سچي ڀاونا اسان جي لاءِ هڪ وڏي پونجي آهي. سندن دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ کين هي درشٽانت ٻڌايائون :—

درشٽانت :— هڪ ڏينهن ڪنهن داني سيٺ کي رستي تي هڪ ٻڍي ۽ ٻڪاري مليو. اُن جا ٿڪ جي ڪري چپ به نيلا ٿي ويا هئا. سندس هٿ سڄي پيا هئا. اِن جي اهڙي دين هين حالت ڏسي سيٺ جي دل پگهرجي ويئي. هو اُتي جو اُتي بيهي رهيو.

بکاريءَ ڏين من ڏي هٿ وڌائي ڪانئس دان گهريو. سيٺ جي دل ڏيا سان ڀرجي ويئي ۽ اُن کي ڪجهه ڏيڻ لاءِ ڪوٽ جي کيسي ۾ هٿ وڌائين پر کيس کيسي ۾ ٻٽون نه مليو.

سيٺ ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ هو وڏي اُلجهن ۾ ڦاسي پيو. ڪجهه وقت وسميه ۾ پوڻ کانپوءِ هن بکاريءَ جي طرف نهاريو ۽ هن جا ٻئي هٿ هٿن ۾ جهلي چيو ته اڄ مان پنهنجو ٻٽون گهر ڀلجي آيو آهيان اِنڪري مان توکي ڪجهه به نٿو ڏيئي سگهان. مان ڏاڍو شرمندو آهيان. دوست دل ۾ نه ڪجاءِ.

بکاريءَ جي اکين مان ٻه ڳوڙها ڳري اچي هيٺ پيا. هن وڏي پنهنجائپ مان سيٺ طرف نهاريو ۽ سندس چپن تي هلڪي مسڪراهٽ آئي. هو ٻنهي هٿن سان سيٺ جي هٿن کي آهستي دٻائي چوڻ لڳو ته شرمندي ٿيڻ جي ڪا ڳالهه ڪانهي. مونکي اڄ گهڻو ئي مليو، جنهن جو ملهه پئسن کان ته م گهڻو آهي. اِيشور شل توهانکي وڌائي ويجهائي.

بکاري ته هليو ويو پر سيٺ اُتي ڪجهه وقت وائڙن وانگر بيٺو رهيو. هن کي لڳو ته دان هن نه پر بکاريءَ کيس ڏنو.

درشنانت پڇائي پرم پوجنيہ سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا تہ جي توهانجي ايڏي اونچي ڀاونا آهي ۽ توهان اهو سنڪلپ ڪيو آهي تہ ستگرو مهراج جن جو مندر ٺهڻ گهرجي تہ توهان جو اهو سنڪلپ ضرور سڌ ٿيندو. اهڙي نموني پريمين جي مايوس دلين ۾ وري نئين آشا جاڳي تہ هڪ ڏينهن هتي بہ سنڌ وانگر امراپور جهڙي دربار ٺهندي.

آشا گنج ۾ ستسنگ ڪندي پريمين جي ڀيڙ ويڙهي ٿي وڌندي. سڪايل پريمي پري پري کان کهي پرم پوجنيہ سوامي جن جي سڳوري درشن لاءِ اچي سندن امرت وچن پڌي ڌن من ٺارڻ لڳا. اڌهن پريمين مان شري ڀارگوا صاحب انجنيئر، جو هاٿي ڀاٽا ۾ رهندو هو، سو نت نيم سان شرڌا سان سندن ستسنگ ۾ اچڻ لڳو. هر روز ستسنگ کان پوءِ رکجي پرم پوجنيہ سوامي جن جي شيوا ڪندو هو. اهڙي نموني شيوا ڪندي ڪندي پرم پوجنيہ سوامي جن جي ويجهو اچڻ لڳو ۽ سوامي جن جي بہ سندس مٿان ڪرپا جي نظر هئي. پرم پوجنيہ سوامي جن جو هي ۽ ششيہ شرڌالو هئڻ سان گڏ گيانوان بہ هو. من جي هي ۽ دلي تمنا هئي تہ هنومان پڄي سدا ستگرو مهراج جي چرڻن ۾ رهان.



سوامي جن ڏواران يوگ-ساڌنا جي شڪشا

شري پارگوا صاحب جي يوگ ساڌنا ۾ رچي هئي. اڪثر هو صاحب پرم پوجنيه سوامي جن کان يوگ ابياس جي باري ۾ پرشن پڇندو رهندو هو. جڏهن هن ڏٺو ته پرم پوجنيه سوامي جن کي نه يوگ ابياس ۾ نه صرف رچي آهي پر گهرو گيان به آهي تڏهن هڪ ڏينهن ڊڄندي ڊڄندي سوامي جن کي وينتي ڪري چيائين ته سائين مونکي يوگ ساڌنا سکڻ جي من ۾ پياس آهي. پر شام جو جڏهن مان اچان ٿو تڏهن پريمين جي ڀيڙ لڳي پيئي هوندي آهي. اُن وقت هر ڪو پريمي چاهيندو آهي ته هو توهان جي چرنن ۾ گهڻو وقت ويهي توهان جي درشن جو آنند وٺي ۽ امرت وچن ٻڌي. ڪي پريمي وري اُن وقت ايڪانت ۾ پنهنجون سمسيائون ڪڍي توهان کان مارگ درشن وٺڻ چاهيندا آهن. مونکي به توهان کي ڪجهه ڪرڻ لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ انتظار ڪرڻو پوندو آهي. ان ڪري شام جي وقت اها پياس پوري نه ٿي سگهندي. توهان جي مونتي ڪرپا ڪريو ته مان صبح جو پرڀات جي وقت توهانجي شيوا ۾ حاضر ٿي هن گيان جي گنگا ۾ ٽٻي اچي لڳايان.

پرم پوجنيه سوامي جن پارگوا صاحب جي سک شرڌا ۽ يوگ ساڌنا سکڻ جي جگياسا ڏسي ڏاڍو

پرسن ٿيا ۽ ڪيس چيائون تہ اسين توهانجي هن پرستاو کي ٻڌي خوش ٿيا آهيون. سڀاڻ کان ئي هيءَ شيءِ ڪاريہ آرنڀ ڪبو. توهان صبح جو ٺيڪ 5 بجي هن استان تي اچجو، اسين بہ هتي ٺيڪ ٽائيم تي پهچي ويندا سين.

ٻئي ڏينهن صبح جو ڀارگوا صاحب جي اچڻ کان اڳ ئي پرم پوجيہ سوامي جن هون جي سڀ تياري ڪري چڪي هئي. ڀارگوا صاحب جن جي اچڻ تي ڪيس چيائون تہ ڀائي! ڪوبہ شڀ ڪرم ڪرڻ کان اڳ پرماتما جي آشيش وٺڻ لاءِ ۽ ڪاريہ جي نروگهن سڌيءَ لاءِ هون ڪرڻ گهرجي. سو سڀ کان اول هون ڪبو ۽ پوءِ اڄ کان ئي يوگ اڀياس آرنڀ ڪبو. سيني شردا ۽ سک سان ويدڪ وڌيءَ انوسار هون ڪيو ۽ يوگ اڀياس جي سکيا آرنڀ ٿي.

شري ڀارگوا صاحب ڪجهہ ڏينهن جي يوگ اڀياس کان پوءِ پرم پوجيہ سوامي جن کي عرض ڪيو تہ سائين! جي توهان جي آگيا ٿئي تہ يوگ اڀياس سان گڏ ويايام سيکارڻ جو بہ پربنڌ ڪريون. ان لاءِ رنگس، گهوڙيون ۽ ٻي ڪسرت ڪرڻ جي سامگري جٽايون، جيئن اڄ ڪلهہ جا جوان هتي اچي ڪسرت ڪري اوهان کان يوگ ساڌنا جو گيان پرائي پنهنجي تندرستيءَ ۽ آتما جو وڪاس ڪن.

پرم پوجيه سوامي جن هن پرم ڀڳت جي لڳن ۽ يوگ اڀياس ۾ اڻوٽ آستا ۽ پر اُپڪار جي ڀاونا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ کيس آگيا ڏنائون ته ڀلي سامگري جٽائي. بس ٿورن ڏينهن ۾ ڪسرت جون سڀ سويڌائون مهيا ٿي ويون. هاڻي هي آستان نوجوانن لاءِ آڪرشڻ جو ڪيندر بڻجي ويو. نوجوانن جو تعداد ويو ٿي وڌندو. پرم پوجيه سوامي جن پاڻ خود هر هڪ نوجوان کي ڪسرت ڪرڻ جو صحيح طريقو ٻڌائي سندن مارگ درشن ڪندا هئا. ڀارگوا صاحب ته سوامي جن سان پرم ڀڳت هنومان وانگر هميشه انگ سنگ سهاءِ هوندو هو. سو هڪ ڏينهن هن پرم پوجيه سوامي جن کان پڇيو ته ستگرو مهراج اسان کي يوگ ساڌنا کي سمجهڻ جي گهري پياس آهي. اسين اهو سمجهڻ ٿا چاهيون ته يوگ ساڌنا جو ارٿ ڇا آهي؟ ۽ اها ڪهڙي نموني شڌتا سان ڪرڻ گهرجي ۽ يوگ ساڌنا ڇو ڪرڻ گهرجي؟

پرم پوجيه سوامي جن پرم گياني ۽ سچا سڌ يوگي هئا. سو کين يوگ ساڌنا جي باري ۾ گهرائيءَ سان سمجهائيندي چيائون ته اسين پهرين توهان کي يوگ ساڌنا جو ارٿ سمجهايون ٿا:-

"يوگ" اکر جو ارٿ آهي "جوڙڻ". هيءَ جيو آتما پرماتما جو انش آهي، اُن جيو آتما کي پرماتما

سان جوڙڻ کي ”يوگ“ چئجي ٿو ۽ جن ساڌن دئاران هن آتما کي پرماتما سان جوڙجي ٿو اُن کي ”يوگ ساڌنا“ چئجي ٿو.

هيءَ پياسي آتما جنم جنمانتر کان پنهنجي پريتم پرماتما سان ملڻ لاءِ تڙڦي رهي آهي ۽ اها پياس صرف هن منش جنم ۾ ئي پوري ٿي سگهي ٿي. ان ڳجهه جي سڀ کان پهرين کوج ڀڳوان ڪپل منيءَ ڪئي. شري ڪپل منيءَ جنم کان ئي سڌ هو. هن جنم وٺندي ئي پنهنجي ماتا ديوهوتيءَ کي گيان ڏيئي مڪتي ڏياري. شري ڪپل منيءَ گهور تپسيا ڪري اها کوج ڪئي ته هن سنسار ۾ پنجويهه تتو آهن جن مان چوويهه جڙ تتو آهن ۽ هڪ چيتن تتو آهي. ان چيتن تتو جي شڪتيءَ سان ئي باقي چوويهه تتو چلائمان آهن. اهو چيتن تتو آهي ”آتما“.

ان کان پوءِ رشي پاتنجلي ان آتما جو ساڪشاتڪار ڪرڻ لاءِ گهور تپسيا ڪئي. تمام گهڻي جاکوڙ ڪرڻ کان پوءِ اُن کي آتم ساڪشاتڪار ٿيو. جن ساڌن دئاران کيس آتم ساڪشاتڪار ٿيو اُن جا ڪل اٺ انگ آهن ان ڪري اُن کي اشٽانگ يوگ چون ٿا. رشي پاتنجليءَ جي اشٽانگ يوگ جا اٺ انگ هن طرح آهن :—

(1) يم (2) نيم (3) آسڻ (4) پراڻايام (5) پرتهار (6) ڌارڻا (7) ڌيان (8) سماڌي .

انهن مان پهريان پنج ٻاهريان ساڌن آهن ۽ پويان ٽي آنترڪ ساڌن آهن . انهن ساڌن ٻنا يوگ ساڌنا پورڻ نہ ٿي سگهندي . انهيءَ ڪري انهن ساڌن ڪي گهرائيءَ سان سمجهڻ جي ضرورت آهي .

(1) يم معنيٰ تياڳڻ. من کي نرمل ڪرڻ لاءِ اسانکي دل مان وير ڀاو، ايرکا ۽ موهہ تياڳڻو پوندو. ان لاءِ يم جا پنج سوپان چيا ويا آهن جي هن ريت آهن :-

1- اهنسا :- ڪنهن بہ جيو کي من، وچن ۽ ڪرم سان چوٽ يا نقصان نہ پهچائڻ . هرديہ ۾ جيو ماتر لاءِ پيار ۽ ديا هجڻ .

2- من، وچن ۽ ڪرم سان سچائيءَ سان هلڻ . ڪوڙ، ڪپٽ ۽ مڪاري دل مان ڪڍي ڇڏڻ .

3- ڪنهن ٻئي جي شيءِ کي چوريءَ يا زبردستيءَ سان نہ وٺڻ ، نہ ئي اُن کي پراپت ڪرڻ جي چاهنا رکڻ .

4- برهمچريہ :- من، وچن ۽ ڪرم سان ڪنهن ڌانهن بہ واسنا يا بري نظر سان نہ ڏسڻ. ست ۽ سنيم سان رهي پدهٽي ٻل ۽ ويريہ جي رکشا

ڪرڻ. گيتا جي ڇهين اڌيائي ۾ شري ڪرشڻ ڀڳوان ارجن کي ڪرم يوگ سمجهائيندي چيو آهي ته ايشور پراپتيءَ جي راهه ۾ ڪام واسنا ساڌڪ لاءِ سڀ کان وڏي رڪاوٽ آهي. انهيءَ ڪري شري ڪرشڻ ڀڳوان ارجن کي چوي ٿو ته هي ارجن! تون ڀهريائين اندرين کي وس ۾ رکي گيان ۽ وگيان کي ناس ڪندڙ هن پاپي ڪام کي سمورو پل لڳائي ماري ڇڏ.

5- اپريگره :- ڌن گڏ ڪرڻ جي لالچ جو تياڳ ڪرڻ، ڪيترو به ڪشٽ اچي پر ڪنهن کان به دان نه وٺڻ. دان وٺندڙ هميشه دين رهي ٿو.

يم کان پوءِ رشي راج انتهڪرڻ جي پوترتا لاءِ پنج نيم ٻڌايا آهن جن جي ڌارڻ ڪرڻ سان ابياسيءَ جو من شڪ ٿي پرماتما جي چرڻن ۾ آسانيءَ سان لڳي سگهندو. اهي نيم هن ريت آهن :-

(1) شوچ (2) سنتوش (3) تپ (4) سواڌيايه (5) ايشور پرڻيڌان.

(1) شوچ :- شرير ۽ هردي کي پوتر رکڻ، نيم سان سنان ڪري شرير جي صفائي رکڻ، ڪپڙا صاف رکڻ ۽ ڀوڄي آس پاس صفائي جو ڌيان رکڻ ٻاهرين صفائي آهي. دل ۾ سٺي لاءِ سدڀاونا ۽ پوتر ويچار رکڻ اندر جي صفائي آهي. هردي

پرماتما جي نواس جو سنگهاسن آهي، جي اُن ۾ گندا ويچار هوندا تہ اُن گندگيءَ ۾ پرماتما ڪيئن رهي سگهندو؟ ان ڪري ساڌڪ کي دل ۾ ڪڏهن بہ اپوتر ويچارن کي جڳهہ نہ ڏيڻ گهرجي. شريمد گيتا جي پندرهين اڌياءَ ۾ شري ڪرشڻ ڀڳوان چيو آهي تہ جن پنهنجو انتهڪرڻ شڌ نہ ڪيو آهي اهڙا اگياني پرش يتن ڪندي بہ اُن آتما کي نٿا ڄاڻن.

(2) سنتوش :- جيڪي ملي اُن ۾ خوش رهڻ. گهڻو لوڀ نہ ڪرڻ ۽ گهڻي ترشنا کان بچڻ کي سنتوش چيو وڃي ٿو. جيستائين سنتوش نہ آيو آهي تيستائين من مايا جار ۾ ڀٽڪندو رهندو ۽ جيستائين من ۾ شانتي نہ آئي آهي تيستائين من ايشور جي چرڻن ۾ نہ لڳندو. سنت ڪبير سنتوش جي مهتو کي سمجهائيندي هيءُ دوهو چيو آهي.

”گؤ ڌن، گج ڌن، باجي ڌن، اور رتن ڌن کان،
جب آوي سنتوش ڌن، سب ڌن ڌوڙ سمان.“

ڪبير صاحب چوي ٿو تہ انسان وٽ هاٿي، گهوڙا ۽ ٻيا هيرن جواهرن جي کاڻ هجي پر جيستائين اُن وٽ سنتوش نہ آيو تيستائين هو اڃان بہ وڌيڪ پراپت ڪرڻ لاءِ مرگ ترشنا وانگر هن سنسار جي

بيابان ۾ من جي جهوٽي پياس ٻجهائڻ لاءِ وڻرت ڊوڙندو رهندو. پر جڏهن وقت هن وٽ سنتوش اچي ويو تڏهن وقت هي سنساري پدارٿ ڌوڙ سمان نظر ايندا. ان لاءِ انسان کي گهر جي ٻنهي جي ڀاڳ سان ريس نه ڪري سائينءَ در اها پرارٿنا ڪري ته :-

"سائين اِتنا ديجئي جان ۾ ڪٽمب سماءِ،
مين ڀي ڀوکا نا رهون، ٿهين سادو ڀوکا جاءِ."

(3) ٽپ :- اِنسان جي جيون ۾ لاها چاڙها ۽ ڏک سک ايندو رهندو آهي. سڀ ڏينهن هڪ سمان نه رهندا آهن. جيئن ڏينهن کان پوءِ رات ۽ رات کان پوءِ وري ڏينهن ايندو آهي، تيئن ڏکن پٺيان سک ۽ سکن پٺيان ڏک ايندا رهندا آهن. پرڪرتي پريورتن شيل آهي. ڪڏهن گرمي ته ڪڏهن سردي آهي. هي چڪر ته هلندو رهندو. اِنهيءَ ڪري جگياسوءَ کي ڏک سک کي ۽ ٿڌيءَ ڏتيءَ کي خوشيءَ سان سهڻ گهرجي. نه ڏک ۾ گهٻرائڻ گهرجي نه سک ۾ ڦولجڻ گهرجي. سدا سم ڀاوَ رکي سڀ اُن پرماتما جي طرفان موڪليل سمجهي صبر سان سهڻ گهرجي. ڏک سک سهڻ جي شڪتي پيدا ڪرڻ ۽ من کي وشين کان روڪڻ کي ٽپ چئبو آهي.

(4) سواڌيايءِ :- ڌرمي گرنٿن جي پاٺ ۽ ستپرش جي سنگت کي سواڌيايءِ چيو ويو آهي. پنهنجي من کي ايشور جي چرڻن ۾ لڳائڻ لاءِ ۽ من کي پوتر رکڻ لاءِ نيم سان ڌرمي پستڪن جو پاٺ ڪرڻ گهرجي ۽ ستپرش جي سنگت ۾ رهڻ گهرجي. جڏهن اسين رامائڻ جو پاٺ ڪريون ٿا تڏهن اسين مهرشي والميڪ جي چرنن ۾ ويهي مريادا پرشوتم شري رام جو درشن ٿا ڪريون ۽ سندس گڻ ڳائڻ ٿا پڙهون. جنهن وقت اسين شريمد گيتا جو پاٺ ٿا ڪريون تڏهن اسين منيشور ڀڳوان شري ڪرشڻ جي پوتر چرڻ ڪملن ۾ ويهي سندس مکاروند مان گيتا روپي الوڪڪ تتو گيان ٿا پڙهون. جنهن سان هيءَ جيو آتما مڪت ٿي پرم ڌام کي پراپت ڪندو. چوندا آهن ته ”جهڙو سنگ تهڙو رنگ“. انهيءَ ڪري سدائين ست پرشن جي سنگت ۾ رهجي ۽ نيتڪ اُچ ڪوٽيءَ جي پستڪن کي پڙهڻ گهرجي جيئن اسان جو من نرمل ٿئي. من تي سنسڪارن جو گهرو اثر پوي ٿو. ستوگڻي ست پرشن جي سمپرڪ ۾ اچڻ سان من کي شانتي ملي ٿي ۽ تموگڻي ماڻهن جي سمپرڪ ۾ اچڻ سان من تي برا سنسڪار پون ٿا ۽ من اشانت رهي ٿو. ان ڪري سدائين سٺن ويچاروان پرشن جي سنگت ۾ رهڻ گهرجي جيڪڏهن اهڙا

ست پرش نه ملن ته ايڪانت ۾ رهڻ گهرجي ۽ تمو گڻي ماڻهن کان سدائين پاسو ڪرڻ گهرجي، پلي اهي اسان جا سڳا سنبنڌي هجن. اهڙي طرح سڻن پستڪن کي پڙهڻ گهرجي، گندن پستڪن کي هٿ ۾ نه لڳائجي.

(5) ايشور پرڻيڌان:- ايشور ۾ اٽوٽ وشواس رکڻ، اُن جي شرڻ ۾ وڃڻ ۽ اُن کي پراپت ڪرڻ جي لگن کي ايشور پرڻيڌان چئجي ٿو. هي مانش ديهه اسانکي ملي صرف آتم ساکيڌڪار ۽ پرماتما کي پائڻ لاءِ آهي. هن جولي ۾ اسين پرماتما کي پائي سگهون ٿا. پرماتما کي پائڻ لاءِ سڀ کان ضروري آهي اُن ۾ وشواس ۽ اُن جي ستا ۾ وشواس. جهڙن وشواس ڪيو اُنهن ئي پاتو. سامي صاحب جن پڻ هيئن چيو آهي:—

”وڏ و چاڙ ويساهه، سامي سڀ ڪهين ڪون،
ويد پراڻ مٿي ڪري، ڪئي يو اهو راهه،
انترمکه اچي ڪري، سمجهي ڪر سماءُ،
چڙ وڏائي واءُ، ته سوجهي ملئي سپرين.“

اُهي ڪري جگياسوءَ کي پرماتما ۾ پورو نشچو ڪري، دل ۾ اُن کي پائڻ لاءِ تڙپ پيدا ڪري ۽ سندس شرڻ ۾ وڃڻ گهرجي. شري ڪرشڻ ڀڳوان شريمد ڀڳوت گيتا جي ارڙهين اڌياءَ ۾ ارجن کي

نرڻيه ڪري ٻڌايو آهي ته :-

”هي ارجن! تون پنهنجو من مون ۾ لڳاءِ،
منهنجو ڀڳت ٿيءُ، منهنجي پوڄا ڪر ۽
مون کي ئي پرڻام ڪر. ائين ڪرڻ سان
تون مون کي ئي پراپت ٿيندين. اها مان
توسان سچي پرتگيا ڪريان ٿو ڇاڪاڻ ته تون
منهنجو پرم پيارو سکو آهين.“ (65)

يم ۽ نيم جي باري ۾ کولي سمجهائڻ ڪانپوءِ شري ڀارگوا صاحب پرم پوڄنيه سوامي جن کي هٿ جوڙي وينتي ڪئي ته يوگ سادنا ڪرڻ لاءِ نيم ۽ يم جي سادنن کي ڪرڻ جو ڪهڙو مهتو آهي؟ پرم پوڄنيه سوامي جن جگياسين کي سمجهائيندي چيو يم ۽ نيم جي سادنن جي ڪرڻ سان اسان جو انتهڪرڻ شڌ ٿئي ٿو. انهن سادنن دوارا اسان جو من نرمل ٿئي ٿو. جيئن ڪسان ٻج پوکڻ کان اڳ کيت ۾ هر لائي ڪاڌ وجهي ان کي تيار ڪندو آهي تنهن کان پوءِ ئي ٻج ڦٽندو آهي ۽ سلا نڪرندا آهن. بنا کيت جي تيار ڪرڻ جي ٻج وجهبو ته اهو ويرٿ ويندو. ان مان ڪو به فائدو نه پوندو. اهڙيءَ ڪري هن ڀڳتي جي پانڌيڙي کي پرماتما کي پائڻ لاءِ پهريائين انهن سادنن دواران پنهنجي هرديه کي تيار ڪرڻو پوندو. جيڪي سنت

مهاتمائون ۽ ايشور جا پيارا هن راهه تي هليا انهن
سڀني ائي ساڌن ڪري منزل پاتي آهي. ٻوءِ ٻلي
هنن انهن ساڌنن کي يم ۽ نيم جو نالو ڏنو آهي.
هن راهه ۾ اندر جي صفائي تمام ضروري آهي.
اُن بنان منزل تي پهچي نه سگهبو. سامي صاحب
اندر جي صفائيءَ جي باري ۾ چيو آهي ته :-

گر گم جنهن ڪيو، شيشو شڪ اندر جو،
انهيءَ آتم ديو جو تنهن پرلاءُ پيو،
اندر ٻاهر هڪڙو، ڏسي ڪين ٻيو،
ڪارج سڀ ٿيو، "سامي" تنهن ساپرس جو.

مٿيون دوهو پڙهائي جگياسن کي چڱيءَ طرح
هيءَ ڳالهه سمجهائڻ لاءِ پرم پوڄنيه سوامي جن
ڪين هيٺيون درشٽانت پڙهايو :-

درشٽانت :- هڪ راجا ڀڳوان ڀڳت جو شردالو ڀڳت
هو. سندس پريم جي ڪري ڀڳوان ٺاڪت هن وٽ
وقت به وقت ايندو رهندو هو. راجا به دل و جان
سان ڀڳوان جو آدرستڪار ڪندو رهندو هو.
هڪ دفعي راجا ڀڳوان کي وينتي ڪئي ته ڪيس
ديڪشا ڏين. ڀڳوان ڪيس چيو ته اجا ديڪشا ڏيڻ
جو وقت نه آيو آهي. اهو ٻڌي راجا ڏاڍو دکي ٿيو.
سوچڻ لڳو ته مان ڀڳوان جو ٻرپڻ شش آهيان.
سندن دل و جان سان سيوا ڪريان ٿو پوءِ ڀلا پڻ

ڀڳوان مونکي ڏيکشا ڇونه ڏني. ڀڳوان ٻڌ سندس دل جا ڀاو سمجهي ويا. سندس شنڪا دور ڪرڻ لاءِ جڏهن ٻئي ڏفعي آيا تڏهن راجا کي آڳيا ڪيائون ته اسين کيرڙي کائيندا اسين. راجا وڏي شرڌا ۽ سک سان سون جي ڪٽوري ۾ کيرڙي کڻي آيو. ڀڳوان پنهنجو برتن اڳيان ڪري راجا کي کيرڙي اُن ۾ وجهڻ جي آڳيا ڏني. تنهن تي راجا ڀڳوان کي وينتي ڪري عرض ڪيو ته ڀڳوان هي برتن ته ميل سان ڀريل آهي هن ۾ کيرڙي وجهڻ سان اُها گندي ٿي ويندي. اِنهيءَ ڪري آڳيا ڏيو ته پهرين هن کي صاف ڪريان پوءِ کيرڙي وجهان. تنهن تي راجا کي پيار سان سمجهائيندي ڀڳوان چوڻ لڳو ته جيئن گندي برتن ۾ امرت روپي کيرڙي وجهڻ سان اُها بيڪار ٿي وڃي ٿي تهڙي طرح مل وکيپ واري هرديه ۾ نام روپي بيج به بيڪار ٿي وڃي ٿو. ڏيکشا وٺڻ کان اڳ هرديه ۽ انتهڪرڻ کي شڌ ڪرڻ پرم آوشيڪ آهي.

هي درشٽانت ٻڌي جڳياسن کي پرم پوجنيه سوامي جن جي سکيا چڱيءَ طرح سمجهه ۾ اچي وئي ۽ پرم پوجنيه سوامي جن کي وشواس ڏياريائون ته سندن آديش انوسار يم ۽ نيم جي سادنن جو چڱي طرح دل وجان سان پالن ڪري پنهنجي انتهڪرڻ کي شڌ ڪندا.

اِن کانپوءِ پرم پوڄيه سوامي جن ڪين يوگ ساڌنا جي ٽئين سوپان آسڻ جي باري ۾ گيان ڏيڻ لڳا.

آسڻ:- يوگ ساڌنا لاءِ هڪ نشچت آسڻ طئه ڪرڻو پوندو. اُهو آسڻ ايڪانت وارو ۽ شانت هئڻ گهرجي. ڪنهن ڪمري ۾ يا ڇت تي اهو آسڻ ٺاهبو. اُتي ڪش، آسڻي يا ڪمبل يا ڪو ٻيو گرم ڪپڙو وڇائجي. اُن آسڻ تي پدم آسڻ يا ارڌ پدم آسڻ، آلٿي پالٿي ماري سکه آسڻ ۾ ويهجي. ارڌ پدم آسڻ يوگ ساڌنا لاءِ سڀ کان وڌيڪ سهوليت ڀريو آهي. اهو هن ريت ڪرڻ گهرجي. ساڄي پير کي ڇڪي اندر رکجي ۽ ٻائو پير ساڄي ستر تي رکڻ کپي. هن طرح وهڻ سان اهو ڌيان رکڻو آهي ته پٺيءَ جو ڪنڊو بلڪل سڌو هجي. ڪمر ڇاتيءَ جو پٺيون حصو گردن ۽ سر هڪ لائين ۾ هئڻ کپن. شرير نه گهڻو اڪڙيل هجي ۽ نه ئي گهڻو ڍلو هجي. هن طرح جڏهن ساڌڪ ڌيان ۾ وهي ٿو تڏهن دماغ مان ودوت شڪتي لهي ميرو دنڊ جي سوکيم ناڙين دوارا هيٺ پرواهت ٿئي ٿي ۽ ڌيري ڌيري شرير جي سڀني انگن ۾ ڦهلجي وڃي ٿي ۽ پراڻ اندرين ۽ من کي اندر جي طرف ڪشش ڪري

ڇڪي ٿي. ان مان ساڌڪ کي تمام گهڻو فائدو ملي ٿو. هيءَ ڇڪمڪي شڪتي ساڌڪ کي مٿي چاڙهڻ ۾ تمام گهڻي مدد ڪري ٿي. انهيءَ ڪري آسڻ ۾ آرام سان ۽ سڌو ويهڻ تمام ضروري آهي. ٻنهيءَ جي ڪلهن کي سڌو رکي ويهڻ، هلڻ ۽ گردن کي سڌو اونچو رکڻ سان آتم وشواس وڌي ٿو ۽ شرير نروگهه رهي ٿو.

پرم پوڄيه سوامي جن ساڌڪن کي آسڻ جي باري ۾ گيان ڏيڻ کان پوءِ کين ڌيان يوگ ۾ سهايڪ مدرائن جي باري ۾ گيان ڏيڻ لڳا. مدرائن جو اسانجي مانسڪ ۽ شاريرڪ سواسٿيه ۽ ٻنهيءَ تي گهرو اثر پوي ٿو. ڌيان ڪرڻ سان گڏ ساڌڪ مدرائن جو ابياس ڪري ٻڻو فائدو وٺي سگهي ٿو.

سوامي جن چوڻ لڳا ته اسانجو شرير پنجن تتون جو ٺهيل آهي. اهي تتو آهن اگني، وايو، آڪاش، پرٿوي ۽ جل. اسانجي هٿ جي پنجن ئي آڱرين ۾ اهي تتو الڳ الڳ سمايل آهن. هٿ جي آڱوٺي ۾ اگني تتو آهي. آڱوٺي جي پرسان واري پهرين ڏسڻي آڱر ۾ وايو تتو آهي. وچين سڀ کان وڏي آڱر ۾ آڪاش تتو سمايل آهي. ٽين آڱر جنهن کي پاچ چئبو آهي ان ۾ پرٿوي تتو سمايل آهي. سڀ کان ننڍي پنجين آڱر جنهن کي چيچ چئبو آهي ان ۾ جل سمايل آهي.

انهن آڱرين کي الڳ الڳ طرح سان ملائڻ سان الڳ الڳ مدرائون ٺهن ٿيون. هنن مدرائن مان انيڪ فائدا آهن. ڌيان ۾ ويهڻ وقت ٻنهي هٿن سڌا ڪري کولي گوڏن تي رکڻ گهرجن. اُن وقت هٿ جي هٿيلي مٿي هجي. هاڻي اسين الڳ الڳ آڱرين کي آڱوٺي سان ملائي الڳ الڳ مدرائون ٺاهينداسين.

(1) گيان مدرا:- ڏسڻي آڱر ۽ آڱوٺي جي اڳئين سري کي ملائڻ سان هيءَ مدرا ٺهندي آهي باقي ٽي آڱريون بلڪل سڌيون رکبيون. هيءَ مدرا ٻنهي هٿن سان ڪرڻي آهي.

فائدا:- هن مدرا کي ڪرڻ سان من ايڪاگر ٿي ڌيان ۾ لڳندو، سمرڻ شڪتيءَ ۾ واڌارو ايندو، دماغ کي طاقت ملندي، دماغ ۽ نسن سان لاڳاپو رکندڙ ڪمزوريون دور ٿينديون، ننڊ سٺي ايندي. هن مدرا جو اڀياس وديارٿين ۽ ڌيان ڪندڙن جي لاءِ فائدي وارو آهي. هيءَ مدرا ويهي، ليٽي يا کيترو به وقت ڪري سگهجي ٿي. هيءَ مدرا سڀ ڪري سگهن ٿا.

(2) وايو مدرا:- هاڻي ڏسڻي آڱر کي آڱوٺي جي جڙ واري گڏيءَ سان ملايو ۽ آڱر جي مٿان آڱوٺو رکي ٿورو دٻايو. هيءَ مدرا 40 منٽ ڪرڻ گهرجي.

فائدا:- هن مدرا ڪرڻ سان وايو سنبنڌي سڀ روڳ دور ٿيندا. شرير جي ڪنهن به انگ ۾ ڪٽي هوندي ته اُها بلڪل بند ٿيندي. جوڙن جو درد دور ٿيندو. ان رنگ جو اثر به هن مدرا سان دور ٿيندو.

(3) آڪاش مدرا:- وچين آڱر کي آڱوٺي سان ملائجي ۽ باقي آڱريون سڌيون رکڻ سان هيءَ مدرا ٺهندي آهي.

فائدا:- هن مدرا ڪرڻ سان ڪنن جون سڀ تڪليفون دور ٿينديون.

(4) شونيه مدرا:- وچين آڱر کي آڱوٺي جي جڙ وٽ گدي سان ملائي ۽ مٿان آڱوٺو رکي ڏوڙو دٻائجي ۽ باقي آڱريون سڌيون رکجن.

فائدا:- هن مدرا ڪرڻ سان ڪن جون سڀ بيماريون دور ٿينديون. ڪنن جو سور يڪدم بند ٿيندو. ڪنن جو وهڻ، ڪنن جي ٻوڙاڻ ۽ ٻيون تڪليفون دور ڪرڻ لاءِ هيءَ مدرا اچوڪ آهي. هيءَ مدرا 40 منٽ ڪرڻ گهرجي. پراڻي بيماريءَ جي حالت ۾ گهڻو وقت ڪرڻ جي ضرورت آهي. ٻيءَ حالت ۾ تڪليف هٽڻ تي ئي هيءَ مدرا ڪرڻ گهرجي.

(5) پرٿوي مدرا:- ٽئين نمبر واري آڱر ٻاچ جي

اڳئين سري کي آڱوٺي جي اڳئين سري سان ملائڻ سان هيءَ مدرا ٺهندي آهي.

فائدا :- هيءَ مدرا پرٿويءَ وانگر پوشڻ ڪندڙ آهي. هن جي ڪرڻ سان ڪمزوري دور ٿيندي ۽ وزن جيترو ٿيڻ گهرجي اوترو وڌندو ۽ من پرسن رهندو. من ۾ اتساهه رهندو. هيءَ مدرا هر روز 40 منٽ ڪرڻ گهرجي. سڀني کي هيءَ مدرا ڪرڻ گهرجي.

(6) سوريه مدرا :- هن مدرا ۾ ٻاچ کي موڙي آڱوٺي جي جڙ واري گديءَ سان ملائڻو آهي ۽ ٻاچ مٿان آڱوٺو رکي ٿورو دٻائڻو آهي.

فائدا :- هن مدرا جي اڀياس ڪرڻ سان ٿولهه گهٽجندي ۽ وزن شرير جي انوپات ۾ رهندو. جيڪي موٽاپي کان پريشان آهن انهن کي هيءَ مدرا نيم سان روز 40 منٽ ڪرڻ گهرجي.

(7) اپان مدرا :- وچين آڱر ۽ ٻاچ جي سرن کي آڱوٺي جي سري سان ملائجي ۽ باقي آڱريون سڌيون رکجن.

فائدا :- هن مدرا جي ڪرڻ سان شرير جي گندن ۽ حصي ۾ رڪيل مل ٻاهر نڪرندو ۽ خون پسينو ايندو ۽ شرير شڌ ۽ نرمل ٿيندو.

(8) پران مدرا :- ڇيچ ۽ ٻاچ جي سرن کي آڱوٺي جي سرن سان ملائجي ۽ باقي آڱريون سڌيون رکجن.

فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان اکين جـي جوت وڌندي چشمي جو نمبر گهٽجندو ۽ اکين جون سڀ بيماريون دور ٿينديون. دل جي بيماري اهڙي ۽ شرير نروڳ رهندو. هيءُ مدرا اچا انوسار سڀ ڪري سگهو ٿا. هيءُ مدرا ڪيترو به وقت ڪري سگهجي ٿي.

(9) انگشت مدرا :- ڏائي هٿ جي آڱوٺي کي مٿي جهلي ٻنهي هٿن جي آڱرين کـي اهڙي نموني ڦاسائڻ گهرجي جيئن ساڄي هـٿ جـي ڏسڻي آڱر ۽ آڱوٺو مٿان اچي ڏائي آڱوٺي کي جهلين.

فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان شرير ۾ گرمي ايندي ۽ زڪام دور ٿيندو ڪنگهه لهندي. هيءُ مدرا 40 منٽن تائين ضرورت پوڻ تي ڪرڻ گهرجي.

(10) شنکه مدرا :- ڏائي هٿ جي آڱوٺي کي چئنين آڱرين سان پڪڙجي. ساڄي هٿ جي آڱوٺي کي ڏائي هٿ جي ڏسڻي آڱر سان ملائجي ۽ باقي رهيل ڏائي هٿ جي آڱرين کي ساڄي هٿ جي بند مٺ سان ملائي سڌو جهلجي.

فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان گلي جون سڀ تڪليفون دور ٿينديون.

پرم پوڄيه سواهي جن ساڌڪن کي مدرائن جي باري ۾ گيان ڏيڻ کان پوءِ چوڻ لڳا ته شرير کي تندرست رکڻ تمام ضروري آهي چاڪاڻ ته شرير دئاران ئي سڀ ڪم ڪاريون ڪيون وڃن ٿيون. شرير جي تندرست رهڻ سان ئي اسين پرماتما جو چنتن ڪري سگهون ٿا. ان ڪري شرير کي تندرست رکڻ لاءِ ڪا نه ڪا ڪسرت ڪرڻ تمام ضروري آهي. يوگ آسڻ پڻ سڀني ڪسرتن کان وڌيڪ شريشٽ آهن چاڪاڻ ته ٿوري محنت ڪرڻ سان يوگ آسڻ دئاران شرير جي اندرين انگن کي ڪرياشيل ڪري اُنهن ۾ وڌيڪ چستي پيدا ڪري سگهجي ٿي. يوگ ابياس دئاران شرير نروگ رهي ٿو، بيماريون دور ٿين ٿيون. شاريرڪ ڪرياڻن چڱي طرح سان هلن ٿيون، هاضمو سٺو ٿئي ٿو، خون جو دورو صحيح طرح سان ٿئي ٿو، من ۾ شانتي ملي ٿي ۽ جيون ۾ اُتساهه وڌي ٿو. انهيءَ ڪري پڙهجي وٽ آهر ڪجهه آسڻ ضرور ڪرڻ گهرجن. هاڻي اسين توهان کي اُنهن آسڻن ڪرڻ جي وڌي ۽ اُن مان ٿيندڙ فائدن جي باري ۾ ڄاڻ ڏينداسين.

آسڻ ڪرڻ جي شروعات ۾ شرير ۾ لچڪ آڻڻ ۽ سستي دور ڪرڻ لاءِ شرير کي اڳيان، پٺيان ۽

ڏائي ٻاسي، ساڄي ٻاسي گهمائي اُن ۾ اِسڦورتي آڻڻ گهرجي. اُن کان پوءِ هن طرح سان سڀ کان پهرين سوريه نمسڪار سان آسڻ شروع ڪري پوءِ ٻيهي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ ڪرڻ کان پوءِ ويهي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ ڪرڻ گهرجن ۽ سڀ کان پوءِ ليٽي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ ڪرڻ گهرجن. آسڻ پورا ڪري پوءِ پراڻايام ڪرڻ گهرجي ۽ پراڻايام ڪرڻ کان پوءِ ڌيان ۾ وهڻ گهرجي. اِن طرح ڪرڻ سان شرير ۽ آتما جي اُنتي ٿيندي ۽ پرم آنند جي پراپتي ٿيندي.

سوريه نمسڪار:- سوريه نمسڪار ارچنا به آهي ته ڪسرت به آهي. هن ۾ چار يوگ آسڻ ۽ ٽي پراڻايام سمايل آهن. اُن سان گڏ اسين هن آسڻ دئاران شڪتي ۽ پرڪاش سوريه ڀڳوان جي ارچنا ۽ پوڄا به ڪريون ٿا جنهن سان اسان کي شڪتي ۽ شانتي پراپت ٿئي ٿي. هيءَ پوڄا سوريه ڀڳوان جي ٻارهن نالن جي جاپ سان ڪئي وڃي ٿي جي هن ريت آهن:-

1- اوم مترايه نمهه (سڀ جو متر)
2- اوم رويي نمهه (ساراهه جي يوگيه)
3- اوم سورايه نمهه (جڳت جو سنچالڪ)
4- اوم ڀانوي نمهه (پرڪاش ڏيڻ وارا)

5- اوم ڪسگايہ نمھہ (آڪاش ۾ گمن ڪرڻ وارا)
6- اوم پوشڻو نمھہ (پالڻ پوشڻ ڪرڻ وارا)
7- اوم هرڻيہ گرڀايہ نمھہ
(سون جهڙي چمڪ ڏيڻ وارا)
8- اوم مريچي نمھہ (روڳ ناش ڪرڻ وارا)
9- اوم آدتيايہ نمھہ (ڪشش ڪرڻ وارا)
10- اوم سوتري نمھہ (پيدا ڪرڻ وارا)
11- اوم ارڪايہ نمھہ (پوڄا ڪرڻ لائق)
12- اوم ڀاسڪرايہ نمھہ (پرڪاش وارا)

مٿين ٻارهن نالن جو جاپ سوريہ نمسڪار جي پهرين استٿيءَ ۾ هٿ جوڙي هڪ هڪ ڪري ڪرڻو آهي. سڀ کان پهرين هٿ جوڙي سوريہ جي طرف منهن ڪري هڪ نالي جو جاپ ڪري، هن آسڻ جي شروعات ڪرڻي آهي. سوريہ نمسڪار جي ٻارهن استٿين جو ورڻن هن ريت آهي جو اسين توهانکي ڪري ڏيکاريون ٿا جيئن توهان کي چڱي طرح سمجهہ ۾ اچي سگهي.

سڀ کان پهرين زمين تي فراسي يا ڪمبل وڇائجي ۽ هلڪا ۽ ڍلا ڪپڙا پائجن جيئن آسڻ ڪرڻ ۾ رڪاوٽ نہ ٿوي.

پهرين استٿي :- سوريہ جي طرف منهن ڪري سڌو شرير کي چڪي ٻئي پير ملائي هٿ جوڙي

بيهجي. ساهه اندر چڪجي. هيءَ ٻهرين پراڻايام جي پورڪ اسٿتي آهي. هن اسٿتيءَ کي سوريه درشن به چوندا آهن.

ٻين اسٿتي:- ڏيري ڏيري هٿن کي ڪڍن سان ملائي سڌو مٿي کڻي وڃجي. ترِيون سامهون ڪري کليل رکجن. پيٽ اندر جي طرف چڪجي. ساهه کي روڪيو. هي پراڻايام جي ڪمڀڪ اسٿتي آهي. هن اسٿتيءَ کي تاڙ آسڻ به چوندا آهن.

ٽين اسٿتي:- ڏيري ڏيري ڪڍن سان ملائي هٿن کي سڌو رکي هيٺ آڻجي ۽ مٿي ۽ ڪمر کي جھڪائجي. جھڪڻ وقت گوڏا سڌا رکجن. مٿي ۽ ڪمر کي ايترو جھڪائجي جو هٿ زمين تي لڳن ۽ نڪ گوڏن سان لڳي سگهي. هيءَ اسٿتي ڏيري ڏيري ايندي. گھڻو زور نه لڳائجي جيترو سولائيءَ سان جھڪي سگهجي جھڪجي جيئن مانسپيشين ۾ ڇڪ نه اچي.

هاڻ ساهه ڇڏجي. هيءَ ٻهرين پراڻايام جي ريچڪ اسٿتي آهي. هن اسٿتيءَ کي پاد هست آسڻ به چوندا آهن.

چوٿين اسٿتي:- ساڄي ٽنگ کي پٺيان کڻي گوڏو زمين تي ٽيڪجي ۽ ساڄي ٽنگ جو گوڏو کڙو ڪري ٻاهرجي. ٻئي پادهون گوڏي جي آس

پاس سڌيون ڪري هٿ زمين تي رکجن. گوڏو پٺي هٿن جي وچ ۾ اڳيان نڪتل هجي. گردن ۽ مٿو آڪاش جي طرف ڪجي. ساهه کڻجي. هن کي ٻئي پراڻايام جي پورڪ اسٿتي چئجي ٿو.

پنجين اسٿتي :- ڏائي پير کي پٺيان کڻي ساڄي پير سان ملائجي، ڪڙيون زمين سان لڳائجن. هٿ لمبا رکجن. مٿي کي ايترو جهڪائجي جو پنهنجو دن ڏسي سگهجي. شرير جو بار پيرن جي آڱرين ۽ هٿن تي هجي. ساهه روڪيو. هن کي ٻئي پراڻايام جو ڪمڀڪ چئجي ٿو. هن اسٿتيءَ کي ترڪوڻ آسڻ به چئبو آهي.

ڇهين اسٿتي :- ٻنهين پيرن جي گوڏن کي زمين سان لڳائجي. پيٽ کي اندر ڇڪجي ۽ ڇاتي زمين سان لڳائجي. هٿ جون تريون زمين تي پاسرين جي برابر پر سان رکجن. ٻانهون ڇيلهه کان ڪجهه مٿيرو هجن. نڪ زمين سان لڳائجي ۽ ڪانڌي ڇاتيءَ سان لڳائجي. ساهه ڇڏيو. هي ڇهين پراڻايام جي ريچڪ اسٿتي آهي. هن کي شاشٽانگ پرڻام به چوندا آهن.

ستين اسٿتي :- ٻئي تريون زمين تي ٽڪيون رهن. مٿو ۽ گردن مٿي ڪري ايترو ته پٺيان جهڪائجي جو آسمان جو درشن ٿئي. ساهه اندر



سوريه نمسڪار ڪرڻ جو طريقو

چڪڻ گهر جي. هي ٽئين پراڻايام جي پورڪ استٿي آهي. هن استٿيءَ کي پجنگ آسڻ به چئبو آهي.

اٺين استٿي :- هيءَ استٿي پنجين استٿيءَ جي سمان آهي. مٿو پيٺ اندر چڪيل هجي. ساهه روڪيو. هيءَ ٽئين پراڻايام جي ڪمڀڪ استٿي آهي.

نائين استٿي :- هيءَ چوٿين استٿيءَ وانگر ئي آهي. صرف ايترو فرق آهي جو هن ۾ ڏائي ٽنگ کي پٺيان ڪڍي وڇڻو آهي ۽ ساڄو گوڏو مٿي رکڻو آهي. هن ۾ ساهه ڇڏبو. هيءَ ٽئين پراڻايام جي ريچڪ استٿي آهي.

ڏهين استٿي :- هيءَ ٽئين استٿيءَ جي برابر آهي. هن ۾ شرير جو بار ترين ۽ پيرن جي آڱرين تي هوندو ۽ گردن ۽ مٿي کي ايترو اندر ڪبو جو نابي نظر اچي. ساهه ڪڍو. هيءَ چوٿين پراڻايام جي پورڪ استٿي آهي.

يارهين استٿي :- هيءَ ٻي استٿيءَ جي سمان آهي. هن ۾ تاڙ آسڻ وانگر هٿ مٿي هوندا آهن. ساهه کي روڪيو. هيءَ چوٿين پراڻايام جي ڪمڀڪ استٿي آهي.

ٻارهين استٿي :- هيءَ استٿي پهرين استٿي جي سمان آهي. هن ۾ هٿ جوڙي سوريه ڀڳوان

جو درشن ڪبو. هن ۾ ساهه ڇڏبو. هيءَ چوٿين
پراڻايام جي ريچڪ اسٽيج آهي.

هي سوريه نمسڪار صبح جو خالي پيٽ ڪرڻ
گهرجي. شروعات ۾ صرف ٻه دفعا سوريه نمسڪار
ڪرڻ گهرجي. هر هفتي هڪ سوريه نمسڪار وڌائڻ
گهرجي. ٽن مهينن ۾ 12 دفعا روز سوريه نمسڪار
ڪرڻ جو نيم ٺاهڻ گهرجي. هر دفعي سوريه ڀڳوان
جي ارچنا جو منتر من ۾ چئجي. اهو خيال رکڻ
گهرجي ته سوريه نمسڪار پنهنجي وت آهر ڪرڻ
گهرجي. هن آسڻ ڪرڻ سان شرير ۾ اسفورتي
من ۾ پرسنتا ۽ جيون ۾ اُتساهه وڌندو. آتم وشواس
جي وڌڻ سان جيون آنند ميه ٿيندو. هي آسڻ ننڍا
وڏا، استري پرش سڀ آرام سان ڪري سگهن ٿا.
جي وقت نه ملي ۽ ٻيا آسڻ نه ڪري سگهجن ته
صرف سوريه نمسڪار ڪرڻ سان شرير نروڳ ۽
من پرسن رهندو ۽ آتم اُنتي ٿيندي.

پرم پوجيه سوامي جن سوريه نمسڪار جي وڌي
۽ اُن جو مهتو ٻڌائڻ کان پوءِ جگياسن کي چوڻ لڳا
ته شرير ۾ روڳ نروڌ شڪتي پيدا ڪرڻ ۽ شرير
جي دوشن کي دور ڪرڻ ۽ پورڻ تندرستي پراپت
ڪرڻ لاءِ ڪجهه بيهي ڪرڻ وارا، ڪجهه ويهي
ڪرڻ وارا ۽ ڪجهه ليٽي ڪرڻ وارا يوڳ آسڻ

ڪرڻ گهرجن. هنن آسڻن کي ڪرڻ ۾ صرف اڌ ڪلاڪ لڳندو پر انهيءَ جو لاڀ اهو آهي ته زندگيءَ ۾ شرير نروئي، من پرسن ۽ آتما پرماتما جي چرنن ۾ ليِن رهندي. انهيءَ ڪري اسين توهان کي اُنهن آسڻن جي ڪرڻ جي وڌي ۽ اُن مان ٿيندڙ لاڀ ٻڌايون ٿا جي هن ريت آهن:-

### بيهي ڪرڻ وارا آسڻ

(1) ارڌ ڪٽي چڪر آسڻ:- سڀ کان پهرين ٻئي پير ملائي هٿ سڌا ڪري ۽ هٿن جون آڱريون چڪي سڌيون ڪري بيهجي.

ساهه کڻندي ڌيري ڌيري ساڄي ٻانهن پاسي کان مٿي کڻي سڌي ڪري ڪن سان لڳايو. هٿ جي ترِي ڏائي پاسي هجي.

هاڻي شرير کي ڏائي پاسي جهڪايو. ڏائي هٿ جي ترِيءَ کي جيترو ٿي سگهي ڏائي ٽنگ سان ملائي هيٺ جهڪايو. جهڪڻ وقت ساهه ڇڏيو. مٿي کنيل هٿ مڙڻ نه گهرجي ۽ گوڏا بلڪل سڌا رهڻ گهرجن. هاڻي آرام سان ساهه کڻو ۽ ڇڏيو. هن اسٿتيءَ ۾ هڪ منٽ بيهڻ گهرجي.

ساهه چڱيءَ طرح کڻندي شرير کي سڌو ڪريو ۽ هٿ کي هيٺ ڪريو.

اهڙي ساڳي ڪسرت ڏائو هٿ مٿي ڪري ساڄي

ﭘاسي شرير کي جهڪائي ساڄيءَ وڏيءَ سان ڪريو.
ھن آسڻ ڪرڻ سان ﭘٺــيءَ جـــي ڪنڌ ۾ لچڪ
ﭘيدا ٿيندي ۽ جگر ﭘنوڙ ڪمر چستيءَ سان ڪرڻ
لڳندو.

(2) ﭘريورت ٽرڪوڻ آسڻ

سڀ کان ﭘهرين ھٿ ﭘاسي کـــان مٿي ڪري
ڪلهن جي برابر زمين جـــي سڌائـــيءَ ۾ ڪري
ﭘهار جن. ھاڻي ساڄي ﭘير کي ڏائي ﭘير کان ھڪ
ميٽر ﭘري رکو. ساھ اندر کڻو.
ڏيري ڏيري ڪمر کـــي موڙي ڏائو ھٿ ساڄي
ﭘير مٿان آڻيو. گوڏا بلڪل سڌا رھڻ گهرجن.
ساھ ڏيري ڏيري ڪڍندي ھڪ منٽ ھن اسٿتيءَ
۾ بيهڻ گهرجي.
ھاڻي شرير کي سڌو ڪري ھٿ ھيٺ ڪري
بيهو.
اھا ساڳي ڪسرت ڏائي ﭘاسي به ڪريو.
ھن آسڻ ڪرڻ سان ﭘٺيءَ جي ڪنڌ ۾ چڱو
گهماءُ ٿو اچي ۽ ان جي ڪمين کي سڌاري ٿو.
ھن آسڻ ڪرڻ سان گردا مضبوط ٿيندا.

(3) ارڌ چڪر آسڻ

سڀ کان ﭘهرين ﭘير ملائي سڌو بيهجي. ﭘٺي
ھٿ ﭘليان ڪمر تـــي رکي ﭘٺيءَ کي سهارو ڏيو
ساھ ٻاھر ڇڏيو.

ڍيري ڍيري ٻانهن کي پٺيان جهڪايو. ٽنگن کان ڪمر تائين شرير سڌو رهي. شرير جو ڪمر کان مٿي وارو حصو ئي پٺيان جهڪائڻ گهرجي. شرير کي جهڪائيندي ساهه اندر کڻو. مٿي کي جيترو ٿي سگهي پٺيان جهڪايو، گردن کي جيترو ٿي سگهي پٺيان موڙيو. هن اسٿتيءَ ۾ هڪ منٽ رهو ۽ آرام سان آهستي آهستي ساهه کڻو.

پرم پوڄيه سوامي جن جگياسن کي چوڻ لڳا ته بيهي ڪري آسڻ ڪرڻ کان پوءِ ويهي ڪري آسڻ ڪندا سين ان لاءِ زمين تي ڪمبل يا فراسي وڇائي اُن تي چڱيءَ طرح ويهي رهو ۽ آسڻ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو.

## ويهي ڪرڻ وارا آسڻ

(1) پشچموتان آسڻ :- زمين تي ويهي ٻئي ٽنگون سڌيون ڪريو. ٻنهيءَ جي ڪنڍي کي سڌو رکي سڌا رهو. ٻئي هٿ ڪلهن جي برابر ڏائي ۽ ساڄي پاسي مٿي ڪريو. ٻئي هٿ جهڪي مٿي آڻيو جيئن ٻئي ٻانهون ڪنن کي لڳن ۽ تريون سامهون هجن. ساهه اندر کڻو.

ساهه ٻاهر ڇڏيندي سڄي شرير کي سامهون جهڪايو جيئن شرير ۽ ٻانهون زمين جي سمتل اچن.

هاٿــي ڏسڻي آڱرين سان ٻنهي پيرن جـي آڱوٺن کي ڀڪڙيو ۽ ڏيري ڏيري شرير کي ڇڪيو وٺان جهڪائي منهن کي گوڏن جي وچ ۾ آڻيو. هٿن کي ڏونئين وٺان موڙيو ۽ پيٽ جي نس کي ڍاو ڪريو. اهين ڪندي گوڏا بلڪل سڌا هئڻ گهرجن. هن اسٿتيءَ ۾ ٻه منٽ رهو ۽ آرام سان ساهــه کڻندا رهو. ساهــه ڪڍندي ڏيــري ڏيري مٿئين ڌڙ کي مٿي ڪريو.

فائدا :- هن آسڻ ڪرڻ سان ميرو دنڊ ۾ هلچل ٿئي ٿــي ۽ اُن ۾ لچڪ اچي ٿي. جٺرا اگني تيز ٿئي ٿــي ۽ هاضمو سڌري ٿو. پيٽ ڏــي چڙهيل چربـي گهٽجي ٿي. پيٽ جـي اندر سڀني عضون جـي ڪسرت ٿئي ٿي ۽ قبضي دور ٿئي ٿي. هن سان آڌياتمڪ اُنتي ٿئي ٿي.

(2) اشٽر آسڻ :- ڏنڊگون اڳيان ڪري زمين تي وهو. هاٿي گوڏا موڙي هٿ گوڏن ڏــي رکي وهو. هيءَ اسٿتي وجر آسڻ جي آهي. هاٿي گوڏن ڀــر شرير کــي مٿي ڪريو، ساهه کڻندي شرير کــي پٺيان موڙيو ۽ هٿ ڪڙين تي رکو. ڪجهه وقت هن اسٿتيءَ ۾ ٻيهي ساهه کڻندي شرير کي سڌو ڪريو ۽ سڌا ٿي وهو.

فــائدا :- هاضمو تيز ٿئي ٿــو. جگر ۽ پيٽ جا

وڪار دور ٿين ٿا. ٻنهي جي ڪنڌي ۾ لچڪ اچي ٿي ۽ رت جو دؤرو دماغ ڏانهن ٿئي ٿو. ٻنهي جي سور جي تڪليف دور ٿئي ٿي.

(3) آرڌ مستيندر آسڻ :— ڏنگون سڌيون ڪري ويهو. ساڄو پير ڏائي سٿر تي رکو. ڏائو گوڏو مٿي ڪريو ۽ پير جو ترو ساڄي ڏنگ جي ٻاهران گوڏي وٽ رکو. ڏائو گوڏو ساڄي بغل ۾ دٻايو. ساڄو هٿ گوڏي جي ڏائي پاسي ڪري اُن سان ڏائي پير جي آڱوٺي کي پڪڙيو. هٿ اُڀو هجي. ڏائو هٿ پٺيان ڪري ساڄي ڏنگ تي اُڀو رکو. گردن ڏائي پاسي گهمائي کاڏي ڏائي ڪلهي سان لڳايو. ڪجهه وقت هن اسٿتيءَ ۾ رهو ۽ واپس ڏيري ڏيري سڌا ٿي ويهو. هاڻي اهو آسڻ ٻئي پاسي به ڪريو.

فائدا :— هن سان مٺا پيشاب دور ٿين ٿا. هن سان هاضمو تيز ٿئي ٿو. ٻنهي ۽ پيٽ جا وڪار دور ٿين ٿا. ٻنهي جي ڪنڌي ۾ لچڪ اچي ٿي. هن آسڻ ڪرڻ سان ڪنڌلني جاڳرت ٿئي ٿي ۽ آتمڪ اُنتي ٿئي ٿي.

ويهي ڪري آسڻ ڪرڻ جي وڌي سمجهاڻي کان پوءِ هرم پوڄيم سواءِ جن جڳهاسين کي زمين تي ليٽي ڪري آسڻ ڪرڻ جي وڌي سمجهاڻي لڳا.

## ليٽي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ

(1) ڀجنگم آسڻ :— ڪمبل تي اُلٽو ليٽي پٺي ٽنگون گڏ رکو. پيرن جون تريون مٿي طرف هجن. ڪاڏي زمين تي لڳايو. هٿ سڌا رکي ٻانهون ڊگهيون ڪريو.

ٻانهون ٻنهي آڏي هٿ ڇاتيءَ واري پاسريءَ جي برسان رکو ۽ ڏونڊ وٽ ٻانهون موڙيو. ڏونڊيون شرير سان لڳايو. پهرين مٿو مٿي کڻو پوءِ ڌڙ کي ڌيري ڌيري مٿي ڪريو جئين نانگ ڦڻ مٿي ڪندو آهي. ڌڙ جو جيترو حصو ٿي سگهي زمين کان مٿي کڻو. باقي شرير جو حصو زمين کان لڳو رهي. ساهه اندر کڻندي شرير کي مٿي کڻو. مٿي پهچي آرام سان ساهه کڻو ۽ ڇڏيو. 15 ـ 20 سيڪنڊ مٿي رهڻ کان پوءِ ڌيري ڌيري ساهه ٻاهر ڇڏيندي هيٺ اچو. هيءُ آسڻ گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا ڪرڻ گهرجي.

فائدا :— پٺيءَ جي ڪنڊي ۾ لچڪ ايندي. گهڻي وقت ڪري پٺيءَ جو سور لهندو. پيٽ جي چرٻي گهٽجندي. دمي ۽ ٻين ساهه جي بيمارين لاءِ فائديمند آهي. هن آسڻ ڪرڻ سان ڪنڊاليني جاڳرت ٿيندي.

(2) سروانگم آسڻ :— اسٽٽي ۽ ڪمبل تي پٺيءَ ڀر ليٽو. ٻانهون ٻنهي پاسن سڌيون ڪري رکو.

پوءِ ٽنگون ڌيري ڌيري آرام سان مٿي کڻو جيئن 45 ڊگرين جو زمين سان ڪوڻ ٺهي.

هاڻي ٽنگون اڃا به مٿي کڻو جيئن 90 ڊگري جو ڪوڻ ٺهي.

هاڻ ڌڙ کي مٿي کڻو. پٺيءَ کي ٻنهي هٿن جي ترين سان سهارو ڏيو. ڌڙ کي جيترو مٿي کڻي سگهو کڻو جيئن کاڏي ڇاتيءَ سان اچي لڳي ٽنگون بلڪل سڌيون هجن. ڌيري ڌيري ساهه کڻي هن آسڻ ۾ ٻه منٽ رهو.

فائدو :- هن سان ٿائرائڊ کي طاقت ملندي ۽ شرير چست ۽ درست رهندو. دماغ ۾ رت جو دورو چڱيءَ طرح هلندو ۽ دل کي آرام ملندو. اهڙي نموني هن آسڻ ڪرڻ سان شرير ۽ من تندرست رهندو. هن آسڻ کي انهيءَ ڪري سڀني آسڻن جو سرتاج چيو ويو آهي. صرف هڪ ڳالهه جو ڌيان رکڻ جي ضرورت آهي ته ڪٿي جهٽڪو نه ڏيڻو آهي سڀ ڪريا ڍاز سان ۽ آرام سان ڪرڻي آهي.

(3) متسيه آسڻ :- هي آسڻ ٻن طرفن سان ڪري سگهجي ٿو. ويهي پدم آسڻ لڳائي ۽ ٻيو ليٽي پدم آسڻ لڳائي.

اسٽيپ :- ڪمبل تي ويهي ٽنگون سڌيون ڪريو.

ساڄي ٽنگ موڙي ۽ اُن کي ڏائيءَ ستر تي رکو. ڏائي ٽنگ موڙي ۽ اُن کي ساڄيءَ ستر تي رکو. اهڙي نموني پدم آسڻ لڳايو.

پٺيان مڙو. پهرين ساڄي ڏونٽ سان شرير کي سهارو ڏيو ۽ پوءِ ڏائي ڏونٽ سان سهارو ڏيو ۽ مٿو زمين تي رکو. ڪلهن پرسان هٿ رکو جيئن آڱريون ڪاهن طرف هجن. هاڻ ٻار ترين تي وجهو. مٿو ۽ ڇاتي زمين کان مٿي ڪريو. گردن ۽ پٺيءَ جي ڪنڌي کي موڙي مٿي جو وچون حصو زمين تي اٽڪيو. مٿي تي ٻار وجهڻ کان پوءِ هٿ هٽايو. هٿ اڳيان ڪري ڏسٽي آڱر سان پير جي آڱوٺن کي پڪڙيو. هن اسٿتيءَ ۾ قريب اڌ منٽ رکجو.

مٿسيم آسڻ سروانگ آسڻ جو پورائو ڪندڙ آهي. جيترو وقت سروانگ آسڻ ڪجي اُنجو ٽيون وقت هي آسڻ ڪرڻ گهرجي.

فائدا:- هن آسڻ ڪرڻ سان مٺا پيشاب دور ٿيندا. دم ۽ ٻين ڦڦڙن جي بيمارين ۾ فائدو پوندو. هن آسڻ ڪرڻ سان بواسير ۾ فائدو پوندو.

هلن آسڻ ڪرڻ کان پوءِ شو آسڻ ڪرڻ گهرجي. هي آسڻ من جي ٿڪتاڻ کي ختم ڪري شانتي ڏئي ٿو ۽ من ۾ ايڪاگرتا اچي ٿي ۽ هن سان ڌيان ڪرڻ ۾ وڏي مدد ملي ٿي. اڄ ڪلهه جي ڀڄ ڊوڙ جي زندگيءَ ۾ هي آسڻ رام ٻاڻ آهي ۽ هي آسڻ هر ڪنهن کي ضرور ڪرڻ گهرجي. هي آسڻ

ڪرڻ سان بلڊ پريشر گھٽجي ٿو ۽ دل مضبوط ٿئي ٿي .

شو آسڻ :— زمين تي ڪمبل وڇائي سڌا پٺيءَ ڀر ليٽو . پير هڪ ٻئي کان هڪ فٽ پري رکو . هٿن کي شرير کان ٿورو پري رکو ۽ ترين سڌيون مٿي رکو .

شرير کي ٿورو ڇڪي ۽ سڄي بدن کي ڍلو ڇڏيو جيئن چڱيءَ طرح آرام اچي .

پيرن کان وٺي مٿي تائين شرير جي هر هڪ انگ تي ڌيان ڏيو ۽ ائين محسوس ڪريو ته هر هڪ انگ ۾ آرام اچي رهيو آهي . محسوس ڪريو ته هر هڪ ساهه سان شانتي ۽ تندرستي هر هڪ انگ ۾ اچي رهي آهي ۽ هر هڪ ساهه کي ٻاهر ڪڍڻ وقت محسوس ڪريو ته اشانتي ۽ روڳ ٻاهر وڃي رهيو آهي .

ائين ڪندي شرير جي ٻاهرين ۽ اندرين انگن کي پورو آرام ڏيو . پر ننڊ نه ڪريو ڌيري ڌيري رام جو سمرڻ ڪريو ۽ ڌيان لڳايو .

هي آسڻ هر روز 5 کان 10 منٽن تائين ڪرڻ گھرجي .

آسڻن جي باري ۾ وستار سان گيان ڏيڻ کان پوءِ پرم پوڄيه سوامي جن جڳياسين کي پراڻايام جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳا .

## پراڻايام

پراڻايام اشٽانگ يوگ جو چوٿون انگ آهي. هي يوگ جي تمام مهتو واري ۽ اوچي ڪڙي آهي.

پراڻ جو مطلب آهي جيوني شڪتي. سڀني جيو ڌارين جي جيون جو آڌار پراڻ ئي آهي. يوگ جي ڀاشا ۾ ان پراڻ کي نيم سان هلائڻ ۽ وس ۾ ڪرڻ کي پراڻايام چيو ويو آهي. پراڻ هڪ قسم جي ودوت شڪتي آهي جيڪا شرير، من ۽ ٻڌيءَ کي هلائي ٿي ۽ نيم ۾ رکي ٿي.

شرير جي پوترتا لاءِ جيئن، شنان ضروري آهي تيئن من جي پوترتا لاءِ پراڻايام ضروري آهي. پراچين رشين منين جي مت انوسار من ۽ پراڻ هڪ ٻئي تي آڌارت آهن. هڪ تي اڌڪار ڪرڻ سان ٻئي تي پنهنجو پاڻ اڌڪار ٿي ويندو. من کي يڪدم وس ۾ ڪرڻ ڏکيو آهي. ان ڪري پراڻ کي وس ۾ ڪري اُن دئاران من کي وس ۾ ڪري اُن کي ايڪاگر ڪيو ويندو آهي.

ڪٺو اُپنشد ۾ شرير کي رٿ، من کي لغام، اندرين کي گهوڙا، وشيه کي پٿ (رستو) ۽ ٻڌيءَ کي سارٿي چيو ويو آهي. رٿ ۾ ويٺل آتما کي رٿ جو سوامي چيو ويو آهي. جي آتما روپي رٿ جو سوامي سمجهدار ڏاهي ۽ ٻڌي روپي سارٿي

ڏٺاران اندرين روپي گهوڙن کي وس ۾ نٿو ڪري
ته ڪڏهن به پنهنجي منزل تي پهچي نه سگهندو.
مطلب تـه دشت گهوڙن جـي سمان اندريـون
جيڏانهن چاهينديون اُن کي ڇڪي وٺي وينديون
۽ وڃي اُن کي اوراهه ۾ وجهنديون. پـراڻ روپي
شڪتي پرواهه جڻ ته بڌي روپي سارٿيءَ جي هٿن
۾ اندرين روپي گهوڙن کي وس ۾ ڪرڻ لاءِ لغام
آهي ۽ يوگ ۾ سڦلتا حاصل ڪرڻ لاءِ اندرين کـي
وس ۾ ڪرڻ تمام ضروري آهي.

هن ڳالهه کـي چٽيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ پـرم
پوڄيه سوامي جن جگياسين کـي هـيءَ درشٽانت
ٻڌايو.

درشٽانت :- هڪ راجا هو اُن وٽ هڪ سمجهدار
وزيـر هو. ڪنهن ڪارڻ راجا اُن سان نـاراض ٿي
ويو. راجا وزير کي هڪ مينار جي چوٽيءَ تـي قيد
ڪري رکڻ جو حڪم ڏنو. راجا جي حڪم جـو پالن
ڪيو ويو. وزير بـه اُتي قيد ٿـي موت جو انتظار
ڪرڻ لڳو. وزير جـي زال پتيورتا نار هئي. رات
جو اُن مينار وٽ اچي چوٽيءَ تي قيد ٿيل وزير کان
پڇڻ لڳي ته مان ڪهڙي نموني تنهنجي رکيا ڪري
سگهان ٿي؟ تنهن تي وزير چيس ته سڀاڻ رات جو
هڪ ڏـاڍو لـمبو رسو، هڪ مضبوط ڏوري، هڪ پتلي

ست، ريشم جو سلهو ست، هڪ پرنگ ۽ ٽوڙي
ماکي ڪٺي اچجانءِ. وزير جي زال هيءُ سڀ ٻڌي
عجب ۾ پئجي ويئي ۽ سوچڻ لڳي ته هن شين
سان هيڏي اوچي منار تان ڪيئن لهي سگهبو.
خير ٻئي ڏينهن هوءَ ويچاري پتيءَ جي آڳيا انوسار
اهي سڀ شيون ڪٺي آئي. سندس پتيءَ ڪيس
چيو ته سڀ کان پهرين ريشمي سڳو پرنگ جي
پير ۾ مضبوطيءَ سان ٻڌ، اُن جي مڇن تي هڪ
ڦڙو ماکي لڳائي ڇڏ ۽ پرنگ جو منهن مٿي ڪري
اُن کي منار جي پٽ تي چاڙهي ڇڏ. پتيو رتا نار
پتيءَ جي سمجهائي آڳيائن جو پالن ڪيو. هاڻ اُن
ڪيڙي پنهنجو لمبو رستو طئه ڪرڻ شروع ڪيو.
سامهون ماکيءَ جي خوشبوءِ سنگهي اُن جي لالچ
۾ هو ڏيري ڏيري مٿي چڙهڻ لڳو ۽ آخر وڃي
منار جي چوٽيءَ تي پهتو. وزير اُن کي يڪدم
پڪڙي ورتو ۽ اُن سان ڳنڍ ريشم جي سڳي کي به
جهلي ورتو. اُن کان پوءِ پنهنجي استريءَ کي
چيائين ته هاڻي بدلي ۾ جيڪو ست آهي سو ريشمي
سڳي سان ٻڌي ڇڏ. اهڙي طرح اهو به سندس
هٿ ۾ اچي ويو. انهيءَ آڌار سان هن ڏوري ۽ رسو
به پڪڙي ورتو. هاڻي ڪا ڳالهه ڏکي نه رهي. رسو
ٻڌي ڪري وزير هيٺ لهي آيو ۽ آئان پهچي چڪو.

اسان جي ديهه ۾ ساهه جو کڻڻ ۽ ڇڏڻ ريشمي
سڳي مثل آهي. اُن جي ڌارڻ ڪرڻ سان يا اُن
کي سيمر ۾ آڻڻ سان ڀرين سدايو شڪتي پرواهه
يعني ست جو پنڊال ۽ پوءِ مورتي روپي ڏوري ۽
انت ۾ پراڻ روپي رسيءَ کي پڪڙي سگهون ٿا
پراڻ کي جيتڻ کان پوءِ مڪتي پراپت ٿئي ٿي.
درشٽانت ڀڌائي پرم پوڄيه سوامي جن چوڻ
لڳا ته روحاني صفر ۾ پراڻن تي اڌڪار ڪرڻ جو
وڏو مهتو آهي. پراڻن د ڌاران ئي چت جي ورتين
جو سنچالن ٿئي ٿو. اسان جي شرير ۾ جيڪي به
ڪريائون ٿين ٿيون. اهي سڀ اسان جي شرير جي
گرنٿين دوارا ٿين ٿيون. انهن گرنٿين مان هڪ
قسم جو رس نڪري ٿو جنهن کي هارمون چون ٿا.
اهي هارمون دوارا ئي اسان جي من ۾ ترشنا ۽
انيڪ پرڪارن جون اڇائون پيدا ٿين ٿيون ۽ انهن
اڇائن کي پورڻ ڪرڻ جي چاهه پيدا ٿئي ٿي.
انهن گرنٿين جو سنبنڌ سڌو پراڻ وايو سان آهي.
جڏهن چنتا يا غصو اچي ٿو تڏهن ساهه کڻڻ جي
گتي تيمي ٿي وڃي ٿي. جيڪڏهن اسين ان وقت
لمبا ساهه کڻڻ شروع ڪنداسين ته غصو غائب ٿي
ويندو ۽ چنتا لهي ويندي. اهو ڏيکاري ٿو ته چت
کي شانت ڪرڻ ۽ من جي ايڪاگرتا لاءِ پراڻن کي

وس ۾ ڪرڻ تمام ضروري آهي ۽ اهو پراڻ ايام
ڏٺاران ئي ممڪن آهي .

پرم پوجنيہ سوامي جن جگياسين کي پراڻن جي
موتو کي چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ هي ڀڄن ٻڌايو

卐 ڀڄن 卐

جگياسو سانس جي مالها سور
سواس جي مالها سور جگياسو ..........

(1) سواس جي مالها سور سوير و
آسڻ ماري ويهه تون اڪيلو
ملي موهن سان ڪر تون ميلو
اور انهيءَ سان اور ..........

(2) سواس جي پولي سهي سچاڻج
انتي پهر اندر ۾ آڻج
موج ملي تون تنهن سان ماڻج
چنتا ڏيندءِ چور ..........

(3) سواس اندر هڪ سپ آهي
سپ اندر هڪ موتي آهي
موتيءَ ۾ هڪ جوتي آهي
جوتيءَ سان جيءَ جوڙ ..........

(4) سواس جي مالها ڦري سدائين
ڪنهن ڪنهن گرمکر سو جهي پائي
کهي ڏينهن جن سرت ملائي
تن من تن تان گهور ..........

پرم پوجنيہ سوامي جن هي پڇن پڌائي جڳياسن کي چوڻ لڳا تہ اسانجي پرم پوجنيہ ستگرو سوامي ٽيئونرام مهاراج جن هن پڇن پر صاف صاف پڌايـو آهي تـہ پرماتما سان ميلو ڪرڻ لاء سواس جـي سمرڻي سورٽي پوندي.

هاڻي اچو تہ اهو ويچار ڪريون تہ اهـا سواس جي سمرڻـي ڪيئن سورجي جيئن هي روحانـي صفر پورو ڪري پرماتما سان ميلو ڪري سگهجي.

پراڻن جي گتيء ڪـي چئن حصن ۾ ورهائـي سگهجي ٿو.

1. پورڪ (ساهہ اندر کڻڻ)
2. ڪمڀڪ (ساهہ اندر روڪڻ يعنيٰ اندهہ ڪمڀڪ)
3. ريچڪ (ساهہ ٻاهر ڇڏڻ)
4. سونيڪ (ساهہ کي ٻاهر روڪڻ يعنيٰ ٻاهيہ ڪمڀڪ)

جڏهن پراڻن جون اهي چارئي ڪرايائـون ٺيڪ سان ڪجن ٿيـون تڏهن اُن کي پراڻايام چيو وڃي ٿو. پراڻايام جون گھڻيون وڌيون آهن جن مان اٺ وڌيون مکيہ آهن:-

1. نـاڙي شوڌن 2. ڪپالڀاتـي 3. ڀستـريڪا 4. اُجائي 5. ڀرماري 6. شيتلي 7. شيستڪاري 8. سوريہ ڀيدن.

يوگہ ابياسي مٿين وڌين مان پهرئين روڄي ۽

پرڪرتيءَ جي مطابق ڪنهن به وڏيءَ کي چوڻبي اپياس ڪندا آهن. گرهستين لاءِ ناڙي شوڌن ۽ سوريه ڀيدن جو اپياس وڌيڪ فائديوارو آهي.

پراڻايام جو مکيه ساڌن ناسڪا آهي. ناسڪا جي ساڄي چوڏيءَ کي سوريه ناڙي يا پنگلا چيو ويندو آهي. ۽ ڏائيءَ چوڏيءَ کي چندر ناڙي يا اڙا چيو ويندو آهي. اُنهن جو پرڀاءُ الڳ الڳ آهي. سوريه ناڙي گرم آهي ۽ چندر ناڙي سيتل آهي. جڏهن اسين سوريه ناڙيءَ دُواران ساهه کڻون ٿا تڏهن اندر ۾ گرمي پيدا ٿئي ٿي ۽ جڏهن چندر ناڙيءَ دُواران ساهه کنيو ويندو آهي تڏهن اندر ۾ سيتلتا ايندي آهي.

شرير ۾ جڏهن سوريه تتو وڌيڪ ۽ چندر تتو گهٽجي ٿو تڏهن شرير ۾ گرمي پيدا ٿئي ٿي ۽ پت سنبنڌي بيماريون ٿين ٿيون ۽ جڏهن شرير ۾ چندر تتو وڌيڪ ۽ سوريه تتو گهٽجي ٿو تڏهن شرير ۾ سيتلتا پيدا ٿئي ٿي ۽ ڪف سنبنڌي بيماريون ٿين ٿيون.

پرڪرتي پنهنجو پاڻ هڪ ناڙي کولي ٻيءَ کي بند ڪري شرير جي ضرورت انوسار اهو سنڀالي رکي ٿي ته جيئن شرير نروگ رهي.

ساڄي پاسي ليٽڻ سان چندر ناڙيءَ جي گتي

وڌي وڃي ٿي ۽ ٻائي پاسي (ڪروٽ) ليٽڻ سان سوريه ناڙيءَ جي گتي تيز ٿي وڃي ٿي.

اڀياسي پراڻايام جي اڀياس ڏواران پراڻ جي گتيءَ کي وس ۾ ڪري اهو سنتلن بيهاري ٿو جنهن سان شاريرڪ ۽ روحاني ترقي ٿئي ٿي.

پرم پوجنيه سوامي جن جگياسين کي چوڻ لڳا ته هاڻي اسين يوگ ساڌنا جي شروعات پراڻايام سان ٿا ڪريون. پراڻايام ڪرڻ ۾ ڪا به جلدبازي نه ڪرڻي. آهي تمام ڌيري ڌيري هڪ هڪ قدم اڳتي وڌائڻو آهي.

سڀ کان پهرين ڪنهن کلي جڳهه تي جتي صاف هوا هجي اُتي ڪمبل يا آسڻ وڇائي ويهجي. ويهڻ وقت پدم آسڻ، ارڌ پدم آسڻ يا سکه آسڻ لڳائجي. ڪمر، پٺيءَ جو ڪنڌو، گردن ۽ مٿو هڪ سيڌ ۾ رکجن.

ڪجهه ڏينهن پهرين ناسڪائن سان بنان ڪمڀڪ يعني ساهه روڪڻ بنان پورو ساهه ڀريو ۽ ڇڏيو. ساهه کڻڻ ۽ ڇڏڻ وقت اُن تي ڌيان ڏيو ۽ محسوس ڪريو ته ساهه اندر وڃي رهيو آهي ۽ ٻاهر نڪري رهيو آهي. پهرين ڌيان ناسڪا جي اڳ ڀاڱي تي ڏيو ۽ ساهه کڻڻ وقت ”سو“ ۽ ڇڏڻ وقت ”هم“ جو جاپ ڪريو. اها ڪوشش ڪريو ته ساهه کڻڻ ۽

چنڊڻ ۾ وقت برابر لڳي. ساهه نائي وٺڻ کڻڻ لاءِ
پيٽ کي دٻايو ۽ ڇڏيو.

اهو ابياس ڪرڻ کان پوءِ جڏهن آنند اچي ۽
ڪنهن به قسم جي گهٽڻ محسوس نه ٿئي تڏهن
آهستگي ناسڪائن دوارا ابياس شروع ڪجي.
سڀ کان پهرين ساڄي هٿ جي آڱوٺي سان
ساڄي پاسي جي ناسڪا بند ڪري ڌيري ڌيري
گهرو ساهه اندر کڻو. هاڻي ساڄي چيچ سان
ڏائي پاسي جي ناسڪا بند ڪري ساڄي ناسڪا
کولي آڱوٺو هٽائي ساهه ڇڏيو. ساهه ڇڏڻ وقت
پيٽ کي چڱيءَ طرح دٻايو جيئن ساهه پوريءَ
طرح سان ٻاهر نڪري. هاڻ ساڄي ناسڪا کان ساهه
اندر کڻو ۽ پيٽ کي ڍلو ڇڏيو ۽ ساڄي ناسڪا
آڱوٺي سان وري بند ڪري ڏائي ناسڪا کولي ساهه
ڇڏيو. پراڻاياما جو هيءُ هڪ چڪر ليکبو. شروعات
۾ هي ابياس نو دفعا ڪرڻ گهرجي ۽ هر هفتي
ڌيري ڌيري اهو انداز وڌائي 25-30 دفعا ڪرڻ
گهرجي. هن ابياس ۾ ساهه کي روڪڻو ناهي.
هيءُ ابياس ٽي مهنا ڪرڻو آهي. هن پراڻاياما کي
ناڙي شوڌن پراڻاياما چئجي ٿو.

ناڙي شوڌن پراڻاياما جو چڱو ابياس ڪرڻ کان
پوءِ هن ۾ ڪمڀڪ ڪرڻو آهي. هاڻ پهرين ساهه

ڏيري ڏيري اندر کڻبو ۽ ڪڍڻ کان پوءِ اُن کي پٽا
شڪتي روڪبو. روڪڻ کان پوءِ ساهه ٻاهر ڇڏبو
يعني ريچڪ ڪبو. ساهه پيٽ کي سڪوڙي پوريءَ
طرح ٻاهر ڪڍبو. ساهه ڪڍڻ کان پوءِ اُن کي ٻاهر
روڪبو. هن کي شونيڪ يا ٻاهيه ڪمڀڪ چئبو. اهڙي
نموني هي ڪمڀڪ ٻه دفعا روز ڪبو ۽ ڏيري ڏيري
وڌائي هي پراڻايام ڪل پنج دفعا ئي ڪرڻو آهي.
گرهستين کي ان کان وڌيڪ نه ڪرڻو آهي. هن کي
سوريه ڀيدن پراڻايام چئبو آهي.

جنهن وقت ڪمڀڪ ڪريو اُن وقت اهڙا ڪلپنا
ڪريو ته اُن ڪمڀڪ ذريعي ڪنڊلنيءَ کي جاڳائي
رهيا آهيو. يوگين جي انوسار اسانجي شرير ۾ هڪ
روحاني شڪتي آهي، هڪ وڏوت ڌارا آهي جنهن
کي ڪنڊلني چئجي ٿو اها ڪنڊلني مولاڌار چڪر
وٽ سپت اوستا ۾ سمهيل ناڳڻ وانگر ڪنڊلي
ماري سمهي پيئي آهي. ڪمڀڪ ڪري اُن جي سر
مٿان پراڻ شڪتيءَ جو پرهار ڪري جاڳائڻو آهي.
اُن شڪتيءَ کي جاڳائڻ کان پوءِ ان کي ميرودنڊ
۾ اسٿت سوکيم سشمنا ناڙيءَ ذريعي ستن چڪر
ڀيدي مستڪ جي سري ۾ اسٿت سهسرار ۾ پهچائڻو
آهي. اسان جي شرير ۾ آهي ست چڪر هن طرح
آهن :-

1- مولاڌار چڪر - ميرو ڏنڊ جي هيٺئين سري وٽ.
2- سواڌشٽان چڪر- ناڀي پرديش کان چار آڱر هيٺ
3- مڻي پور چڪر- هيءُ چڪر نـاڀي پـرديش ۾ استٿت آهي.
4- اناهت چڪر - هيءُ هردي جي ڀـرسان استٿت آهي.
5- وشڌ چڪر- هيءُ ڪنٺ جي هيٺان استٿت آهي.
6- آڳيا چڪر- هيءُ ٻنهي اکين جي وچ ۾ استٿت آهي.
7- سوسرار- هيءُ اُلٽي ڪمل وانگر مٿي جي مٿئين حصي ۾ استٿت آهي.

ڪنڊلنيءَ کي جاڳائڻ ۽ اُن کي هڪ هڪ چڪر پار ڪرائي سهسرار ۾ پهچائڻ جي ڪريا پربـل اڇا شڪتيءَ ۽ اونچي ڪلپنا شڪتـيءَ سان ڪري سگهجي.

ڪبير صاحب هن روحاني سفر جو پنهنجي هن پد ۾ تمام سهڻي ڍنگ سان ذڪر ڪيو آهي.

آرت آرت ڪي گنگا جمنا، مول ڪنول ڪو گهاٽ
شٽ چڪر ڪي گاگري، ترڪٽي سنگم ٻـاٽ
نـاد بنـد ڪي نـاوري، نـام نـام کهار
ڪهي ڪبير گڻ گائـاي، گـرو گم اُتري پـار.

هن پد ۾ ڪبير صاحب جن فرمايو آهي تہ هي

شرير ڇهن چڪرن روپي گهاگهر آهي، گنگا ۽ جمنا اڙا ۽ پنگلا جي سنگم وٽان ٿي ڏسوين دوار ڏانهن وڃڻ جي وات آهي. مولاڌار وٽ گهاٽ آهي، ناد ۽ بندوءَ جي پيڙي ۾ چڙهي، رام نام جا گڻ ڳائيندي، گروءَ جي ٻڌايل گيان سان ٿي پار پهچندي.

سنت شرومڻي ڪبير صاحب جي مت انوسار ۾ هيءَ صفر مولاڌار چڪر کان شروع ٿئي ٿو جتي ڪنڊلني نالي سان روحاني شڪتي ستي پيئي آهي. اڙا ۽ پنگلا ڏئاران پراڻ شڪتي وسيلي مولاڌار چڪر ٿائين اُن ستل ڪنڊلنيءَ کي جاڳائي سشمنا يا سکمڻي ناڙي ڏئارا اُن کي ڇهه چڪر پار ڪرائي سهسرار ٿائين پهچائڻو آهي. جت نت امرت ورشا پيئي ٿئي. آتما اهو امرت پي ترپت ٿي ويندي.

جن چڪرن جو يوگين ذڪر ڪيو آهي اُنهن جي مت انوسار مولاڌار چڪر ڪنڊلنيءَ مٿان چئن ڏلن واري ڪمل مثل آهي اُن جي مٿان سواڌشٽان چڪر آهي جيڪو ڇهن ڏلن وارو ڪمل آهي. هن چڪر مٿان مڻي پور چڪر آهي جيڪو ڏهن ڏلن وارو ڪمل آهي. اُن کان مٿي هردي وٽ جيڪو اناهت چڪر آهي، هي وري ٻارهن ڏلن وارو ڪمل آهي. اُنهيءَ کان مٿي گلي وٽ سورهن ڏلن وارو ڪمل

آهي جنهن کي وشد چڪر چون ٿا. اُنهيءَ کان مٿيرو ڀرن جي وچ ۾ آگيا چڪر آهي جنهن کي فقط ٻه ڏل آهن. يوگي جڏهن هي ڇهه چڪر يوگ جي ٻل سان پار ڪري ٿو تڏهن ڪيس مستڪ ۾ رهندڙ "شونيه چڪر" ۾ گهڙڻ جي اجازت ملي ٿي. اُنهيءَ کي سهسرار چڪر به چون ٿا. اهو هزار ڏلن واري ڪمل مثل آهي. اُنهيءَ هنڌ جيو آتما ۽ پرماتما جو ميلاپ ٿئي ٿو.

پرم پوجنيه سوامي جن اڀياسين کي پراڻايام جي مهتو جي باري ۾ ٻڌائڻ کان پوءِ چوڻ لڳا ته هاڻي اسين يوگ ساڌنا جي پنجين انگ پرتهار جي باري ۾ ويچار ڪنداسين.

پرتهار:- پرتهار جو مطلب آهي هڪ طرف کان ڇڪي ٻئي پاسي آڻڻ. يعني من جي ٻکريل شڪتين کي ڇڪي من جي استان تي آڻي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ کي پرتهار چئجي ٿو.

من اندرين جي دوارن ٻاهر نڪري ٿو وڃي. هو پنهنجو سنبنڌ ڪنهن اندريءَ سان ٿو جوڙي پوءِ هو اُن سان گڏ وشين جو رس وٺڻ لاءِ ٻاهر هليو ٿو وڃي ۽ اُتي ئي ڦاسي ٿو پوي. من جي اُتي هن ريت ڦاسي پوڻ تي اسان کي پنهنجو ڌيان بلڪل نٿو رهي. آتم ديش کان تمام گهڻو پري نڪري ٿا

وڃون. انهيءَ من جي ڀٽڪاءَ کي روڪڻو آهي. هن من جي ٻاهر مکتا کي روڪڻ کي پرتهار چئجي ٿو.

هيءَ يوگ سادنا جو پنجون سادن آهي. هي پنج ئي بهرنگ يعني ٻاهريان سادن چئجن ٿا. ايندڙ ٽي سادن آنترنگ سادن آهن. بنان پرتهار جي انهن ٽن آنترنگ سادنن ۾ سڦلتا نٿي ملي سگهي. انهيءَ ڪري يوگ وديا ۾ هن سادن جي وڏي اهميت آهي. پرتهار هڪ ڏينهن ۾ سڌ نه ٿي سگهندو. لڳاتار ابياس ڪرڻ سان ۽ گهڻي ڪوشش ڪندي ٻه مهنا ۽ سال لڳيو وڃن.

من عادتن جي وس ٿي بار بار ٻاهر ڀڄڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ ٿوري ڍل ٿيڻ تي هو ڀڄي به وڃي ٿو. من جي ڀڄي وڃڻ تي سادڪ کي اها سڌ ئي نٿي رهي ته هو ڪيڏانهن هليو ويو جڏهن ٿوري دير کان پوءِ سادڪ کي هوش اچي ٿو تڏهن کيس خبر پوي ٿي ته من ته هٿ آهي ئي ڪونه. هو ته فلاڻي هنڌ وڃي پهتو آهي.

جگياسين پرم پوڄيه سوامي جن کي وينتي ڪئي ته سائين من ائين ڇو ٿو ڪري؟ پرم پوڄيه سوامي جن جگياسين کي سمجهائي چوڻ لڳا ته من ڏاڍو چنچل آهي. هو ٻانڊر وانگر چلبلو آهي من کي ٻانڊر وانگر

هڪ هنڌ ٽڪاءُ نہ ايندو آهي. هر وقت اُچل ڪود ڪندو رهي ٿو. من هاٿيءَ وانگر بلوان آهي هن کي روڪڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. وڏا وڏا وير من جي اڳيان شڪست کائي ويا. ان ڪري من کي وس ۾ ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. انهيءَ ڪري اها هام ڪير بہ نہ هڻي سگهندو تہ مان ڪن پل ۾ من کي وس ۾ ڪري وٺندس. اها ڳالهہ سمجهائڻ لاءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن جگياسين کي هيءَ پراڻي ڪٿا ٻڌائي :-

درشٽانت :- هڪ ڏينهن راجا پريڪشت رشي ويد وياس کان سوال پڇيو تہ هي مشهور منهنجا وڏا، پوروج ايترا نربل هوا جو ٻار من کان هار کائيندا رهيا. تنهن تي رشي ويد وياس کيس سمجهائيندي چوڻ لڳو تہ راجن ! من کي وس ۾ ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڪو بہ اها هام نٿو هڻي سگهي تہ مون من کي وس ۾ ڪيو آهي. من ڏاڍو چالاڪ ۽ چتر آهي. هو ڪن پل ۾ انسان کي ڀلايو وڃي. راجن! توهين ڀلي انهيءَ ڳالهہ کي آزمائي ڏسو. هاڻ ٻڌو ! ٽن مهينن کان پوءِ توهان وٽ هڪ سوداگر گهوڙا وڪڻڻ ايندو. توهين پيا سڀ گهوڙا ڀلي خريد ڪجو. پر اُن کان ڪارو گهوڙو نہ وٺجو. جي هرو ڀرو اهو توهان کي پسند اچي وڃي تہ ڪڻي وٺجو پر اُن تي سواري بلڪل نہ

ڪڍو. پر جي ڏوهان ان مٿان سواري ڪريو تہ اوپر
پاسي آصل ڏسي وڃجو. جي مجبور ن اوپر پاسي
وڃڻو پوي تہ اتي ڪٿهن استريءَ سان نہ ڳالهائجو.
پر جي اُن سان ڳالهايو ته ڪٿي تہ اُن کي پاڻ سان
گڏ وٺي ڏسي اچجو. پر جي هن جي ضد تي اُن کي
وٺي اچڻو پوي تہ اُن سان شادي اصل نہ ڪجو. پر
جي ڪٿي شاديءَ جو يوگ پئجي پوي تہ اُن جي
چوٽي تي نہ هلجو. جي اُن جي چوٽي تي هلندا تہ
آنرت تي ويندو.

رشي راجا پريکيت کان موڪلائي هليو ويو.
ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ سچ مچ هڪ گهوڙن جو
واپاري راجا وٽ پلا گهوڙا ڪٺي آيو. گهوڙا هڪئي
کي گـوءِ ڏيڻ وارا هئا. پر اُنهن ۾ هڪڙو ڪارو
گهوڙو سڀني کان سرس هو. ڇا تہ سندس قد بت
هو ڇا تہ هن جي سونهن هئي. درپارين جي اُن
گهوڙي مان اکہ ئي نہ نکري. سڀني درپارين جي
مرضي هئي تہ اهو گهوڙو راجا کي ضرور وٺڻ
گهرجي. پر راجا کين چيو تہ اسين هيءُ ڪارو گهوڙو
آصل نہ وٺنداسين. تنهن تي درپارين راجا کي
چيو تہ مهاراج ڏوهين پلي اُن تي سواري نہ ڪجو
پر هي گهوڙو جي اسان جي طبيلي ۾ هوندو تہ
پيا راجا ڏسي ڏوهان جي شان جي ساراهہ ڪندا

راجا جو من ڪيس ڀلائڻ لڳو سو سوچيائين تہ
درٻارين جي چوڻ تي ڪري گهوڙو خريد ڪـا
ڪريون ۽ طبيلي جي سونهن وڌائيندو. اسين
ڪڏهن اُن تي سواري نہ ڪنداسين. اهو دليل ڏيئي
راجا آخر اُهو ڪارو گهوڙو وٺي اچي ويو. هو
من جي ڀلاوي ۾ اچي ٿي ويو.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ راجا طبيلي ۾ گهوڙن جي
نظرداري ڪرڻ ويو. اُتي سهڻن ڪاري گهوڙي
جي ڏاڍي ساراهہ ڪئي. چوڻ لڳا اهڙو سهڻو
گهوڙو اسان زندگي ڀر نہ ڏٺو. جهڙو سونهن ۾ ٻي
مثل آهي تهڙو سواريءَ جو ڏاهوڪو آهي. توهان
هڪ دفعو اُن تي سواري تہ ڪري ڏسو. راجا
دل ۾ سوچيو تہ ڪڏهن تہ سواري ڪري ڏسون. وڌ ۾
وڌ ڪڏهن اوپر پاسي نہ وڃبو.

راجا اچي گهوڙي تي ويٺو مس تہ گهوڙو هوا
وانگر اُڏامي ويو. گهوڙو ڀاڄ زورو هـو سو سڌو
اوپر ڏانهن رخ رکيائين. راجا گهوڙي کي موڙڻ
جا گهڻا ئي حيلا هلايا پر گهوڙو ڀاڄ زورو هـو سو
راجا جي هڪ نہ هلي، اُتي جهنگل ۾ راجا کي ڪنهن
استريءَ جي روئڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ويجهو وڃي
ڏسي تہ هڪ مها سندر استري اڪيلي ويٺي روئي.
راجا ڀورين سوچيو تہ هن استريءَ سان ڳالهائڻو نہ

آهي. پر من کيس وري به پڇتاءُ لڳو. سوچڻ
لڳو ته مان هن ملڪ جو راجا آهيان. ڪنهن بي
سهاري استريءَ جي مدد ڪرڻ منهنجو فرض آهي.
سو اڳتي وڌي اُن استريءَ وٽ ويو ۽ ڪانئس
پڇيائين ته تون هن ريت اڪيلي هن بيهڙ جهنگل
۾ ڇو ويٺي روئين؟ تنهن تي استريءَ جواب
ڏنس ته منهنجي پريوار وارا مونکان وڇڙي ويا
آهن ۽ اڪيلي ۾ ڊپ لڳڻ ڪري روئي رهي
آهيان. توهان هن ملڪ جا راجا آهيو. توهان هن
اوکي گهڙيءَ ۾ منهنجي مدد ڪريو. مهرباني
ڪري مونکي پاڻ سان گڏ وٺي هلو نه ته شينهن
بگهڙ مونکي کائي پورو ڪندا. مان توهان جي
داسي ٿي شيوا ڪنديس. راجا سوچيو ته هن اَبلا
جي هن هيٺئين حال ۾ مدد ڪرڻ گهرجي. محل
جي هڪ ڪنڊ ۾ پيئي هوندي. سو اِهو سوچي
کيس پاڻ سان گڏ وٺي آيو. راجا آهڙي نموني
من جي پلاوي ۾ اچي ويو.

اُن استريءَ محل ۾ رهي پنهنجي وهنوار ۽
شيوا سان سڀني کي اهڙو ته موهي ڇڏيو جو
هر ڪو سندس ساراهه ڪرڻ لڳو. درٻاري راجا
کي چوڻ لڳا ته هيءَ استري ته ساڪيات لڪشميءَ
جو روپ آهي. هيءَ نه توهان جي ڀٽ راڻي

ٻڌڻ جي لائق آهي. راجا سوچيو ته جڏهن سڀ ٽا چون سو ڪٿي ڏيو ان سان شادي ڪريان. ڪٿي سندس چيو نه مڃيندس. راجا سڪم سان اُن اِستريءَ سان شادي ڪئي.

هڪ ڏينهن اُن اِستريءَ راجا کي چيو ته مهراج پنگي ٻه جڏهن شادي ڪندو آهي ته پنهنجن مٽن مائٽن ۽ يارن دوستن کي دعوت ڏيندو آهي. توهين ٻيو نه ڪيو ته گهٽ ۾ گهٽ ساڌو مهاتمائن ۽ گر برهمڻ کي پوڄ ڪرايو. راجا سوچيو ته چوي ته سچ ٿي. اُن ۾ ڪهڙو هرج آهي. ڪٿي ٽا برهم پوڄ ڪيون، اها ته پڄ جي ڳالهه آهي. سو هڪ ڏينهن ساڌن، سنتن ۽ مهاتمائن کي نينڊ ڏيئي پوڄ تي گهرايائين.

جڏهن خود راجا ساڌن سنتن کي پنهنجي هٿن سان پوڄڻ ڪرائڻ لڳو. تڏهن اُن اِستريءَ راجا کي وينتي ڪئي ته مان توهان جي اردانگني آهيان سو مونکي آگيا ڏيو ته توهان سان گڏ شيوا ڪري سنتن کي پوڄن ڪرايان. راجا کي اُن ۾ ڪابه برائي نظر نه آئي سو کيس شيوا ڪرڻ جي آگيا ڏنائين. راڻيءَ جي اڳيان سونهن ڏسي ساڌو مهاتما واٺڙا ٿي ويا. سندن اکيون چرخ ٿي ويئون. هو جهنگل جا واسي، سو هنن اهڙي سندر استري

ڪڏهن ڪانه ڏٺي هئي. سندن راڻيءَ مان اک ئي نه پٽي نڪري. اهو حال ڏسي راڻي راجا کي چوڻ لڳي ته هي ڪهڙا مهاتما گهرايا اٿو جو مونکي پيا تڪين. هي ته ڪي گندا ۽ بدتميز انسان ٿا نظر اچن.

هي حال ڏسي راجا کي ڏاڍو غصو لڳو. هو ٻاهر ٿي ويو. چوڻ لڳو ته هنن جي ڇا مجال جو منهنجي بي عزتي ڪن. راڻي منهنجي عزت آهي هنن راڻيءَ سان بدتميزي ڪري منهنجي عزت لاٿي آهي. مان سندن سر ڌڙ کان الڳ ڪري ڇڏيندس. سو هن يڪدم تلوار مياڻ مان ڇڪي ورتي ۽ سادن کي مارڻ لاءِ ڊوڙيو ايتري ۾ رشي ويد وياس اچي پرگهٽ ٿيو ۽ سندس هٿ روڪي چوڻ لڳو. راجا هاڻ ڪيئن ٿا ڀانيو آخر توهين به من جي ڇلاوي ۾ اچي ويا نه. جي مان توهان کي نه روڪيان ها ته اڄ توهين انرٿ ڪري وجهو ها. توهان جو چيو ته منهنجا وڏا ايڏا ته نربل هئا جو من اڳيان جهڪي ويا. هاڻ ٻڌايو ته هن پاپي من توهان کان ڇا ڇا نه ڪرايو. آگاهه ڪرڻ کان پوءِ به توهان هڪ ٻئي مٿان من جي ڇلاوي ۾ ايندا رهيا. اهو ٻڌي راجا جو شرم کان ڪنڌ جهڪي ويو.

هيءَ درشٽانت ٻڌائي پرم پوڄيه سوامي جن جگياسين کي چوڻ لڳا ته، من جي چنچلتا جي باري

۾ شريمد ڀڳوت گيتا جي ڇهين اڌياءَ ۾ ارجن شري ڪرشڻ ڀڳوان کي چيو آهي ته ”هي مڌسودن! هيءُ ڌيان يوگ جو توهان سمتا ڀاو سان ٻڌايو آهي. من جي چنچل هئڻ سبب مان انجي گهڻي وقت تائين قائم رهڻ واري اِسٿتي نٿو ڏسان. ڇاڪاڻ ته هي شري ڪرشڻ! من وڏو چنچل ۽ ڪٺور سڀاءَ وارو ۽ وڏو هٺي ۽ ٻلوان آهي، اِنهيءَ ڪري مان سمجهان ٿو ته من کي وس ۾ ڪرڻ وايو کي وس ۾ ڪرڻ سمان ڪٺن آهي.

آخر اهڙي چنچل ۽ هٺي من کي وس ۾ ڪري اُن کي انترمک ڪيئن ڪجي؟ پرم پوجنيه سوامي جن چوڻ لڳا ته من کي انترمک ڪرڻ جو هڪ تمام سولو رستو اِهو آهي ته ستسنگ جو سهارو وٺجي. اهڙي ستگروءَ جي شرڻ وٺڻ گهرجي جنهن خود تپسيا ڪري پنهنجو من وس ۾ ڪيو هجي. هنن جي تپ ۽ وئراڳ جي پرتاپ سان هنن جي چارون طرف هڪ اپار منڊل ٺهي ويندو آهي. جڏهن ڪو شردالو سڌڪ ويجهو ويندو تڏهن هو پنهن جي تيجس ڪرڻ دئوارا هن جي من جي مَل کي ساڙي ۽ هردي نرمل ڪري ڇڏيندا آهن.

اِنهيءَ ڪري من کي نرمل ۽ شانت رکڻ لاءِ ست پرش جي سنگت ۾ رهڻ گهرجي. پر جي سد ورتي

وارو ساڳي نہ ملي تہ ايڪانت ۾ رهجي. چاڪاڻ تہ من جو روپ پاڻي وانگر آهي. جيئن پاڻي جهڙي پاتر ۾ وجهبو آهي تہ هو اُن پاتر جي شڪل اختيار ڪندو آهي. جيئن گلاس ۾ وجهڻ سان گلاس جهڙي، ڏال ۾ وجهڻ سان ڏال جهڙي ۽ گهڙي ۾ وجهڻ سان گهڙي جهڙي شڪل اختيار ڪندو آهي. تيئن من بہ چڱن جي صحبت ۾ چڱو ۽ برن جي صحبت ۾ برو ٿي ويندو آهي.

اِنهيءَ ڪري من کي وس ۾ ڪرڻ لاءِ ستسنگ ۽ ست پرشن جي شرڻ وٺڻ تمام ضروري آهي. اِنهي ڳالهہ کي سامي صاحب جن پنهنجي هن پد ۾ ڏاڍي سهڻي نموني سمجهايو آهي.

جنهن جيتيو من، ملي ساڌ سنگت سان،
سامي تنهنجي مکہ مون نکري سار وچن،
رهي سدا پرسن، سنسي ري سنسار ۾.

شڪتي شالي ويچار چاهي اُهو سنو هجي يا برو پنهنجي آس پاس جو واتاورڻ پنهن جي انڪول بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ جيترا ماڻهو اُن واتاورڻ جي اندر ايندا وڃن ٿا اُهي اِنهيءَ طرح جا ٿيندا وڃن ٿا. شانتي ۽ آنند ۾ رڱيل مها پرش شانت ۽ آنندمئي واتاورڻ بڻائي ٿو. ماڻهو اُنهن جي پرسان ويندي شانتي ۽ آنند پائين ٿا. اُنهن مها پرشن جي

سامهون من جو وس نٿو هلي. اهو ٻڌل آگهاٽ ڪرڻ جي اُتي جڪڙيو رهي ٿو. انهيءَ جو نالو ٿي ستسنگ آهي. جنهن کي پاڻ سان اهڙو ستسنگ ملي وڃي ته پوءِ من جو ڪارج تمام جلدي پورڻ ٿيو وڃي، سالن جو ڪم چند ڏينهن ۾ ٿيو وڃي.

جيڪڏهن اهڙو اوسر (موقعو) نه ملي ته اُن لاءِ هڪ ٻيو اُپاءُ به آهي. هن اُپاءَ سان ٻه ڏينهون ڏينهن من ۾ نرملتا ۽ ايڪتا رهي ٿي ۽ من ڪجهه وقت ڏکجي پنهنجي اِستان ته اچي ٽڪي ٿو ۽ اُن تي جيو آتما جو اڌڪار ٿيو وڃي. هي ڪريا به سولي آهي.

جيئن ته هن اِستول ديهه کي هلائڻ لاءِ پنج گيان اِندريون آهن، اُهي هن شرير ۾ سوکيم ۽ اُتم آهن. اِندرين کان من سوکيم ۽ اُتم آهي. من جي سنڪلپ سان اِندريون وشين ڏي پرورت ٿين ٿيون.

تنهن ڪري اِندرين کان من سوکيم ۽ اُتم آهي. من ۾ بُڌيءَ د ثاران ئي اِڇا پيدا ٿئي ٿي ۽ نشچو ٿئي ٿو.

تنهن ڪري من کان بُڌي سوکيم ۽ اُتم آهي. بُڌيءَ کي جيو آتما پرڪاش ڪندڙ آهي. اُنهن سڀني تي سندس اڌڪار آهي ۽ سڀئي سندس اڌڪار ۾ آهن ۽ سڀئي سندس آگيا ۾ هلندڙ آهن. تنهن ڪري بُڌيءَ کان جيو آتما سوکيم ۽ اُتم آهي.

هاڻي اسان ڏٺو ته من آتما کان ٻي شڪتي وٺي پنهنجو ڪم ڪري ٿو. جڏهن من هن شڪتيءَ سان طاقتور بڻجي ٿو ته اُن طاقت سان ڪيس ٻڌي به نه سگهجي ٿو. جيئن ته اسين من کي چنچل ۽ چلبلو گهوڙو مڃيون، جيڪو ڪنهن رسيءَ سان ٻڌو پيو هجي نه، پوءِ اهو وشواس هئڻ گهرجي ته هو ڪيڏانهن به ڀڄي نه ٿو سگهندو. پوءِ اهڙي گهوڙي کي ڇوٽ ڏيڻي ۽ ٽڪڻ تي به چابڪ هڻڻ ۾ ڪهڙو نقصان آهي. وقت ايندو جڏهن هو ٿڪجي گردن جهڪائي اچي اوهان جي سامهون بيهندو. اُن وقت توهين اُن کان من پسند ڪم ڪرائي سگهو ٿا. اهائي ڪريا من جي لاءِ ڪرڻي پوي ٿي.

توهان سوچيو ته توهان آتما آهيو ۽ من توهان جي سواريءَ جو چلبلو گهوڙو آهي. اهو شڪتيءَ روپي رسيءَ سان ٻڌو پيو آهي، هن کي ڇوٽ ڏيڻي ڪيس ڊوڙڻ ڏيو، ٻاهر وڃڻ چاهي ته وڃڻ ڏيو ۽ جي اندر رهڻ چاهي ته اندر رهڻ ڏيوس. من کي روڪڻ جي ڪوشش نه ڪريو ۽ پريان بيهي درشڪ ٿي سندس تماشو ڏسندا رهو. من کي ڇيڙيو نه، جيڪي ڪرڻ چاهي ڪيس ڪرڻ ڏيو پر پاڻ کي اُن کان الڳ سمجهو. توهان ڏسندا ته ٿورن ڏينهن

۾ سندس اُڇل ڪوڏ گهٽجندي ويندي ۽ اُن ۾ ٿوري ٿوري شانتي اچي رهي آهي. ۽ هن ڪريا کي چئبو ته جيستائين پورڻ شانتي نه اچي. هي پرتهار جي هڪ ستي ڪريا آهي. هن سان من تي جلدي اڌڪار ٿئي ٿو.

۽ مر پوڇنيم سواءِ جن جگياسين کي من کي انتر مک بڻائڻ جا اهي ٻه سولا طريقا ٻڌائي چوڻ لڳا ته من کي موڙڻ کان پوءِ هن چنچل من کي ڪنهن هڪ بندو يا ڪيندر تي ٽڪائڻو پوندو. من روپي چلبلي گهوڙي کي ڪنهن هڪ کونٽي سان ٻڌڻو پوندو. هن ڪريا کي يوگ جي ڀاشا ۾ "ڌارڻا" چئبو آهي. هاڻي اچو ته اُن تي گهرائيءَ سان ويچار ڪريون.

"ڌارڻا" :- ڌارڻا ڌارڻ ڪرڻ يان پڪڙڻ کي چئجي ٿو. من جي شڪتين کي سميٽي ڪنهن هڪ ڪيندر تي لڳائڻ کي ڌارڻ چئبو آهي. اها ڪريا ڪندي من پنهنجي سڀاءُ مطابق ٻاهر ڀڄندو آهي. اُن کي پرتهار دوارا نشچت ڪيل هنڌ تي ٻهارڻ ئي ڌارڻا آهي. ڌارڻا لاءِ چاهي اِستول مان ڪڍو چاهي سوکيم مان ڪڍو، مڙيئي هڪ ڪيندر ڪڍڻو پوندو. اِستول ڪيندر کي اسين پنهنجين اکين سان ڏسي سگهون ٿا ۽ سوکيم ڪيندر جي ته اسين

صرف ڪلپنا ئي ڪري سگهون ٿا. اِسٿول ڪيندر اسان جو ٿُل آهي پر سوڪشم ڪيندر اسان جي اِسٿول اکين سان ٿُل ڪونهي. اِنهيءَ ڪري اُن جي ته ڪلپنا ڪرڻي پوندي. اڳتي ابياس ڪندي ڪندي اسان جي درشٽي جيتري سوڪشم ٿيندي ويندي، اوترو ئي اُن ڪلپنا ڪيل وستوءَ جو اصلي روپ اسان جي سامهون ايندو ويندو ۽ هڪ ڏينهن هوءَ ساڪيات اسان جي سامهون اچي ويندو. اِنهيءَ وقت اُهو روپ جيڪو اسان انومان سان ڏٺو هو سو لڪي ويندو ۽ اصلي روپ اسان جي سامهون اچي ويندو. هن ۾ ڪجهه وقت لڳي سگهي ٿو پر نشچيه پوروڪ ڪوشش ڪرڻ سان سڦلتا ضرور ملندي.

من کي ايڪاگر ڪرڻ لاءِ اسين ٻاهر جي ڪا به وستو کڻي سگهون ٿا ۽ اندر جي به ڪا شيءِ کڻي سگهون ٿا. پر ٻنهي جا فائدا الڳ الڳ آهن. ڪيترا ماڻهو سوريه يا چندرما تي ترائڪ ڪندا آهن. ڪيترا وري ڏيئي جي لاٽ تي نظر ڄمائيندا آهن. ڪي ڀت تي ڪارو گول ڪري اُن تي نظر ڄمائيندا آهن. ائين ڪرڻ سان من جون شڪتيون جاڳن ٿيون پر اُن سان روحاني ترقي نٿي ٿئي. اِنڪري هن کي آسري يوگ چون ٿا.

ديوي يوگ ۾ ٻاهران ورتيءَ کي سميٽي اندر ۾ لڳائجي. اِن لاءِ به اندر ڪو ڪيندر ڳولهڻو پوي ٿو.

مَن جو ڪيندر ٿي سڀ کان سٺو آهي. مَن هرديہ ۾ نواس ڪري ٿو. ان ڪري هن ڪم لاءِ هرديہ کي ئي سڀ کان سريشٽ مڃيو ويو آهي. اِها سمجهاڻي ڏيئي پرم پوجيہ سوامي جن جگياسين کي هي ٻچن ٻڌايو جنهن ۾ پريوءَ جو دل ۾ درشن ڪرڻ لاءِ چيو اٿن.

دل ۾ ڏسي ديدار هريءَ جو
عين اندر جا کول

١. هردم تو سان هري رهي ٿو
ٻاهر نا تون ڳول

سهي سڃاڻج دم پنهنجي کي
جنهن جو ملهه امول

٢. سرو وياپي سرو سنيهي
ساکي روپ اڏول

تنهنجو تو ۾ صاحب آهي
جهنگل جبل نا ڳول

٣. جنهن ڪارڻ تون جهنگل جاڳين ٿو
سو آهي تنهنجو قول

ويهي ويراڳي وٽ تنهنجي
ٻول ٻڌي ڪو ٻول

٤. دم دم سان جو دم هلي ٿو
تنهن ۾ رام رتول

## مـاڌو ماڙج صاحب سوني

### شانتي روپ اڏول .

هي پڇن ٻڌائي ڌرم ٻوجهيه سوامي جن چوڻ لڳا ته راج يوگ ۾ ڌارڻا جا ٻه الڳ رستا ٻڌايا ويا آهن . هڪ اُپاسنا ۽ ٻيو يوگ . اُپاسنا ڪيندر پنهنجي هرديه ۾ ڪيندر ٺاهي اُن ۾ ڌيان لڳائي پرماتما جو درشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو . هن رستي ۾ پرماتما جو درشن جلدي ٿئي ٿو . يوگ جو رستو وٺندڙ ساڌڪ پنهنجو ڌيان ”آگيا چڪر“ ”ڏسوين ڏار“ يعني ڀرن جي وچ ۾ جمائين ٿا . اُتي ڌيان جمائڻ وارن کي ڪي سڌيون به حاصل ٿين ٿيون پر منزل تي پهچڻ ۾ وقت لڳي سگهي ٿو . ساڌڪ کي جڏهن سڌيون حاصل ٿين ٿيون تڏهن اُن ۾ آهنڪار اچڻ جو ڀپ آهي ۽ آهنڪار اچڻ سان گراوٽ اچي سگهي ٿي . ان ڪري انهن سڌين ۾ ڪڏهن به نه ڦاسڻ گهرجي . ڌيان سدائين منزل تي پهچڻ ۾ هڻڻ گهرجي .

ڌارڻا وقت ڌيان جمائڻ لاءِ ڪنهن آلمبس يا سهاري جي ضرورت آهي . اُن جا ٻه ٻه روپ آهن . هڪ ساڪار ، ٻيو نراڪار . ساڪار روپ ۾ اسين پرماتما جي ڪنهن به روپ جو سهارو وٺي سگهون ٿا يا اُن لاءِ پنهنجي ستگرو مهراج جي سچيو روپ جو

ڌيان ڪرڻ به تمام سولو آهي چاڪاڻ ته هنن ٻن درشن اسين هنن اِستول اکين سان نت ڪندا رهون ٿا. اهڙي حالت ۾ اِنهيءَ مورتيءَ جو ڌيان ڪرڻ سهج آهي. پر ٻيءَ جي نراڪار روپ جو ڌيان ڪرڻ لاءِ سنڌن تيج جو ڌيان ڪيو ويندو آهي. سنڌن جو ۽ الوڪڪ جوتيءَ جو درشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

ٻئي رستا هڪ منزل تي پهچائين ٿا. هي ٻئي رستا من کي ايڪاگر ڪرڻ لاءِ سهاري ماتر آهن جڏهن آتم ساکياتڪار ٿئي ٿو تڏهن اِنهن سهارن جي ڪا به ضرورت نٿي پوي. تڏهن پرماتما جو آصلي روپ ساڌڪ جي سامهون صاف سترو اچيو وڃي.

پرم پوڄنيه سوامي جن چوڻ لڳا ته نراڪار ڀڳتيءَ کان ساڪار ڀڳتي سولي آهي. اِنهيءَ ڪري ساڪار ڀڳتيءَ جو سهارو وٺي آسانيءَ سان منزل تي پهچي سگهجي ٿو. شري ڪرشڻ ڀڳوان گيتا جي ٻارهين اڌياءَ ۾ ارجن کي ساڪار ڀڳتيءَ کي سولو چوندي چيو آهي ته —

”هي ارجن! مون ۾ من کي ايڪاگر ڪري سد يو مهاتمي ڀڄن ڌيان ۾ جو ڀڳت آئي اُتم شرڌا سان مون سگڻ روپ پرميشور ۾ لين ٿي

پڇن ڪري ٿو، اُن ڀڳت کي مان يوگين ۾ آئي شريسٽ يوگي مڃان ٿو.“

”اُن سڀاڻند گھن نِراڪار برهم ۾ آسڪت چت واري پرش کي ساڌنا ۾ گھڻي وڌيڪ محنت ڪرڻي پوي ٿي. ڇاڪاڻ تہ ديھہ ڌارين لاءِ اڻ ڏٺي الکہ جي گتي ڏکن سان پراپت ٿيندي آهي.“

پرم پوجنيہ سوامي جن جگياسين کي گيتا جا شلوڪ پڙهائي چوڻ لڳا تہ ساڌڪ لاءِ ساڪار ڀڳتي تمام سولي آهي. هر ديہ ۾ سنگرو مهراج جن جي نوري سروپ کي ڌارڻ ڪري سواس دِئارا گرو منتر جو جاپ ڪرڻ سان تمام جلدي آتم ساڪياتڪار ٿئي ٿو.

هن طرح ڌارڻا وقت من کي پورڻ طرح ايڪاگر ڪري هڪ ڪيندر بندوءَ تي اهڙي نموني ڌارڻ ڪرڻو آهي جو اُن وقت ٻيو ڪو بہ ويچار يا ڦرڻو دل ۾ نہ اچي سگهي. جي هي چنچل من ٻاهر ڀڄي وڃي تہ اُن کي پرتهار دواران ڇڪي اُن ڪيندر بندو تي بيهارڻو آهي. اُن طرح من کي ايڪاگر ڪرڻ سان ساڌنا سڦل ٿيندي. اها ڳالهہ چڱيءَ طرح سمجهاڻ لاءِ جگياسين کي مهاڀارت جي هي ڪٿا ٻڌايائون.

درشٽانت :— گرو درونآچاريہ ڪوروَن ۽ پانڊوَن

کي آسٽر شسترن جي سکيا ڏيندو هو. هڪ ڏينهن گرو سڀني شسين جي پريکيا ڳني ورتي. پريکيا وٺڻ لاءِ اُن وڻ تي هڪ چڙيا رکي اُن کي نشانو ٻڌائڻ لاءِ چيو.

هاڻ هو واري سان هڪ هڪ راجکمار کي گهرائي نشانو ساڌڻ لاءِ چيو. سڀ کان پهرين هن دريوڌن کي گهرايو ۽ تير هڻڻ کان پهرين کانئس سوال پڇيائين تہ تون ڇا ٿو ڏسين. اُن جواب ڏنو تہ مهراج توهان کي، هنن سڀني راجکمارن کي، وڻ کي، وڻ تي ويٺل چڙيا کي ۽ اُن جي اکہ کي ڏسي رهيو آهيان. گرو درو ڻاچاريہ کيس پاسيرو ٿي بيهڻ لاءِ چيو. اهڙي نموني هو هڪ هڪ راجکمار کي گهرائي ساڳيو سوال پڇندو رهيو. اُن جي جواب ۾ کنهن چيو تہ مان سڀ کجهہ ڏسي رهيو آهيان. کنهن جواب ڏنو تہ مان وڻ ۽ چڙيا ڏسي رهيو آهيان وري کنهن چيو تہ مان وڻ تي ويٺل چڙيا ڏسي رهيو آهيان.

آخر گرديو ارجن کي سڏ کري ساڳيو سوال پڇيو تہ هن وقت تون ڇا ڏسي رهيو آهين تنهنتي ارجن جواب ڏنو تہ مان هن وقت صرف چڙيا جي اکہ ڏسي رهيو آهيان. جنهنکي مونکي نشانو ٻڌائڻو آهي. اُن کان سواءِ هن وقت مونکي کجهہ بہ نظر

ٿو اچي. گرو دروڻاچاريه ارجن جي هن جواب
تي ڏاڍو خوش ٿيو. سندس ٻڌي تيزي شاباشي
ڏيڻي پيائينس ته هن پريکيا ۾ تون پاس آهين.

هيءَ درشٽانت ٻڌائي پرم پوجيه سوامي جن
جگياسين کي چوڻ لڳا ته اسان کي به ساڌنا
جي وقت ارجن وانگر پنهنجو پورو ڌيان هڪ
هنڌ ڌارڻ ڪرڻو آهي تڏهين ئي اسان کي
سڦلتا ملي سگهندي. ڌارڻا جي اوسٿا ۾ ساڌڪ
”مان“ ۽ ”منهنجو“ بلڪل ڀلجي پاڻ کي پرماتما
جي چرڻن ۾ سمرپت ڪيو ڇڏي تڏهن ڪيس آتم
ساڪياتڪار ٿئي ٿو.

پرم پوجيه سوامي جن جگياسين کي ڌارڻا جي
باري ۾ چٽي سمجهاڻي ڏيڻي هاڻي ”ڌيان“ جي
باري ۾ سمجهائڻ لڳا ڇاڪاڻ ته ٻين سڀني
ساڌنن ۾ ڌيان جو مٿو سڀني کان گهڻو آهي.
ٻيا سڀ ساڌن ته صرف ڌيان جي استٿي پراپت
ڪرڻ لاءِ ڪيا وڃن ٿا. روحاني سفر جو اصلي
پڙاءُ ته ڌيان ئي آهي. انهيءَ ڪري اسين اُن
جي باري ۾ گهرائيءَ سان ويچار ڪنداسين.

ڌيان:— جهڙي نموني سون کي تپائڻ سان
اُن جو کوٽ ختم ٿئي ٿو ۽ هو شُڌ ۽ صاف ٿيو
وڃي. تهڙي طرح ڌيان ڪرڻ سان من جو راجس

روپي مثل صاف ٿيو وڃي ۽ اُن ۾ ستي گڻ جو پرڪاش پيدا ٿيو وڃي.

ڌارڻا جي حالت ۾ ايشور جي اُپاسنا ڪندي ڪندي جڏهن ڌارڻا جي اِستٿي هرديہ ڪمل ۾ هوندي آهي تڏهن جيو آتما پرماتما ۾ مگن ٿي وڃي ٿي، اِيشور سان ساڪياتڪار ٿئي ٿو ۽ اُن جي ڦل سروپ من نروشيہ ٿي ويندو آهي. جيو آتما ساگر وانگر گنڀير ۽ اِستر ٿي ويندي آهي. من سنسار جي وهنوار کي ڀلجندو وڃي ٿو ۽ ٻالڪ وانگر ڀولو ۽ نروڪار ٿي ويندو آهي.

جيئن پاڻيءَ کي ڪنهن بہ برتن ۾ وڌو ويندو آهي تہ هو اهڙي شڪل اختيار ڪندو آهي. اهڙي طرح من يا چت جڏهن ڪنهن شيءِ جو چنتن ڪري ٿو تہ اُنهيءَ ۾ ايڪاڪار ٿي وڃي ٿو، يعني برهم جو ڌيان ڪندي برهم ۾ لين ٿي وڃي ٿو. جڏهن ڌيان جو پرواهہ بنان روڪ اکنڊ ۽ سمان گتيءَ سان وهي ٿو تڏهن اِها اوستا ”ڌيان“ جي هوندي آهي.

ڌيان سان يوگيءَ جي مستڪ ۾ جوتي اُتپن ٿئي ٿي. هن جو شرير، مستڪ، گيان، چيتنا ۽ شواس سڀئي هن پرم پرڀوءَ جي چنتن ۾ ايڪاگر ٿي وڃن ٿا. اُن وقت ساڌڪ کي پرم آنند جي انڀوتي ٿئي

ٿي. اهڙو سادڪ سنتلت، نهٺو، نمرتا وارو ۽ شانت چت وارو ٿئي ٿو. هو پنهنجي سيني ڪرمن کي ڀڳوءَ کي ئي ارپڻ ڪري ٿو ۽ ڪرم جي ڦل کان مڪت ٿيو وڃي.

ڌيان کان پوءِ ڀرم پوڄنيه سوامي جن سادڪن کي سماڌيءَ جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳا.

سماڌي :— ڌيان جي گهري اوستا جنهن ۾ پنهنجو به گيان نه رهي ۽ نه ئي ٻاهرين وستن جو گيان رهي اهڙي اوستا کي سماڌي چيو وڃي ٿو. هن سماڌيءَ کي اُپنشدن ۾ شسپت سماڌي ڪري چيو ويو آهي. هن اوستا ۾ پهچي من بلڪل شانت ٿي وڃي ٿو ۽ من جي شانت ٿيندي ئي اندريون ۽ ٻڌي به شانت ٿيو وڃن ۽ سادڪ تتو گيان ۽ ساکياتڪار جو اڌڪاري ٿي ويندو آهي. هي سادنن جو انت ۽ سڌيءَ جي شروعات آهي. اڳتي ٻڌي يوگ جو وارو آهي. هن کان پوءِ سادڪ کي برهم گيان ۽ برهم وديا ملي ٿي.

اهڙي سماڌيءَ ڌائين پهچڻ سان سادڪ جي آندر ۾ الوڪڪ شڪتين جو آنيو ٿئي ٿو. من جو آنيڪ سمول شڪتيون جاڳي اُن جي سامهون اچن ٿيون جن جي دواران هو سنساري ۽ الوڪڪ ڪاريه ڪري سگهي ٿو. پر هنن شڪتين کي دنيوي پدارٿن کي

پراپت ڪرڻ لاءِ ڪم آڻڻ سان ساڌڪ پرماتما کان پري ھلي وڃي ٿو. اِن ڪري انھن ڏانھن اک کڻي بہ نھارڻ نہ گھرجي. اھي وڀوتيون يوگ لاءِ رڪاوٽون آھن. اُھي سڀ رستي جون شيون آھن جو ساڌڪ اُنھن ۾ ڦاسندو تہ اُن جي آتم اُنتي نہ ٿي سگھندي.

پرم پوجنيہ سوامي جن جڳياسين کي ھي گوڙھو گيان سولو ڪري سمجھائڻ لڳا جيئن ھو اُن جو ابياس چڱي طرح سولائيءَ سان ڪري سگھن. پارھن سيڪنڊ جڏھن ڪنھن ڪيندر تي من کي ايڪاگر ڪجي ٿو، تڏھن اُھا ھڪ "ڌارڻا" آھي جڏھن ڌارڻا جي اِستتي پارھن گڻا ٿئي ٿي يعني ڌارڻا جي اوڌي جڏھن ۾ منٽ ٿئي ٿي تڏھن ھڪ "ڌيان" ٿئي ٿو وري جڏھن ڌيان جي اوڌي پارھن گڻا ٿئي ٿي يعني جڏھن من ھڪ ھنڌ اِستر ٿي اڌ ڪلاڪ تائين ايڪاگر ٿئي ٿو تڏھن ھڪ سمادي ٿئي ٿي.

يوگ ساڌنا جي مٿين ساڌنن کي آساني سان سمجھڻ لاءِ ٻن حصن ۾ ورھائي سگھجي ٿو.

(1) يم
(2) نيم

} :- ساماجڪ يوگ - اِنھن جو سماج تي سڌو اثر پوي ٿو.

(3) آسڻ
(4) پراڻايام
(5) پرتياهار

:— ٻاهريه يوگ - جن جو شرير تي سڌو اثر پوي ٿو.

(6) ڌارڻا
(7) ڌيان
(8) سماڌي

:— آنترڪ يوگ - جن جو من ۽ آتما تي سڌو اثر پوي ٿو.

يوگ ساڌنا جي سکيا گرهڻ ڪرڻ کان پوءِ جگياسين پرم پوجيه سوامي جن کي سادر نماڻي وينتي ڪري عرض ڪيو ته اسان کي هاڻي ديڪشا ڏيئي وٺيءَ ساڻ نام دان ڏيو ته جيئن يوگ ساڌنا وقت نام جو سمرڻ ڪري منزل تي پهچي سگهون. سندن عرض اونائي پرم پوجيه سوامي جن جگياسين کي نام دان ڏيئي ڪي هدايتون ڏنيون.

سڀ کان اول صبوح جو سويل ضروري حاجتن کان آجو ٿي مرگ چالا، ڪش يا گرم ڪپڙي يا ڪمبل جو آسڻ وڇائي ارڌ پدم آسڻ يا سک آسڻ ۾ ويهي ڪمر، ڳچيءَ، گردن ۽ مٿي کي هڪ سيڌ ۾ ڪري ويهڻ گهرجي. هاڻي ساهه کڻڻ وقت ”سو“ ۽ ڇڏڻ وقت ”هم“ جو سمرڻ ڪرڻ گهرجي. سمرڻ ڪندي ڀرن جي وچ ۾ آگيا چڪر وٽ يا هردي ۾ پرماتما جي ڪنهن روپ يا ستگرو مهراج جي نوري سروپ جو ڌيان ڪجي. نراڪار ڀڳتي

ڪرڻ لاءِ اُن ساڪار سروپ پدران ديہ جوتيءَ جو درشن ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح شام جو سنڌيا وقت به ڌيان ڪرڻ گهرجي. جڏهن وقت ڏينهن ختم ٿئي ٿو ۽ رات شروع ٿئي ٿي، اُن کي سنڌيا چون ٿا. اُن وقت من شانت هوندو آهي. اهڙي وقت آسانيءَ سان ڌيان ايڪاگر ٿي پرماتما جي چرڻن ۾ لڳي ٿو.

سادڪ جيڪي آتمڪ اُنتي چاهين ٿا ۽ هن لوڪ ۾ سک شانتي ۽ پرلوڪ سڌارڻ چاهين ٿا. اُنهن کي نام جپ ڪمائي نيم سان هر روز بنان ناگا ضرور ڪرڻ گهرجي. سادنا ڪرڻ سان ئي سڌي پراپت ٿيندي.

نام دان وٺڻ يا ستگرن جي شرڻ وٺڻ جو مطلب آهي ته توهان هڪ اوچ ڪوٽيءَ جي آشرم يا وديالي ۾ داخلا ورتي آهي. هاڻي داخلا وٺڻ کان پوءِ وديارٿيءَ کي محنت سان ابياس ڪري هڪ درجو پاس ڪرڻو پوندو. اهڙيءَ اوچ ڪوٽيءَ جي وديالي ۾ داخلا وٺڻ کان پوءِ جي وديارٿي محنت نه ڪندو ته فيل ٿيندو ۽ داخلا وٺڻ مان ڪو به فائدو نه پوندو. ٺهڙي نموني سادڪ پڻ ڪهڙي به اوچ ڪوٽيءَ جي ستگرن کان نام دان وٺي، پر جيستائين پاڻ صبوح شام آسڻ تي ويهي ڪمائي نه ڪندو، نام

جو سمرٿ ٿــي ڪنهن و ڏيساڻين سندس آتمڪ آنٽي
نہ ٿي سگهندي .

يوگہ ساڌنا ۽ پڳڏيءَ جــي مهتو ڪي چڱي طرح سمجهائڻ لاءِ پرم پوجنيہ سوامي جن جگياسين کــي هي ڀڄن ٻڌايو .

شبد — سر مسيي

رهڻيءَ سان يوگي سڌيءَ کي ٿا پائين
ڦرڻا سڀ مڏائــي ٻــرهم ۾ سمــائن

1. ڌري ڌيان دل ۾ اوم جي اکــر جو
ٻــراڻن کــي روکي ٽڪ ۾ ٽڪائن

2. وهن سي ويراڳي پدم آسڻ تــي
ورتيءَ کي تــہ دئاري دسوين لڳائن

3. سڻي ساز سهڻو انهد جــي آواز جو
شبد ساڻ سرتــي موڙي تــہ ملائن

4. سڌيءَ ساڻ ساڌي ماڌو مڌرائــون
اکنڊ جــوت انهيءَ اندر ۾ جڳــائن

هن ڀڄن جي دئــاران ٻرم پوجنيہ سوامي جن جگياسن کـــي يوگہ ساڌنا جي رهسيہ ميہ وڏي تمام کولي سمجهائي هي ڀڄن ساڌڪ لاءِ گيان جو ساگر آهــي . هن گيان جي ساگر کي پرم پوجنيہ سوامي جن هن ڀڄن روپي گهاگهر ۾ سمائي ڪري پريمين کـــي ٻڌايو. هن ڀڄن جو هر هڪ پد هندائڻ جوڳو آهي . ان ريت سڌي پراپت ڪري سگهجي ٿي .

پرم پوڄيه سوامي جن جڳياسين کي سمجهائڻ لڳا ته يوگ ساڌنا ڪندي، نام جو سمرڻ ڪندي ساڌڪ کي الوڪڪ آتمڪ آنند ٿين ٿا ۽ ڪيس کي سک دون پراپت ٿين ٿيون. انهن جو ذڪر ڪهڙن سان به نه ڪرڻو آهي. اهي آنند صرف پنهنجي ستگر مهراج جن کي ٻڌائي ڪاڻن اُچت مارگ درشن پراپت ڪرڻو آهي. هونئن به نام جو سمرڻ لوڪن کان لڪائي ڪرڻو آهي. پنهنجي ڪمائيءَ جي ڳالهه هميشه ڳجهي رکڻي آهي. اِن بابت سامي جن پنهنجي هن ٻن ۾ هدايت ڪئي آهي.

در در ڪين ٻڌاءِ سامي سک پرين جي
اندر مک آدب سان، لنئو لڪائي لاءِ
ته لئو لئو منجهه لڪاءِ، مورت محبوبن جي.

يوگ ساڌنا ڪرڻ واري ساڌڪ کي پنهنجي آهار ڏانهن به ڌيان ڏيڻو آهي. چاڪاڻ ته جهڙو آن تهڙو من. اِنڪري ڀوڄن هميشه ساتوڪ ئي ڪرڻ گهرجي. ساتوڪ ڀوڄن جي وياکيان ڪندي شري ڪرشڻ ڀڳوان آرجن کي چيو آهي ته —

”آيو، ٻڌي، ٻل، تندرستي، سک ۽ رچيءَ وڌائڻ وارو، رسدايڪ، ڇورو، ٻڪل، قوت بخشيندڙ ۽ سياويڪ، من کي وڻندڙ، اهڙي قسم جي ڀوڄن جا پدارٿ ساتوڪي پرش کي پيارا لڳندا آهن.“

پرم پوجيه سوامي جن جگياسين کي چوڻ لڳا ته پرماتما جو ساکياتڪار ڪرڻ واري يوگيءَ جا لڇڻ هن ريت هئڻ گهرجن.

”جيڪو ڪنهن سان وير ڀاو نٿو رکي، جيڪو سڀني جو متر آهي، جنهن جي دل ۾ سڀني لاءِ ديا آهي، جنهن جو آهنڪار هليو ويو آهي، جيڪو سدائين سنتشٽ آهي، جيڪو يوگه يڪت ۽ درڍ نشچيه وارو آهي، جنهن جو من ۽ ٻڌي پرڀوءَ ۾ آرپت ٿي ويئي آهي، اهي مهنجا پريه ڀڳت آهن. جن کان ماڻهو کن (پريشان) نٿا ٿين، نه ئي هو ماڻهن کان ڪن ٿين ٿا، جن وڏيڪ دکه ۽ خوشي، ڊپ ۽ ڀڙڪڻ تياڳي ڇڏيو آهي، اهڙا ڀڳت ئي مونکي پيارا آهن، جيڪي ڪنهن جي آسري نه آهن، جيڪي وچاروان ۽ دکش آهن، جيڪي سکه دکه ۾ سمان آهن، جن جو دکه هليو ويو آهي، جيڪي گلا ۽ ساراهه ۾ هڪ ئي ڀاو ۾ رهن ٿا يعني نه گلا ۾ دکي ٿين ٿا ۽ نه ئي ساراهه ٻڌي ڦولجن ٿا، گهٽ ڳالهائين ٿا ۽ گهڻو چپ رهن ٿا، جيڪي ڪجهه ملين ٿو، اُنهيءَ ۾ سنتوش ڪن ٿا، جن جو لڳاءُ ڪنهن خاص گهر ٻار سان ناهي جن جو سارو جڳت ئي گهر آهي، جنهن جي ٻڌي اِستر آهي، اهڙا ماڻهو ئي مهنجا پيارا ڀڳت آهن، اهڙا جگياسي ئي يوگي ٿي سگهن ٿا.

درشٽانت :- مهرشي ياگيولڪ جي آشرم ۾ سوين وديارٿي سکيا وٺي رهيا هئا. هت وديارٿين کي وید ويدانت جي اوچ سکيا ڏني ويندي هئي. اُنهن شِشن ۾ مهرشيءَ جا ٻه خاص شِشيه هئا، گروشيوي ۽ ڪشاگر ٻڌي. اهي ٻئي شِشيه ٻڌيمان ۽ محنتي هئا. هو ٻئي گروءَ جي خوب سيوا ڪندا هئا.

پر ڪجهه مهينن کان سندن ورتاءَ ۾ تبديلي ڏسي مهرشيءَ کي چنتا ٿيڻ لڳي. هو ٻنهي جي ساٿين سان ڳالهائڻ وقت ٻنهي جي هوشياري ۽ گيان جو ڏيکاءُ ڪرڻ لڳا. هنن ۾ آهنڪار اچي ويو. آهنڪار اچڻ سان گيان ڪچري ۾ پيل سون سمان ٿيو وڃي. گيان اچڻ سان تہ نمرتا اچڻ گهرجي. مهرشي سوچڻ لڳو تہ هنن جو اهو کوٽ تہ ڪيئن ڏور ٿيندو. سو اهو سوچي کين چوڻ لڳا تہ اسان وٽ جيڪا بہ وديا هئي سا اسين توهان کي ڏيئي چڪاسين. پر اڃا بہ اوچ ڪوٽيءَ جي سکيا آهي جيڪا اوهان کي سکڻ گهرجي. تنهن تي ششن پڇيو تہ اها سکيا ڪٿان سکڻ گهرجي. مهرشي چوڻ لڳا تہ هن سنسار ۾ راجا جنڪ جهڙو برهم گياني ٻيو ڪو بہ ڪونهي سو توهين هن وٽ وڃي ڪيس اسان جو نياپو ڏيو تہ هو توهان کي برهم وديا سيکاريندو.

گروءَ کان آگيا وٺي ٻئي ششيہ سڌا مٿلا نگريءَ ۾ آيا. راجا جنڪ جي دربار ۾ پهچي دوارپال کي چيائون ته اسين مهرشي ياگيولڪ جا ششيہ آهيون ۽ راجا سان ملي ڪيس مهرشيءَ جو نياپو ڏيڻ ٿا چاهيون. ششين کي يڪدم راجا جي سامهون اُپستٿت ڪيو ويو. راجا کانئن پڇيو ته توهين ڪير ڪير آهيو ۽ هت ڪيئن آيا آهيو. ٻنهي ششين ڪيس ٻڌايو ته هو مهرشيءَ جا ششيہ آهن ۽ گرو مهراج جي آگيا سان هتي آيا آهيون.

راجا دربانين کي حڪم ڏنو ته هنن کي شاهي آئٽي گرهه ۾ شان مان سان ٺهرايو وڃي. اسين هنن سان پوءِ ملاقات ڪنداسين. راجا جي شيوڪن هنن کي عطر سان شنان ڪرائي، سون جي پلنگن تي نرم گدن تي آرام ڪرايو ۽ چئني طعامن جو پوڄن ڪرايو. ان طرح سان هتي ڏاڍو مزي ۾ رهڻ لڳا ائين ڪندي چار ڏينهن گذري ويا پر راجا هنن سان ملاقات نه ڪئي. ٻئي هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته اڄ چار ڏينهن ٿي ويا آهن پر راجا اسان سان نه مليو آهي خبر اسان جي خوب آؤ ڀڳت ٿي آهي سو آنند آيو آهي. ايتري ۾ راجا جي شيوڪ اچي ڪين اطلاح ڏنو ته راجا اوهان کي دربار ۾ ياد ڪيو آهي سو مهرباني ڪري توهين هلو. راجا کين اُچت آسڻ

تي وهاري پڇيو تہ مهرشي جن بلڪل ٺيڪ آهن ؟ منهنجي لاءِ سندن ڪهڙي آگيا آهي ؟ تنهن تي گرو شيويءَ راجا کي ٻڌايو تہ مهرشيءَ اسان کي توهان کان برهم وديا سکڻ لاءِ موڪليو آهي. راجا اهو ٻڌي گنڀير ٿي ويو. ٿورو سوچي ڪين چيائين تہ ان لاءِ توهان کي ٽي ڏينهن پيا بہ انتظار ڪرڻو پوندو. ٻنهي چيو تہ ان ۾ ڪو بہ نقصان نہ آهي جتي چار ڏينهن انتظار ڪيو آهيون اُتي ٽي ڏينهن پيا بہ مزي ۾ نڪري ويندا.

شاهي آتٿي گرهہ ۾ شاهي ٺاٺ سان رهڻ ۾ ڪين خوب آنند آيو. سوچيائون تہ ٽي ڏينهن پيا بہ مزو وٺنداسين. پر هن دفعي راجا شيوڪن کي چيو تہ هنن کي سڌارڻ آتٿي گرهہ ۾ رکيو وڃي. هتي تہ سڀ ڪجهہ سادو هو. پوڄن جي وقت سندن اڳيان چار موٽيون روٽيون ۽ دال رکي ويئي. اهو ڏسي ٻنهي ڏاڍو ناراض ٿيا ۽ راجا لاءِ گهٽ وڌ ڳالهائي چوڻ لڳا تہ راجا اسان جو اپمان ڪيو آهي. اهڙي طرح ٽيئي ڏينهن هي راجا لاءِ گهٽ وڌ ڳالهائيندا رهيا. چوڻ لڳا تہ راجا تہ اگياني آهي جو اسان سان اهڙو برو ورتاءُ ڪيو اٿس.

ٽين ڏينهن ڪسان ٻوءِ راجا ڪين گهرائي چيو تہ موٽڪي ڏاڍو دکہ آهي جو هي ٽي ڏينهن توهان کي

ڪشٽ سھڻو پيو. توھان کي زمين تي سمھڻو پيو،
دال روٽي کائڻي پئي. تنھن تي ٻنھي ششين چيو
ته خير ڪا ڳالھہ ڪانھي، اھو وقت به ڪٽجي ويو
ھاڻي توھين اسان کي برھم وديا سيکاريو. تنھن
تي راجا چيو ته توھان اڃا برھم وديا سکڻ جا
اڌڪاري نه ٿيا آھيو. انھيءَ ڪري ھن وقت مان
توھان کي اھا وديا ڏيڻ ۾ آسمرٿ آھيان. تنھن
تي ٻنھي ششين چيو ته اسان مھرشيءَ جي آشرم ۾
رھي ھيڏو تپ ڪيو آھي سو اسان ۾ ڪھڙي ڪمي
آھي. تنھن تي راجا چيو ته ھي ڏي ڏينھن مون
توھان کي ساڌارڻ آتشي گرھہ ۾ رکي توھان جي
پريکيا ورتي ھئي. توھان اُتي رھي بيحد ناراض
ٿيا ۽ وشيش آتشي گرھہ ۾ رھي عيش عشرت ڪري
توھان کي خوب آنند آيو. جنھن مان ثابت ٿيو ته
توھان ۾ اڃا سم ڀاوُ پيدا نه ٿيو آھي. توھان ھيترو
تپ ڪري اجايو پنھنجي شرير کي ڪشٽ ڏنو آھي.

اھو ٻڌي گرو شيوي ۽ ڪشاگر ٻڌي جو شرم
سان ڪنڌ ھيٺ ٿي ويو. ھنن اھو محسوس ڪيو
ته ھنن ۾ اڀمان اچي ويو ھو. سندن دل ۾ اھنڪار
جا سلا اُڀري ويا ھئا سو مھرشي ياگيولڪ سندن
اھنڪار دور ڪرڻ لاءِ، سندن گراوٽ کي روڪڻ
لاءِ سندن ڀلائي لاءِ ٿي اسان کي راجا جنڪ وٽ

موڪليو هو. اسين پنهنجي سنگرو ۽ جا ٽوراٽا
آهيون جن اسان کي گهري گراوٽ ڪان بچائي
ورتو. اهنڪار جي آنڌ ۾ سڀو گيان نشٽ ٿي ٿو وڃي.

اهو درشٽانت ٻڌائي پرم پوڄيه سوامي جن
جڳياسين کي نڙت سان هلي نت نيم سان ابياس
ڪري آتم اُنتيءَ جي راهه تي هلڻ جي آشيرواد ڏني.

اهڙي نموني صبوح جو يوگ ابياس ۽ شام جو
ستسنگ ڪندا هئا. سڀو ڏينهن ڀڳتن جي ڀيڙ
لڳي پيئي هوندي هئي. سڀني جون من جون
مرادون پوريون ٿيڻ لڳيون. پر سوامي جن جي
من ۾ اهڙي استان جي تلاش هئي جتي شانتي
هجي، وشالتا هجي، پهاڙن جي ٽلهٽي هجي.
اهڙي استان تي ستگر مهراج جن جي آشرم
ٺهرائڻ جي دلي خواهش هئي من ۾. اتفاق سان
شري ياڳچند سنڌن ستسنگم ۾ اچڻ لڳو ۽ سندس
من جي مراد پوري ٿي، اوکي سوکي ٿي. هڪ
ڏينهن وڏي سڪ ۽ شرڌا سان دل ٻڌي پرم پوڄيه
سوامي جن کي عرض ڪيائين ته سائين منهنجي
گهر وارن جي اها وينتي آهي ته توهان جي ڪرپا
سان اسان جا سڀ ڪارج سڌ ٿيا آهن. انهيءَ
ڪري آدرش نگر هلي اسان جي ڪٽيا کي پوتر
ڪري اسان وٽ پوڄن ورتايو ۽ شام جو اُتي ئي

ستسنگ جو ڏيهاڙ لڳايو. سڀني پريمين کي اسان جي پاران نينهن ڏيو ته اُتي اچي ستسنگ ٻڌن ۽ پرساد پائين. اسان جي جڳهه گهڻي وڏي آهي ۽ چڱو وڏو کليل ميدان پڻ آهي جتي سولائيءَ سان ستسنگ ٻڌي سگهندو.

سنت ته پريمين جي وس هوندا آهن سو سندس سچو پريم ۽ شرڌا ڏسي سندن نينهن قبول ڪري پريمين کي چيائون سڀاڻي اسين ستسنگ جو ڏيهاڙ آدرش نگر ۾ سيٺ ڀاڳچند جي گهر لڳائينداسين. سيٺ ڀاڳچند سڀني پريمين کي سڪ سان ستسنگ لاءِ ڪوٺ ڏني آهي ۽ ستسنگ کان پوءِ هٿ پرسادي به ڏيندي.

ٻئي ڏينهن يوگ اڀياس کان پوءِ سيٺ ڀاڳچند ٽانگو وٺي پرم پوڄنيه سوامي جن کي مان شان سان وٺڻ آيو. سوامي جن سائين سندس گهر پڌاريا. ٻن پهرن جو ڀوڄن ڪري آرام ڪيائون ۽ شام جو ستسنگ جو ڏيهاڙ لڳايائون. اُتي شهر جي پريمين کانسواءِ آدرش نگر جا به گهڻيئي پريمي آيا جن ۾ سيٺ صوڀراج مل به آيل هو.

آدرش نگر جي پريمين کي پرم پوڄنيه سوامي جن جي ستسنگ روپي امرت مان خوب آنند آيو سو ستسنگ کان پوءِ ميڙ ڪري سندن شيوا ۾ حاضر ٿيا ۽ کين عرض ڪيائون ته ستسنگ ٻڌي اسان جي

پياسي اٿما اڄ سالن کان پوءِ ڌرپت ٿي آهي. اسان سڀني جو توهان کي نماڻو عرض آهي تہ هتي رهي ڪري هر روز اسان کي ستسنگ روپي امرت پياريو. سيٺ ڀاڳچند کين عرض ڪيو تہ سائين اسان جي جڳهہ ڪافي وڏي آهي توهانکي هڪ ڪمرو رهڻ لاءِ ڏيون ٿا ۽ ستسنگ ڪرڻ لاءِ هيٺ وڏو ميدان آهي سو ڪافي انداز ۾ پريمي سمائجي سگهن ٿا. اسان کي ڪرپا ڪري پنهنجي شيوا جو موقعو ڏيو جيئن اسان جو پرلوڪ سڦلو ٿئي.

پرم پوڄيہ سوامي جن کي ستسنگ لاءِ هي ڪليو وشال ۽ شانتي وارو واتاورڻ ڏاڍو وڻيو سو سندن آڇ قبول ڪري اُتي رهي ستسنگ جو ديپاڻ لڳائڻ جو فيصلو ڪيائون.

پرم پوڄيہ سواميءَ جو هي فيصلو ٻڌي سندن پرم ڀڳت ڀارگوا صاحب جي دل ويهجي ويئي کين ڀاري من سان وينتي ڪيائين تہ ستگرو مهراج جي توهان هتي رهندا تہ يوگ شالا جو ڇا ٿيندو؟ ان تي کيس آٿت ڏيندي چيائون تہ تنهنجي سڪ ۽ شردا ڏسي ڪري اسان اهو شبهہ ڪاريہ آرنڀ ڪيو آهي ان کي اسان نرنتر جاري رکندا سين. اسان فيصلو ڪيو آهي تہ صبح جو نيم سان هر روز نردارت وقت تي اسين يوگ شالا پهچي ڪري نوجوانن کي يوگ

آپياس ڪرائي سنڌن شاريرڪ ۽ آتمڪ اُنتيءَ ۾ سهايتا ڏيندا رهنداسين ۔

پرم پوجنيه سوامي جن پرڀات ويلي اُٿي اشنان ڪري هر روز پنڌ ڏي پنڌ نام جو سمرڻ ڪندا ٺيڪ ٽائيم تي آشا گنج يوگه شالا پهچي ويندا هئا. سنڌن شردالو پريمي عرض ڪندا هئا ته سائين ايترو پري آدرش نگر کان آشا گنج هڪ ڪنڊ کان ٻئي ڪنڊ تائين پنڌ وڃڻ جي تڪليف ڇو ٿا وٺو. اسان کي حڪم ڪريو اسين توهان کي اُتي پهچائڻ جو بندوبست ڪنداسين ۔ اُنهيءَ ڏينهن شام جو ستسنگ ۾ اُنهن شردالو ڀڳتن کي سنڌن پريم ڀاو جي لاءِ ڌنيواد ڏيندي هن ڀڄن دوارا جواب ڏنائون ۔

## شبد ۵ راڳ ڀيروي

درويشن جي عجب خيالي چالن سي درويش

1. ڪڏهن گهمن سي ننگي پيرين، ڪڏهن شاهاڻي ويس
ڪڏهن گيڙوءَ جا ڪپڙا پائي، لال ڦرن ته لبيس
2. ڪڏهن جهلائين ڇتر سر تي، ڪڏهن ڀڀوتي ڀيس
ڪڏهن منڊائين سر کي سائين، ڪڏهن رکائين ڪيس
3. ڪڏهن رهن سي اندر غفا جي، ڪڏهن گهمن ٿا ديس
ڪڏهن ماڻڪ ۾ من لڳائي، ڪڏهن ڪرن اُپديس
4. ماڏو مست رهن سي موجي، چئي او ٽڪم آديش
درويش جا رايا سڀ نچ جالن سي درويش

پرم پوڄنيه سوامي جن سچ مچ ئي پوتل درويش هئا. هو پر اُپڪار لاءِ ڪيڏا نہ ڪشٽ سهڻ لاءِ تيار هئا. پريمين جي پڪار تي صبوح جو يوگہ آپياس ڪرائيندا هئا. ڏينهن جو شهر جي پريمين جا دکہ دور ڪندا هئا ۽ شام جو آدرش نگر پر ستسنگہ جو ديپاڻ لڳائي پريمين کي خوب آنند وٺائيندا هئا. سندن ستسنگہ جي سرهاڻ ڏيري ڏيري آدرش نگر جــي مڪاني جنتا پر ڦهلجڻ لڳي. هاڻــي سندن ستسنگہ پر بابو هنومـــان پرساد، شري ماستر جگديش پرساد، بابو مرليڌر ۽ شريمـــان جها صاحب، سيٺ صاحب ذت نيمرسان اچڻ لڳــا. هـــي سڀ صاحب آدرش نگر جــي جنتا جا پيارا اڳوان هئا. هي سڀ پرم پوڄنيه سوامي جن کي تمام گهڻي عزت ڏيندا هئا ۽ هردم شيوا ڪرڻ لاءِ حاضر هوندا هئا.

چنچر ڏينهن سوامــي جن خاص ستسنگہ ڪندا هئــا. اُن ڏينهن پريمي شهر مان ۽ آدرش نگر مان تمام گهڻي آنداز پر ايندا هئا. هڪ چنچر تي پريمين کــي سمجهائڻ لڳا تہ هن وقت توهان جي پريکيشا جـــي گهڙي آهي. ورهاڱي جي ڪري اسان کي گهر بار ڏنئا ڌاريون ڇڏي دربدر ٺيڪو پيو آهي. توهان جــي سامهون روزگار، مڪان ۽ ٻارن جـــي پڙهائــيءَ جا مسئلا آهن، سڀ کان وڏو مسئلو پئسي

جو آهي. پر هي ڪشٽ اسان پنهنجي ڌرم کي بچائڻ لاءِ خوشيءَ سان ورتا آهن. انهيءَ ڪري دل ننڍي نه ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته اسين ڌرم تي قائم رهياسين ته جلدي اڳي کان اڳرا ٿي وينداسين. صرف وشواس رکڻ جي ضرورت آهي. پريمين کي وشواس ڏيارڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت ڏنا ٿو ن.

درشٽانت:- هڪ وڏو شاهوڪار هو. هو دانيءَ ديالو هو. هن جي سدا ورت ڪري سندس ناموس دور دور تائين ڦهليل هئي. ڪو به سوالي سندس در تان خالي نه ويندو هو. دان پڇ کان سواءِ هو پوڇا پاٺ نيم سان ڪندو هو.

ڀڳوان پنهنجن سچن ڀڳتن کان ضرور پريکشا وٺندو آهي. سو هڪ ڏينهن لڪشميءَ کي اٻلا ناريءَ جي ويس ۾ سيٺ صاحب وٽ موڪليائين. لڪشمي ڏين ڏي اچي سيٺ صاحب کي وينتي ڪئي ته مان اٻلا بيسهاري توهان جي ناموس ٻڌي توهان جي شرڻ ۾ آئي آهيان. ڪرپا ڪري مون بيسهاري ڏکياريءَ کي پنهنجي چرڻن ۾ جڳهه ڏيو. مان هڪ ڪنڊ ۾ ويٺي هوندس ۽ توهان جي سيوا ڪندس.

سيٺ صاحب ديالو هئا سو هن اٻلا جي هيٺي

حالت ۾ قياس ڪاڻي ڪيس پاڻ وٽ رهڻ جي اجازت ڏني. هو مڙي سان اُتي رهڻ لڳي. سيٺ صاحب نيم انوسار جيئن ڀڳوان جي مورتيءَ سامهون پوڄا ڪري رهيو هو اُن وقت لڪشمي پرگهٽ ٿي سيٺ صاحب کي چوڻ لڳي، سيٺ صاحب توهان ڪلڪشميءَ کي پاڻ وٽ شرڻ ڏني آهي انهيءَ ڪري مان توهان کان آگيا ٿي وٺان. مان ڪلڪشميءَ سان گڏ رهي نه سگهندس. هاڻي توهين فيصلو ڪريو يا ته ڪلڪشميءَ کي ڪڍيو يا مونکي اجازت ڏيو. تڏهن ٿي سيٺ صاحب لڪشميءَ کي چيو ته ماتا شرڻاگت جي رکيا ڪرڻ منهنجو ڌرم آهي مان پنهنجي ڌرم تي قائم آهيان. انهيءَ ڪري مان ڪلڪشميءَ کي ڪڍي نٿو سگهان. هاڻي هتي رهڻ يا وڃڻ جو فيصلو توهين خود ڪريو. سيٺ جي اِن جواب ٻڌڻ کانپوءِ لڪشمي هلي ويئي. لڪشميءَ جي وڃڻ کان پوءِ سيٺ وٽ ڌن ويو گهٽبو ڪيس گهاٽا پوڻ لڳا ۽ سندس پئسي ۾ هٿ تنگ ٿيڻ لڳو پر سيٺ تڏهن به دل ننڍي نه ڪئي. پرماتما جي ڀاڻي تي راضي رهيو.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ جيئن پوڄا ويٺي ڪيائين ته سندس سامهون سمرڌي ديوي پرگهٽ ٿي ۽ ڪيس چيائين ته سيٺ صاحب توهان وٽان لڪشمي

ته موڪلائي ويئي آهي سو مان ته لڪشميءَ کانسواءِ
رهي ڪانه سگهندي آهيان انهيءَ ڪري مان به
موڪلايان ٿي . ائين چئي سمرتي ديوي اوپ ٿي
ويئي . اُن ڏينهن کانپوءِ برڪت پوري ٿي بند ٿي
ويئي. پنهنجون سڪون لڳيون آڪال پوڻ لڳو ڪاراڻن
کي باهه لڳي ويئي، چارون طرفن کان گهاٽي جا سماچار
اچڻ لڳا ، اهڙي ڪشٽ جي گهڙيءَ ۾ به سيٺ
پنهنجي ڌرم تي قائم رهيو ۽ اُف به نه ڪيائين .

ٽوڻ ڏينهن کانپوءِ هو جيئن پوڄا ڪري رهيو
هو ته يش ديوتا پرگهٽ ٿي سيٺ کي چوڻ لڳو
ته سيٺ جي ! توهان وٽان لڪشمي ديوي موڪلائي
ويئي، اُن جي پٺيان پٺيان سمرتي به موڪلائي
ويئي. پائي مان ته اُتي رهندو آهيان جتي لڪشمي
۽ سمرتي ديوي رهندي آهي . انهيءَ ڪري مان
توهان کان موڪلايان ٿو . اُن ڏينهن کانپوءِ سيٺ
جي بدنامي ٿيڻ لڳي . سڄو يش ۽ نالو مٽيءَ ۾
ملي ويو ماڻهو ناموس جي بدران سندس برائي
ڪرڻ لڳا پر سيٺ سڀ ڪجهه صبر سان سٺو .

انت ۾ هڪ ڏينهن پوڄا ڪندي سندس سامهون
ڌرم پرگهٽ ٿيو ۽ چوڻ لڳو سيٺ جي توهان وٽان
لڪشمي ، سمرتي ۽ يش موڪلائي چڪا آهن هاڻي
مان به توهان کان موڪلائڻ ٿو چاهيان . تنهن تي

سيتا جي ڌرم کي هٿ جوڙي وينتي ڪئي ته جڏهن لڪشمي موڪلايو ته مون کيس ڪجهه به نه چيو، جڏهن سمرڌي ويئي ته به مونکي غم نه ٿيو ۽ جڏهن يش به مونکي ڇڏي ويو ته به مون کيس نه روڪيو پر توهانکي مان وڃڻ نه ڏيندس. توهان جي رکشا ڪرڻ جي خاطر مون ڪلڪشميءَ کي پاڻ وٽ شرڻ ڏني. شرڻاگت جي رکيا خاطر مون هيڏا سارا ڪشٽ سٺا پر مون اُف به نه ڪئي ڇاڪاڻ ته ڌرم سڀ کان وڏيڪ اونچو آهي. راماڻ ۾ ڀڳوان شري رام چيو آهي ته:—

رگهو ڪل ريت سدا چلي آئي
پراڻ جائي پر وچن نه جائي.

اهو ٻڌي ڌرم ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ کيس آشيرواد ڏيڻ لڳو ته اسان صرف توهان جي پريکشا ٿي وٺڻ چاهي، توهان اُن پريکشا روپي اگني ۾ تپي سون وانگر کرا ٿيا آهيو. هاڻي ڌرم تي قائم رهڻ خاطر اسين سڀ توهان تي پرسن ٿيا آهيون. ايتري ۾ لڪشمي ديوي، سمرڌي ۽ يش پرگهٽ ٿي چيو ته پاڻ اسين ڌرم جي پٺيان ئي آهيون. توهان ڌرم کي پاڻ وٽ قائم رکيو ۽ ڌرم جي خاطر هيتريون سور سختيون سٺيون انڪري اسين سڀ توهان وٽ

واپس موٽي آيا آهيون ۽ هميشه توهان وٽ رهنداسين. سيٺ جو ڌن ڏاڍو اڳي کان اڳرو ٿي ويو. هر شيءِ ۾ برڪت پوڻ لڳي. هاڻي سندس يش دور دور تائين ڳائجڻ لڳو. ايتري ۾ لڪشمي سيٺ وٽ اچي هٿ جوڙي معافي وٺي موڪلائڻ لڳي. سيٺ کي چيائين ته ڀڳوان توهان کان پريکشا ٿي وٺڻ چاهي انڪري مونکي موڪليو ويو. سيٺ جي جتي ڌرم آهي اتي مان رهي نه سگهندس ان ڪري مان هاڻي وڃا ٿي وري ڪڏهن توهان وٽ ڪونه ايندس.

پرم پوڄيه سوامي جن پريمين کي سمجهائي چوڻ لڳا ته اسين به ڌرم جي رکشا خاطر وطن، اباڻا اجها، ڌن دولت، مندر مڙهيون ۽ محل ماڙيون قربان ڪري هتي آيا آهيون. اسين ڌرم تي قائم آهيون. انڪري سڀ اڳي کان اڳرو ٿيندو، ڌن دولت به ايندي، يش به ملندو بس صبر جي ضرورت آهي. ڌڻيءَ جي در تي دير آهي پر انڌير ڪونهي. وري مندر ۽ مڙهيون ٺهنديون ۽ ميلا لڳندا.

پرم پوڄيه سوامي جن جي اهڙن آدرائتن پروچن جو اتان جي مڪاني ماڻهن تي ڏاڍو گهرو اثر پيو. هڪ ته سندن آلوڪڪ شخصيت، مٺر

واٽي ۽ گهوري گيان سيڻي پريمين کــي موهي وڌو هو. هو ڪنهن به نموني پرم پوڄنيه سوامي جن کي آدرش نگر ۾ وسائڻ جون رٿون رٿڻ لڳا جيئن هي پوءِ قلي قواي ۽ تيرٿ اِستلي بڻجي پوي.

اِهو سوچي اُتان جــي معزز ماڻهن سوسائٽيءَ جي ميٽنگ گهرائي رٿ رکي ته پهاڙ واري زمين ۾ سوامي جن کــي حصو ڏنو وڃي ۽ اِهو يڪراءِ پرستاءُ رکيائون ته سڀني زمين جا ٽي برابر جا حصا ڪيــا وڃن جن مـــان هڪ حصو رامڪرشن مشن کي ٻيو حصو ستيم نارائڻ جي مندر کي ۽ ٽيون ڪنڊ وارو حصو پرم پوڄنيه سوامي جن کي لکي ڏيــڻ جي دان طــور ڏنو وڃي جيئن هو اُتي آشرم ٺهرائي دائمي طور آدرش نگر ۾ رهي هتي جي جنتا کــي ستسنگ روپي آمرت پياري پــرمارٿ جي راهه تي هلائيندا رهن.

سوسائٽيءَ جــي ڪارڪنن گڏجي پرم پوڄنيه سوامي جن جي شيوا ۾ حاضر ٿي هيءَ خوشخبري ٻڌائي ڪين زمين جا ڪاغذ ارپڻ ڪيا. سوامي جن هي سڀ ستگرو مهراج جن جي آسيس ڪرپا سمجهي سيڻي کــي ستگرو مهراج جن جــي ٻاران پڪرون ٻارائي خوب آشيرواد ڏني.

ٻئي ڏينهن شام جو ستسنگ ۾ پريمين کي اها
خوشخبري ٻڌائي ڇڏيائون ته ستگرو مهراج جن
اسان مٿان اسيم ڪرپا ڪئي آهي. هو سمرٿ آهن
جاڻي جاڻڻ هار آهن. هو هيڻن جا همراهه آهن.
هنن جي در تي دير ٿي ڪانهي، دير آهي اسان
جي پڪارڻ جي. ستگرو مهراج جن اسانجي پڪار
ٻڌي عرض اونايو آهي. هتي پهچڻ ڪانپوءِ هڪ ٿي
تمنا هئي ته ستگرو مهراج جن جو آشرم ٿئي.
پر هن هيڻي حال ۾ اهو سپنو ساڪار ٿيڻ ڪٺن نه
پر ناممڪن ٿي لڳو. سندن جڏهن ڪرپا ٿي
تڏهن آدرش نگر جي پريمين جي گهٽ ۾ ٻاڻ
پرماتما وچي ويئو ۽ هيءُ وشال ڀومي آشرم جوڙائڻ
لاءِ دان ۾ ڏني اٿن. هن ڀاڱي جي چتر ڇايا ۾
ستگرو مهراج جن جو سرڳ جهڙو آشرم ٺهندو.
هي سڀ منهنجي ستگرو مهراج جن جي مهر آهي
جو هن سدامي جي هيڻي حال ڏي رحم ڪري
ڪرشڻ ڀڳوان وانگر اچي سهاءِ ٿيا آهن. ڀاو وڀور
ٿي پريمين کي هي ڀڄن ٻڌايائون.

شبد ٦ راڳ ڀيروي

ڇوي شيام سندر ته سڌاما

جهڙي حال رهئين بدحال رهئين
آئين ڪين هلي هن ديس ۾

1. ڏوتہ ڏينهن وڃايو ڏکن ۾
ڏوتہ رات گذاري ٻکہ ۾
روئي حال ڪيا هڻ جهيڙا
پنهنجو بدن ڳاريو هن ديس ۾ .

2. ڏکا پڳڙي مٿي تي آهي
سچو لڳو ٻہ لڳن تي ناهي
ڦاٽي پير پيا سي تہ چيرون ڏيا
ڪيئن وقت ڪاٽيندا هن ديس ۾ .

3. هاءِ مٽر پاتہ دکہ ياري
روئي شام چوي تہ مراري
ڪاٽيندا ڏينهن ڪٿي آئين ڪين هٿي

4. اچي گلي ميو گرداري
روئي رت اکين مان زاري
نيٽي ڏار ڏميا تنهن مان چرڻ پڇيا
ڏي ماڌو پريم جي ٻيش ۾ .

هي درد ڀريو ڀڄن ڳائيندي پرم ڏجيہ سوامي جن جي سٽگرو مهراج جن جي ياد ۾ دل ڀرجي آئي ۽ اکيون آنهن ڏي ويهون . واقاورڻ ڏاڍو ڀاري ٿي پيو . سڀ پريمي ڀاو ويءُر ٿي ويا ۽ سڏن ڏيڻ ڏمڻ لڳا .

پرم ڏوجيہ سوامي جن پريمين کي آٿت ڏيندي چوڻ لڳا تہ سٽگرو مهراج جن جي آسيس ڪريا

سان سنڌر اسٿان ٽي ٽنڊي آدم جي آمراپور
دربار وانگر اسان کي وشال ڀومي ملي آهي.
آشرم ٺهرائڻ لاءِ سميه ۽ ساڌن جي ضرورت
آهي. اسانکي پورن وشواس آهي ته ستگرو مهراج
جن پنهنجا ڪارج پاڻ خود اچي پورڻ ڪندا. سڀ
ننگم سنڌن مٿان آهن. اسين ته صرف نمت ماتر
آهيون. ڪرڻ وارا پاڻ ئي آهن.

وقت گذرندي دير ئي ڪانه ٿي، مٿان اچي
ستگرو مهراج سوامي ٽيئون رام جن جي ورسيءَ
جو وقت پريو. ستگرو مهراج جن جي ورسيءَ جو
هندستان ۾ سنه 1949 ۾ پهريون ميلو لڳو هو. هڪ
ڪمري ۾ رهندي ستگرو مهراج جن جي وشال ميلي
جو سنڪلپ ڪيائون. ميلو ساڳي ڌام ڌوم ۽ مان
شان سان لڳندو اهڙو آتم وشواس هو ڪين.

پرم پوجنيه سوامي جن ۾ چڪمڪي شخصيت ۽
ڪاريه سنڀالن جي آدڀت شڪتي هئي. هو صاحب
هرڪو ڪم دور انديشيءَ پورڻ ۽ يوجنا سان ڪندا هئا،
سو ميلي جي بهتر بندوبست لاءِ آدرش نگر ۽ شهر
جي شوڊالو پريمين جو ميڙ ڪوٺايائون. اُن ميڙ ۾
شري صوڀراج، بابو مرليڌر، بابو هنومان پرساد،
ماستر جگديش پرساد، سيٺ صاحب، پساگچند ۽
پيارگوا صاحب خاص هئا. سڀني سان صلاح ڪري

الڳ الڳ ڪم جي ورهاست ڪري هر ڪم لاءِ ڪميٽيون مقرر ڪيائون ۽ هر هڪ ميمبر کي ڪم جي پورڻ زميداري سونپي پڪر پارائي سنمان ڏنائون ۽ کين سمجهائي ڇڏيائون ته هي سڀ ڪم مهتوپورڻ آهن ۽ مهان آهن. ڪوبه ڪم ننڍو ڪونهي. جتين جي سنڀال، پاڻيءَ جو پيائڻ هلائي پياسن پريمين کي کي پريم سان ٿڌو پاڻي پيارڻ ۽ ٻيا سڀ شيوا جا ڪم برابر آهن. انهيءَ ڪري بنان حجاب جي ڏهاڙيءَ سان جي اسين شيوا ڪنداسين ته ستگرو مهراج جن جي اسان مٿان آسيس ڪرپا ٿيندي. پريمين کي شيوا جو مهتو سمجهائڻ لاءِ هي درشٽانت ڏنائون :-

هي ڳالهه چوٿين پاتشاهيءَ جي آهي. گرو مهراج جن جي آکاڙي ۾ آرجن ديو شامل ٿيو هو. ڪيس گرو مهراج جن ننڍا ننڍا ڪم سونپيا هئا جن ۾ باسڻ ملڻ پڻ هئا. آرجن ديو پرڀات کان وٺي اُن شيوا ۾ لڳندا هئا ۽ رات جو جڏهن سڀ ششيہ ڪائي ٿي آرامي ٿيندا هئا تڏهن به هي پنهنجي شيوا ۾ لڳا رهندا هئا. هو ڪڏهن به ڪم کي ننڍو سمجهي اُن کي ڪرڻ ۾ آر نه ڪندا هئا. من لڳائي ننڍي ۾ ننڍو ڪم تمام صفائي ۽ سچوٽ سان ڪندا هئا.

جڏهن ٻيا ششيہ مڙي سان گرو مهراج جن جو ستسنگ ٻڌندا هئا تڏهن هي صاحب پنهنجي شيوا

۾ مشغول هوندا هئا . اُنهيءَ ڪري ٻيا ششيہ ڪين
تہ سمجهندا هئا ۽ سوچيندا هئا تہ گرو مهراج جن
جي نظر ۾ آرجن ديو جي ڪا حيثيت ئي ڪانهي.

۽ جڏهن چوٿين پاتشاهي جي گرن جو انت سميہ
آيو تڏهن هنن پرٿا انوسار پنهنجي ششين مان گرو
گديءَ جو وارث چونڊيو ، پر هنن اُن جو سنگت ۾
اعلان نہ ڪيو پر پنهنجي وصيت لکي هڪ صندوق
۾ بند ڪري اُن جي چاٻي پاڻ وٽ رکيائون ۽
سنگت کي حڪم ڏنائون تہ اسان جي جوتي جوت
سمائڻ کان پوءِ ئي هن صندوق کي کولي وصيت
پڙهي وڃي .

جيڪي ششيہ سندن ويجهو هئا ۽ سمجهندا هئا تہ
گرو مهراج جن جي منهنجي مٿان خاص رحمت
آهي . اُنهن مان هرڪو اهو سمجهڻ لڳو تہ گرو
مهراج جن پڪ منهنجي لاءِ ئي وصيت ڪري ويا
هوندا .

۽ جڏهن گرو مهراج جن جي جوتي جوت سمائجڻ
کان پوءِ سندن آڳيا انوسار صندوق کولي وصيت
پڙهي ويئي . تڏهن سندن حيرت جي حد نہ رهي
سندن وصيت موجب گرو مهراج گرو آرجن ديو
کي پنهنجو وارث ٿاپي گرو گديءَ جو حقدار بڻائي
ويا هئا . اها ڳالهہ تہ سندن سڀني ۾ ۾ نہ هئي تہ




سوامي جن دوران هندستان ۾ سنگتن جو پهريون ورسي اتسو

جنهن کي پاڻ تہ سمجهندا هئا اُن کي گرو مهراج سرمور سمجهي گدي سونپي ويندا. اِها سڀ شيوا جي ڪرامت هئي.

درشنانت پڌائي ڪاريہ ڪرتائن کي چوڻ لڳا شيوا سڀ کان اونچي آهي، ڪوبہ ڪم ننڍو نہ سمجهڻ گهرجي. ڪاريہ کي اوچو بڻائيندڙ اسانجي اونچي ڀاونا آهي، جي اسين لڳن ۽ سچي ڀاونا سان شيوا ڪنداسين تہ اِها اوشيہ سنگرو مهراج جي در آگهامندي. سڀئي ڪاريہ ڪرتائن تن من سان ڪاريہ کي پوتر سمجهي پورو ڪرڻ جو سنڪلپ ورتو ۽ سڀ پنهنجي ڪاريہ ۾ جنبي ويا.

ميلي جي بندوبست جي نظرداريءَ لاءِ شري صوڀراج ۽ سيٺ ڀاڳچند کي ڀالي مرداني وانگر آٺئي پهر پاڻ سان گڏ رکياڻون. هر هڪ ڪم جي سار سنڀال ۽ نظرداري ڀرم ٿو جنيہ سوامي جن پاڻ خود ڪرڻ لڳا.

هي ميلو آدرش نگرواسي شري چندر ڪشور گرگہ جي جاءِ ۾ لڳائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ميلي لڳائڻ جو اعلان ڪندي ئي ڪن ڏل ۾ پنڊارا پرجي ويا. داني ڀريمين ڪنڪ، ڪڪڪ ۽ چانورن جون ڳوڻيون، ٿيل جا دبا سائين جن جي شيوا ۾ پيٽ ڪيا ۽ دل کولي پيڙا ڏني. سنگرو مهراج جن

پنهنجا ڪم پاڻ ڪيا ڪنهن کي به ڪجهه چوڻ جي ضرورت نه پيئي.

پرم پوجنيه سوامي جن جي دل شاهه ٿي ويئي ۽ ميلي جي تياري زور شور سان ڪرڻ لڳا. ميلي جي نمنترڻ پتر موڪلڻ کان اڳ پرم پوجنيه سوامي جن مها منڊليشور ستگرو مهراج سوامي سروانند جن وٽ آيا ۽ کين نمرتا پوروڪ چياٺون ته هندستان ۾ ستگرو مهراج جن جي ورسيءَ جو هي پهريون ميلو آهي. سيني شرڌالن بلند حوصلي سان ورسي ملهائڻ جو سنڪلپ ڪيو آهي باقي ننگر ٿوهان ٿي آهي. ميلي کان ڪجهه ڏينهن اڳ پڌارجي ميلي جو سنڀالن پنهنجن پوتر ڪر ڪملن سان ڪرڻ جي ڪرپا ڪندا.

پرم پوجنيه مها منڊليشور سوامي سروانند مهاراج سندن ونيت ڀاو ٿي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کين وچن ڏناٺون ته ميلي ۾ پهچي هر طرح جي سهايتا ڪندا ڇاڪاڻ ته هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ سڀ سنت هڪ ٻئي کان وڇڙي ويا هئا. انهيءَ ڪري ستگرو مهراج جن جي ورسي سڀني کي هڪ ٻئي جي سهڪار سان ملهائڻي آهي. اهو ڪاريه سڀني جو آهي ۽ دل و جان سان ڪرڻ گهرجي.

پرم پوجنيه سوامي جن جي من همدردي پرٿي

وھنوار سان ھمٿ ٻڌ جي ويٺي ۽ موٽي اچي سيٺي سنتن کي نمنترڻ پتر موڪلي ڪين آگرھ ڪيائون ھن موقعي تي ضرور اچي ميلي جي شوڀا وڌائين جن ڀريمين جي ائڊريس ملي سگھي اُنھن کي ميلي جا پترا موڪلي سندن مٿان اھا زميواري رکيائون تہ اُن شھر ۾ رھندڙ سيٺي ڀريمين کي اسان جي پاران ميلي ۾ اچڻ جو نمنترڻ ضرور ڏين. شھر جي جنتا کي سماچار ڏيڻ جو ڪم شھر ۽ آدرش نگر جي ڀريمين ڏي رکيائون . سيٺي سنڌي سماچار پترن ۾ ھڪ ميلي جو ڪاريہ ڪرم ڇپارايائون تہ جيئن سيٺي ڀريمين کي ميلي جي پروگرام جي خبر پئجي سگھي.

سنتن ۽ ڀريمين جي رھڻ لاءِ پرم پوجنيہ سوامي جن آدرش نگر جي ڀريمين جي گھرن ۾ خود ويا ڪين چيائون تہ ھيءَ ورسي ميلو اسان سيٺي کي ملي ڪري سڦل بڻائڻو آھي . ميلي ۾ ايندڙ مھمانن کي توھان پنھنجو مھمان سمجھي سانڀيندا . اُنھن کي رھڻ لاءِ جيترا ڪمرا ڏيئي سگھو ڏيو ۽ ٻيو بہ جيڪو سھڪار ڏيئي سگھو تہ ڏيو . ڀريمين ڀريہ پوجنيہ سوامي جن جي چرڻن ۾ سمرپڻ ڀاو سان سڄو گھر ڏيئي سندن حوالي ڪيو پنھنجي صرف لاءِ ھڪ ڪمرو رکيو . سوامي جن سندن تياڳ ۽ سھڪار جي ڀاونا

تـي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ کين ڏنيواد ڏنائون .

پوءِ پري کان پريمي ۽ سنت وڏي سڪ ۽ شرڌا سان ميلي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اچڻ لڳا. شري صوبراج مل ۽ سيٺ پاڪچند اُنهن جـو سواگت ڪري کين پنڌ استان تي رهائيندا ويا . پرم پوجنيہ مهامنڊليشور سوامي سرواننڊ مهراج جن ميلي کـان هڪ ڏينهن اڳ پڌاريا. ورسيءَ جي ميلي جي ڪاريہ ڪرم جي روپ ريکا سندن شيوا ۾ پيش ڪئي ويئي. ٻـئي ڏينهن تي ميلي جو شبي آرنڀ پرم پوجنيہ مهامنڊليشور جـي ڪر ڪملن دئاران راماڻ جي اکنڊ پاٺ سان ڪيو ويــو. راماڻ منڊل وارن سريلن سازن سان راماڻ جـو پاٺ شروع ڪيو جنهن ۾ پاٺ بـہ ٻئي جهوميا ۽ پريمين کي بہ ٻئي جهولايائون . اُن کان پـوءِ گرو گرنٿ صاحب ۽ گيتا جا پاٺ رکيا ويا، جنهن سان سڄو واتاورڻ ڌـي پگتي ميہ ۽ سڳنڌت ٿي ويو.

ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي شو پا ياترا ڪيئي ويئي جنهن ۾ ستگرو مهراج جن جـي وڏي تصوير سان گڏ پيون بہ ڪيترئيون سندر جهانڪيون بہ ڪيون ويون. سرگس ۾ ڀڄن منڊليون سوامي ٽيئونرام جن جا ڀڄن ڳائينديون ستگرو مهراج جن جي جئہ جئڪار ڪنديون ٻئي هليون . آدرش نگر جـي

پريمين سرگس جي سواگت لاءِ جڳهه جڳهه تي شوڀا
ڊڪار ڏاهيا جتي سنتن مهان ڪلن جي ورکا پئي
ڪئي ويئي. سڄو واتاورڻ ئي سرڳ ڌام جهڙو پئي
لڳو. شرڌالو پريمين سيسا ۾ سکي جو پرڻ بندوبست
ڪيو هو. هن شاندار جلوس ڊڪاران ستگرو مهراج
جن جي يش جي سڳنڌ سڄي آدرش نگر ۾ اجمير
شهر ۾ ڦهلجي ويئي.

صبح شام ودوان سنتن جا پروچن ٿيندا رهيا.
ميلي جي سنچالڪن جي ڪوشش رهي ته هر هڪ
مهاتما سنت کي ڀڄن ڪيرتن جو وقت ڏنو وڃي.
وچ وچ ۾ پرم پوڄنيه سوامي جن ۽ ستگرو مهراج
جن جي مهما جا ڀڄن ڳائيندا هئا ۽ سندن مهما
۾ سکيائن تي روشني وجهندا رهندا هئا. اهڙي
نموني پريمي هڪ پاسي سنتن ۽ مهاتمائن جا
آمرت وچن پڙهي گيان گنگا ۾ ڏبيون لڳائيندا
رهيا، ٻئي پاسي آکنڊ ڀنڊاري مان پرساد پائي
ترپت ٿيندا رهيا.

آخرين ڏينهن تي صبح کان شام تائين ڀڄن
ڪيرتن جي موج لڳي پيئي هئي. اُن وقت پرم
پوڄنيه سوامي جن پنهنجي سڳوري ستگرو مهراج
جن جي چرڻن ۾ هي ڀڄن ڳائي شرڌا سمن
چاڙهيا.

### شبد ۷ سُر تلنگ

ستگرو توکي سيس نمايان
چرن ڪنول تنهنجا چت ۾ ڌيايان

1. ستگر تنهنجي در تي سوالي
دين ديال آهين تون والي
پاند پکيڙي ڀِک پايان ...... ستگر

2. ستگر تنهنجو پُريل ڀنڊارو
آهي ڀاڳهارو کُليل دوارو
ڪڻو ڪرپا جو چاهيان ....... ستگر

3. ستگر مون تي ڀرم ڀڳا جو
رهي ديا جو هٿ ميا جو
ڪرمن ڪوٽ ڪٽايان ...... ستگر

4. ستگر توکي ڪيان سدبار
جوڙ جهار وار ڏون وار
ماڌو ناٿو ڌيايان ....... ستگر

ڀرم ڀوڄنيه سوامي جن جي دل ۾ ستگرو مهراج جن لاءِ ڪيڏي نه شرڌا ۽ سمرپڻ جو ڀاءُ هئو. هڪ پل لاءِ سندن دل مان ستگرن جي ياد نه ٿي وسري. هر ڪارج جي سڦلتا جو شريه هو ستگرن کي ڏيندا هئا. هر وقت سندن مهر ميا جو هٿ پنهنجي مٿان رکڻ لاءِ وينتي ڪندا رهندا هئا. هن يڳيه جي سڦلتا جو شريه به پنهنجي

ستگرو مهراج جن کي ڏيندي برهم ڀوڄنيءَ مهاتما ايشور
سوامي سروانند مهراج ۽ ڀاڳ آيل وڌوانن جا
ٽورا ڇڏيندي سندن سڪ ڀري سڪ ڏسي هيٺرو
ڪشت وڃي. هن ڀڳتيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪين
ڌنيواد ڏيندي عرض ڪيائون ته سندن بيان هي
ڀڳتيءَ آصل سڦل نه ٿي سگهي ها. ستگرو مهراج
جن جو هي ورسي اُتسو سندن اچڻ سان ئي
سڦل ٿي سگهيو. هن موقعي تي پڌارجي ميلي
جو شان وڌايو اٿن. هن ڀڳتيءَ ۾ ڀڳتا شڪتيءَ سيني
آدرڻيه سنت مهاتمائن جي سيوا ڪئي ويئي آهي
پر اڻڄاڻائيءَ ۾ جي ڪنهن ڪا ڪمي رهجي ويئي
هجي ته ڪرپا ڪري کميا ڪن ۽ ساري سنگت
کي آشيرواد ڏين ته هن طرح سان پرمارٿ جي
راهه تي هلي سنت مهاتمائن جي سيوا ڪري
پنهنجو هي مانش جنم سڦلو ڪن. اِهو چئي اُن
وقت هي درشٽانت پريمين کي ٻڌائون :—

درشٽانت :— مهاڀارت جي لڙائي ختم ٿيڻ کان
پوءِ ڀڳوان شري ڪرشڻ پانڊون کي چيو ته پنهنجن
پاپن جو پرائشچت ڪرڻ ۽ اُن کان مڪت ٿيڻ لاءِ
اشوميڌ يگيه ڪريو. اُن يگيه ۾ سڀني سنت
مهاتمائن کي نمنترڻ ڏيئي گهرائي وشال برهم
ڀوڄ جي تياري ڪريو. جڏهن سڀ مهاتمائون

پوڄن ڪري آشيرواد ڏيندا تڏهن سندن آشيرواد سان آڪاش ۾ گھنڊ وڄندو. گھنڊ وڄڻ کان پوءِ ئي سمجھبو ته، توهان جو يگيه سڦل ٿيو ۽ توهان پاپن کان ڇُٽي مڪت ٿيا.

ڀڳوان شري ڪرشڻ جي آگيا انوسار وشال اشوميڌ يگيه جو آيوجن ڪيو ويو جنهن ۾ سڀ سنت مهاتما پڌاريا ۽ برهم ڀوڄ کان پوءِ سڀني پانڊون کي آشيرواد ڏني پر اُن کان پوءِ به گھنڊ نه وڳو. ويچارا پانڊو وائڙا ٿي ويا. سوچڻ لڳا ته ڀڳوان شري ڪرشڻ اڃا پوڄن نه ورتايو آهي. شايد سندن پوڄن ڪرڻ کان پوءِ گھنڊ وڄي. سو ڀڳوان شري ڪرشڻ کي پوڄن ڪرڻ لاءِ وينتي ڪيائون. سندن پرارٿنا سويڪار ڪري ڀڳوان شري ڪرشڻ پوڄن ورتايو پر حيرانيءَ جي حد نه رهي ته اُن کان پوءِ به گھنڊ نه وڳو. هاڻي نراش ٿي پانڊون شري ڪرشڻ کي عرض ڪيون ته پنهنجي يوگ وديا سان سوچي ٻڌايو ته اڃا ڪهڙي ڪمي رهجي ويئي آهي.

شري ڪرشڻ ڀڳوان ڌيان ڪري ٻڌاين ته سچ نالي هڪ پهتل مهاتما جهنگل ۾ رهي ٿو ۽ ڪٺن موُل ڪاڏي تپسيا ڪري رهيو آهي. اُن جي پوڄن ڪرڻ کان پوءِ ئي هي يگيه سڦل ٿيندو ۽ پوءِ ئي گھنڊ وڄندو سو توهين وڃي ڪيس منائي وٺي اچو. پانڊو

آگيا انوسار مهاتما کي منائڻ ويا کيس عرض ڪيائون
تہ اسان اشوميڌ يگيہ ڪيو آهي ڪرپا ڪري هلي
برهم ڀوڄ سوڀڪار ڪريو. تنهن تي مهاتما کين چيو
تہ مان اُن جي برهم ڀوڄ ۾ شامل ٿيندس جيڪو
مونکي هڪ سو هڪ اشوميڌ يگين جو ڦل ارپڻ
ڪندو. ويچارا پانڊو منجهي پيا چوڻ لڳا تہ مهراج
اسان تہ رڳو هڪ اشوميڌ يگيہ ڪيو آهي سو بہ
پورڻ نٿو ٿئي، سو اسين توهانکي هڪ سو هڪ
اشوميڌ يگين جو ڦل ڪٿان ڏيون. مهاتما چيو تہ
منهنجو تہ اهوئي شرط رهندو. هاڻي توهانجي مرضي.
ويچارا پنجئي پانڊو نراش ٿي موٽي آيا ۽ سڀجي
حقيقت اچي شري ڪرشڻ ڀڳوان کي ٻڌايائون.
هي سڀ ورتانت ٻڌي دروپدي کين چوڻ لڳي تہ
توهين چنتا نہ ڪريو، مان مهاتما کي منائي وٺي
ايندي يس.

ٻئي ڏينهن سويل صبح جو اٿي اشنان ڪري
پوترتا سان ڀوڄن تيار ڪيائين ۽ پوءِ ننگي پير هلي
مهاتما وٽ پهتي ۽ کيس عرض ڪيائين تہ يگيہ ۾
پڌارجي برهم ڀوڄ ورتائين. مهاتما کيس چيو تہ
توکي پانڊون ڪونہ ٻڌايو تہ مان اُن يگيہ ۾ هلي
برهم ڀوڄ ورتائيندس جيڪو مونکي هڪ سو هڪ
اشوميڌ يگين جو ڦل ڏيندو. دروپديءَ چيس تہ
مونکي اوهان جو اهو شرط منظور آهي. مون توهان

جوڙن ڀوتل مهاتمائن کان ٻڌو آهي ته جڏهن ڪو
جگياسو پيرين پنڌ هلي ڪنهن پهتل مهاتما جو درشن
ڪرڻ وڃي ٿو ته اُن کي جيترا قدم هلي هو درشن
ڪرڻ اچي ٿو، اوترن اشو ميڌ يگين جو ڦل ڪيس
ملي ٿو. هاڻي منهنجي توهان کي وينتي آهي ته
توهان جهڙي مهاتما جو درشن ڪرڻ لاءِ مان جيترا
قدم کڻي آئي آهيان اوترن اشو ميڌ يگين جي ڦل
مان توهين هڪ سو هڪ يگين جو ڦل کڻو باقي
موٽڪي ڏيو.

مهاتما دروپديءَ جو هيءَ ڳوڙهي گيان ڀريو
جواب ٻڌي چپ چاپ سندس پٺيان هلڻ شروع
ڪيو. دروپديءَ مهاتما لاءِ انيڪ پرڪارن جا پڪوان
سڪ ۽ شردا سان ٺاهيان هيا سي سڀ پريم سان
پروسي سندس سامهون رکيائين پر مهاتما اُنهن
کي ملائي پوءِ کائڻ لڳو. دروپديءَ دل ۾ سوچيو ته
هيڏي محنت ڪري سوادي پڪوان ٺاهيم پر هن
مهاتما ته سڀني کي ملائي مزو ئي بگاڙي ڇڏيو.
مهاتما ڀوڄن ڪري سماپت ڪيو پر تڏهن ۾ گهنٽ نه
وڳو. ويچارا پانڊو ششدر ٿي ڀڳوان شري ڪرشڻ
کان پڇڻ لڳا ته اڃان ڪهڙي ڪسر رهجي ويئي
آهي؟ تنهن تي ڀڳوان شري ڪرشڻ چيو ته اِها خبر
دروپديءَ کي آهي اها من نرمل ڪري ته گهنٽ

وڃـي. تڏهن ڏين من ٽـي دروپديءَ مهاتما کـان
ڪميا ورتي. تڏهن گهڻو وڳو ۽ سندن يگيہ سڦل ٿيو.

درشنانند ڀڳائي پرم پوڄنيہ سوامي جن پريمين
کي چوڻ لڳا ته هيءَ يگيہ نه پرم پوڄيہ مهامنڊليشور
سوامي سروانند جـي مهاراج ۽ ٻين ٻريم پرڪاشي
ودوان سنتن جي پڌارجڻ سان ئي سڦلو ٿي سگهيو
آهـي ۽ جيڪي پريمي ٻري ٻري کان جيترا قدم
کڻي اهڙن پهتل سنت مهاتمائن جو درشن ڪرڻ آيا
آهن ۽ سندن آمولڪ وچن روپـي آمرت پيتو اٿن
انهن کي اوترن ئي يگين جو ڦل ملندو. جن پريمين
هن يگيہ ۾ تن، من ۽ ڌن سان آهوتـي ڏنـي آهي
اهـي سڀ ڌنيواد جا پاتر آهن. جن پريمين رات
ڏينهن هڪ ڪري هن ورسي اتسو کي ملهائڻ ۾ اڻٿڪ
ڪوشش ڪئي آهـي اسين انهن سڀني آملهه شيوا
لاءِ سندن آڀاري آهيون.

اِن ۾ پرم پوڄنيہ سوامي جن ميلي جي سڀاپتي
مهامنڊليشور سوامي سروانند جن کي عرض ڪيو ته
ٻلو ٻائـي سڀني پريمين کـي آشيرواد ڏيئي ميلي
جي سماپتي جي گهوشنا ڪن. پرم پوڄنيہ مهامنڊليشور
سوامي سروانند جن ميلي جـي سڦل آيوجن ۽ اُتم
شيوائن لاءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن کـي واڌايون
ڏنيون ۽ سڀني شيوادارين کي پڪرون ٻارائي ٻين

سندن ڪيل سندر شيوائن لاءِ آشيرواد ڏني .

پرم پوجنيه سوامي جن سڀني سنتن کي موڪلائڻ وقت پنهنجا يوڳيه پيغام ڏنائون ڏنگي، پڪرون پارائي گهڻي سڪ سان ودا ڪيو . هاڻ وقت سوامي جن ستگرو مهراج سوامي سروانند جن کي وينتي ڪري چيو ته هاڻي آشيرواد ڏيو ته ايندڙ سال ستگرو مهراج جن جي ڇٽيه ورسيءَ جو ميلو پنهنجي آشرم ۾ لڳي. مهامنڊليشور سوامي سروانند مهراج جن پرم پوجنيه سوامي جن جي هن مهان ڀاونا کي ڏاڍو سراهيو ۽ چيو ته ستگرو مهراج جن جي آشيرواد ۽ مهر جو هٿ سدائين توهان جي مٿان آهي سو توهان جي هيءَ مهان ابلاشا اوشيه پوري ٿيندي . ائين چئي کين پيار سان گلي لڳائي آشيرواد ڏنائي ڀاو ڀيني ودائي ورتي .

ميلي جي مهاتمائن کي پيار سان ودا ڪري سوامي جن وري نت نيم سان ستسنگ ڪرڻ لڳا. سندن ستسنگ ۾ هاڻي پريمين جو انداز ڏينهون ڏينهن ويو ٿي وڌندو. اُن سان گڏ سيٺ ڀاڳچند جو پريم ۽ شرڌا به ويئي ٿي وڌندي . هو پرم پوجنيه سوامي جن جي شيوا سان گڏ ستسنگ ۾ ايندڙ پريمين جي خوب آو ڀڳت ڪندا هئا . پرم پوجنيه سوامي جن سندن ايڏي شيوا ڀاو ڏسي کين سڀني

پريمين جي سامهون ستسنگ ۾ خوب ڌنيواد ڏني ۽ چيائون ته سيٺ ڀاڳچند اسان کي پنهنجي دل ۾ جڳهه ڏني آهي جنهن لاءِ ستگرو مهراج جن سندن ڪارج راس ڪندا. اهو چئي هڪ درشٽانت پريمين کي ٻڌايائون.

درشٽانت :- هڪ سنت هو. هن پنهنجون گهرجون ڏاڍيون گهٽائي ڇڏيون هيون. سندن جهوپڙي به ڏاڍي ننڍي هئي. اُن ۾ رڳو هڪ ڄڻو ئي سمهي سگهندو هو.

هڪ ڏينهن رات جي وقت ڏاڍو مينهن وسي رهيو هئو. چارون طرف ڪاري اونده لڳي پئي هئي. اوچتو ڪنهن در کڙڪايو، سنت اُٿي در کوليو. ٻاهر هڪ ماڻهون آلن ڪپڙن سان ٺڪ ٺر ٺر ڏڪي رهيو هو. هو ويچارو رستو ڀلجي ويو هو. هن سنت کي هٿ جوڙي وينتي ڪئي ته ڪيس هڪ رات پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ سر ڍڪڻ جي اِجازت ڏين صبح ٿيندي ئي هو پنهنجي راهه وٺي هليو ويندو.

سنت در کوليندي چيس ته منهنجي جهوپڙيءَ ۾ هڪ ڄڻي جي سمهڻ جي جڳهه آهي، ٻه ڄڻا اُن ۾ صرف ويهي سگهن ٿا، سو اسين ٻئي رات ويهي ڪاٽينداسين.

اُهو ماڻهون اندر اچي ويو ۽ سنت ٻه دروازو

بند ڪري ڇڏيو. ٿوري دير ۾ دروازي تي وري ٺڪ ٺڪ ٿيڻ لڳي.

سنت دروازو کوليو ڏٺو، هڪ ماڻهون ڇوٽيءَ کان اڳڙيءَ ڌاڻين پاڻيءَ ۾ پسيل ٺٺڙ ۾ ڏڪي رهيو هو. هن ۾ سنت کي وينتي ڪري رات رهڻ لاءِ اِجازت گهري. صبوح ٿيڻ تي وڃڻ لاءِ چيو. سنت کيس چيو ته هي ڪٽيا توهان جي پنهنجي آهي. وڏي خوشيءَ سان رات ڪاٽيو. پر منهنجي ڪٽيا ۾ هڪ ڄڻي جي سمهڻ ۽ ٻن ڄڻن جي ويهڻ ۽ ٽن ڄڻن جي بيهڻ جي جڳهه آهي. تون بيشڪ اندر اچ اسين ٽيئي بيهي رات ڪاٽينداسين. سڄ مڄ اُنهن ٽنهي بيهي سڄي رات صبر سان ڪاٽي. صبوح ٿيڻ تي ٽئي مسافر سنت جا ٿورا مڃي روانا ٿي ويا. هن سنت جي ڪٽيا ننڍي هئي پر سندس دل تمام وشال هئي.

اهڙي نموني شري ڀاڳچند ڀرين اسانکي رهڻ لاءِ جڳهه ڏني اُن ڪانپوءِ ستسنگ لاءِ جڳهه ڏني ۽ اُن ڪانپوءِ اسان جي پريمين کي رهڻ لاءِ جڳهه ڏني. جيئن جيئن پريمين جو انداز وڌي ٿو وڌندو تيئن تيئن هي ويا ٿي ڀاڱ کي سميٽيندا. سندن شيوا ۽ قرباني سارا هه جوڳي آهي.

اِتفاق سان اُنهن ڏينهن ۾ سيٺ وسڻمل جو

سيٺ ڀاڳچند جي گهر اچڻ ٿيو. هن سيٺ پرم پوجنيه سوامي جن جو سنسڪار پڪو ۽ سندس دل ۾ پرم پوجنيه سوامي جن لاءِ اٿاهه شردا جاڳي. هن سنسڪار ڪاڻ ئي پرم پوجنيه سوامي جن سان ڪجهه روح رهاڻ ٿي ڪئي. اُن وقت سيٺ ڀاڳچند سيٺ وسڻ مل کي ٻڌايو ته هن ٿورن ڏينهن ۾ سوامي جن آدرش نگر جي جلسا کي موهي ورتو آهي. پرم پوجنيه سوامي جن سندن دل ۾ اهڙا سمائجي ويا آهن جو هن سوامي جن کي هميشه لاءِ هتي رهي سنسڪار روپي امرت پيارڻ لاءِ وڏو شاهي پلاٽ مندر ٺاهڻ لاءِ دان ۾ ڏنو آهي.

سيٺ وسڻ سوامي جن کي عرض ڪيو ته ڪرپا ڪري اهو پوتر استان ڏيکاريو جتي ستگرو مهراج جن جو مندر ٺهندو. اُن وقت پرم پوجنيه سوامي جن، سيٺ ڀاڳچند ۽ سيٺ وسڻ مل کي سوسائٽي دڳاران مندر لاءِ ڏنل زمين تي وٺي آيا. هي وشال زمين ۽ پهاڙن جو رمڻيڪ نظارو ڏسي سيٺ وسڻ مل جي دل اُمنگ سان ڀرجي ويئي ۽ پرم پوجنيه سوامي جن کي وينت ڀاو سان وينتي ڪئي ته هن داس کي شيوا جو موقعو ڏين. پرم پوجنيه سوامي جن گد گد ٿي هن کي هن شيوا لاءِ دلي آشيرواد ڏني. سيٺ وسڻ مل يڪدم کيسي مان پنج هزار

روڙيا ڪيئي سواءِ جن جــي چرڻن ۾ رکيا. ٻئي ڏينهن شام جو سٽسنگ ۾ پريمين کي اها خوشخبري ٻڌائــي چيائون تـہ پرم پوڄنيہ ستگرو مهراج جن سيٺ وسڻ مل کي پاتشاهہ ٻڌائي اسان جــي مدد لاءِ موڪليو آهــي ۽ سياڻ کان ٿي مندر جي نرماڻ جو ڪم آرنڀ ڪيو ويندو. ايترو چئي ڀاو ويور ٿي هي ڀڄن پرم پوڄنيہ ستگرو مهراج جن جي شان ۾ ڳائڻ لڳا.

ڀڄن ٨

ٿنهنجي گنج ۾ آ ڪمي ڪانہ ڪائي
ٿنهنجو در سخا جو کليل آ سدائين

1. ڪرين شاهہ ڀيادا، ڀيادن کي ڏين شاهي
جيڪا گهر ٿنهنجي ٿيندي نيٺ سائــي .........
2. ٿنهنجي در تان سوالي وڃي ڪين خالي
جهڙي آش جنهنجي تهڙي تون پڄائين .........
3. ويچارا ورهــہ ۾ سوين سر ڏيــا گهمن ٿا
اُنهن جي اندر ۾ تــو ڏــي اون لڳائي .........
4. الــڪ زاري ڪريــن ڇـو هجــر ۾
جڏ ن جـو جياءُ جانب تون ڏــي آهين .........

ڀڄن ڳائي پريمين کــي ستگرو مهراج جي مهما ٻڌائــي چوڻ لڳا تــہ اسانجو ستگــرو مهراج سرو شڪتيمان جاڻي جاڻڻهار آهن. هو ڀڳتن جا ڪارج پاڻ ٿي ٿا ڪن. اسان کي صرف وشواس رکي سنڪلپ

ڪرڻو آهي پوءِ هو اسان جي پڪار ٻڌي اچي اوکيءَ ۾ سهاءِ ڏين ٿا.

اُن ڏينهن شام جو سيٺ سوهراج، سيٺ پاڳچند بابو هنومان پرساد، جمنا بابو، ماسٽر جگديش پرساد ۽ ڀارگوا صاحب ۽ ٻين پريمين کي گهرائي ميٽنگ ڪيائون ته هاڻ مندر جو نرماڻ ڪاريه ڪرائڻو آهي. اُن لاءِ پهرين سوچي ويچاري يوجنا ٺاهيون. پرم پوڄنيه سوامي جن جي دل ۾ مندر جي سندر روپ ريکا پهرين هئي سو سيني سان صلاح ڪري اهو نرڻيه ڪيائون ته سڀ کان پهرين زمين جي ماپ چوپ ڪري اهو طئه ڪريون ته ان استان تي اسان کي ڇا ڇا جوڙائڻو آهي. اُن جي لاءِ سيني کي صبح ساڻ سر زمين تي گهرايائون.

اُتي سر زمين تي پريمين کي چيائون ته سڀ کان اول وچ تي پرم پوڄنيه ستگرو مهراج جن جو اونچو مندر ٺهرائبو جو پري کان ئي پريمي ستگرو مهراج جن جو درشن ڪري سر رو جهڪائي سگهن. اُن جي پرسان سنڌن رهڻ جي ڪٽيا، ڀنڊارو ۽ رسوئي ٺهرائبي. اُن سان گڏ زمين جي چارو طرف باؤنڊري وال لڳائي ڪم پڪو ڪجي. سيني کي پرم پوڄنيه سوامي جن جي هي يوجنا بيحد پسند آئي ۽ اهو طئه ٿيو ته ان لاءِ نقشو تيار ڪرائجي ۽

اُن کي پاس ڪرائجي . جيستائين اهو ڪم ٿئي تيستائين زمين کي سمٿل ڪرڻ جي شيوا شروع ڪرڻ گهرجي .

ٻئي ڏينهن ستسنگ ۾ پريمين کي چيائون تہ هاڻي ستگرو مهراج جي چرڻن ۾ شيوا ڪرڻ جو سچو سمو آيو آهي . اسين سڀ ملي ڪري شيوا ڪنداسين . شيوا ڪرڻ سان اسان جو من نرمل ٿيندو ۽ اسان جو ڌيان سندن چرڻن ۾ لڳو رهندو . پرم پوڄنيہ سوامي جن پريمين کي ٻڌايو تہ جڏهن ٽنڊي آدم ۾ آمراپور دربار ٺهي رهي هئي تڏهن اُتي پاڻ خوب شيوا ڪئي هئائون . اُن وقت شيوا ۾ ايترو تہ لين ٿي ويندا هئا جو کائڻ پيئڻ جي سڌ بہ نہ رهندي هئي . دل ۾ سائين جو نالو ۽ سمرڻ ۽ هٿ ڪاج ۾ هوندو هو . اُن شيوا ڪرڻ ۾ ايڏو آنند ۽ مزو ايندو هو جو اها بہ خبر نہ پوندي هئي تہ ڪڏهن صبح ٿيو ۽ ڪڏهن شام ٿي .

پريمين کي چيائون تہ سڀاڻ کان اهو يگيہ آرنڀ ٿو ٿئي . اسين صبح سوير پلاٽ تي پهچي وينداسين . جيڪي بہ پريمي سک ۽ شرڌا سان ستگرو مهراج جن جي هن يگيہ ۾ پهچي شيوا جي آهوتي ڏيڻ چاهين اُنهن جو سواگت آهي . اهو چئي پريمين ۽ شيوا جي مهتو جو هي مثال ٻڌايائون .

درشٽانت :— هڪ راجا هو. هو ڏاڍو ديالو ۽ سٺو ڀڳت هو. راجا جي اڇا هئي ته سندس پرجا به سٺو ڀڳت ٿئي. راجا راڄڌانيءَ ۾ هڪ وشال شو مندر ٺهرايو. اُن ۾ هڪ وڏو گهنڊ لڳارايو. پوءِ اهو اعلان ڪيو ته راڄ جي هر ماڻهوءَ کي مندر جو گهنڊ وڄائي پرارٿنا ڪرڻ لاءِ مندر ۾ پهچڻ وڃڻو آهي. پرجا راجا کي پيار ڪندي هئي انڪري هُن راجا جو حڪم مڃيو.

هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هڪ مزدور ڪوڏر سان مندر ۾ کوٽائي ڪري رهيو هو. هو مَن لڳائي لڳن سان ڪم ڪري رهيو هو. هُنکي پرارٿنا جو گهنڊ وڄڻ ۾ ڪونه آيو. راجا جي سپاهين اُن کي پڪڙي ورتو. ويچاري مزدور گهڻيئي منٿون ڪيون ۽ رنو پر سپاهين سندس هڪ به نه ٻڌي. هو هُن کي راجا وٽ وٺي ويا ۽ راجا هُن بي قصور مزدور کي جنم ٽيپ ڏيئي ڇڏي. ويچارو مزدور رُئندو ئي رهجي ويو پر سندس فرياد ڪنهن نه ٻڌي.

رات جو راجا هڪ سپنو ڏٺو. هُن کي ڪئلاش پروت تي ڀڳوان شو ويٺل نظر آيو، ڀڳوان شو چئي رهيو هو "راجن، ڪرم ئي سڀ کان وڏي ڀڳتي آهي. هو مزدور بي قصور آهي. تون پنهنجو حڪم هينئر ئي واپس وٺ. جيڪو مَن لڳائي ڪم ڪري ٿو اهو ئي منهنجو سچو ڀڳت آهي.

راجا جون اکيون کلي ويئون. صبح ٿي چڪو هو. راجا دربار ۾ پهچي حڪم ڏنو تہ مزدورن کي باعزت ڇڏي ڏنو وڃي.

هن درشٽانت جو پريمين جي من تي گهرو اثر ٿيو. هو شيوا جي مهتو کي سمجهي پيا ڏينهون صبح جو وڌي تعداد ۾ شيوا جي هن يگيہ ۾ شردا سان پنهنجي آهوتي ڏيڻ لاءِ پهچي ويا. ڪوڏرن ۽ تغارين جو بندوبست ڪيو ويو ۽ ترتيب سان پنهنجا پنهنجا ٽڪرا ورهائي سڀ پريمي پرم پوجنيہ سوامي جن کان آشيرواد وٺي ڪم ۾ جنبي ويا. پرم پوجنيہ سوامي جن خود بہ پنهنجي پرم پوجنيہ ستگرو مهراج جن جي هن پوتر يگيہ ۾ آهوتي ڏيڻ لاءِ پنهنجن پوتر هٿن سان شيوا ڪرڻ لڳا. پهرين تہ پريمين کين عرض ڪري چيو تہ مهراج اسين هيترا ڄڻا شيواداري ستگرو مهراج جن جي شيوا ڪري رهيا آهيون. توهان رڳو آشيرواد جو هٿ اسانجي مٿان رکو اهوئي گهڻو آهي. پر پرم پوجنيہ سوامي جن کين سمجهائي چيو آبا! هيءَ اسان جي ستگرو مهراج جن جي پوتر شيوا آهي، سا اسانکي ضرور ڪرڻي آهي. انجي ڪرڻ سان اسانکي آنند ٿو اچي. پرم پوجنيہ سوامي جن کي هن طرح شردا سان پنهنجي ستگرو مهراج جي شيوا ڪندو ڏسي پريمين



آدرش نگر واري مندر جي نرماڻ ۾ سوامي جن پاڻ شيوا ڪندي

۾ پيٽو اُتساهه پيدا ٿي ويو ۽ سڀ لڳن سان هيءَ شيوا ڪرڻ لڳا. اُن وقت هن يگيه جو نظارو الوڪڪ هو.

ٿورن ڏينهن ۾ ئي هيءَ اوٻڙ ڪاٻڙ زمين صاف سٿري وشال مئدان ۾ بدلجي ويئي. ستگرو مهراج جن جي اسيم ڪرپا سان نقشو به پاس ٿي ويو ۽ پرم پوڄيه سوامي جن سڀ کان پهرين نج مندر جي نرماڻ لاءِ آگيا ڪئي. زمين ماپي پيڙهيون کوٽي فرش کان قريب ڇهه فٽ مٿي آسار کڻي بلنديءَ تي ستگرو مهراج جن جي مندر جي نرماڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. ڪم کي جلدي پورو ڪرڻ جي درشٽيءَ کان ٿوري وقت ۾ گهڻو ڪم ڪرڻ لاءِ پرم پوڄيه سوامي جن خود به تغاريون کڻي هيءَ مهان شيوا ڪرڻ لڳا. پرم پوڄيه سوامي جن کي هن طرح سان شيوا ڪندو ڏسي ڪاريگرن ۾ اُتساهه ۽ شرڌا پيدا ٿي ۽ هو بنا رڪجڻ جي دير تائين رڪجي به ٻيڻون ڪم ڪرڻ لڳا. هتي به سندن پريمي ڀڳتجي ستگرو مهراج جن کي هن طرح هٿن سان شيوا ڪندي، سندن هٿن مان تغاري وٺي خود شيوا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا پر پرم پوڄيه سوامي جن ڪين هي پنهنجي ٻڌائي شيوا ڪندا رهندا هئا.

## ڀڄن 9

پورهيت ٿي پاڙي پريان مان
جي مون پورهيت ڪن
(1) سر ٻه ڪنديس سيڻهون
پيون ڏيڱي پن ............
(2) ٿوڙي ڀڄاڙا تن جي
جيءَ جياريو جن ..........
(3) سر ٻه ڪنديس صدقو
گهوري مٿان تن .........
(4) اهڙي حال هلن جي
صادق سي سڏجن .........

اهڙي نموني ڪم تمام تيز رفتار سان هلي رهيو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سيٺ وسڻ مل پرم پوڄنيه سوامي جن جي درشن لاءِ آيو. ڪم جي رفتار ۽ پرم پوڄنيه سوامي جن جي پنهنجي ستگرو مهراج جن لاءِ اٽوٽ شردا ۽ ڀڳتي ڏسي ڏاڍو پرڀاوت ٿيا ۽ پرم پوڄنيه سوامي جن کي عرض ڪيائون ته ستگرو مهراج جن جي مندر سان گڏ پنهنجي ڪٽيا ۽ ڀنڊاري جو ڪم به گڏو گڏ ڪرائين. پرم پوڄنيه سوامي جن کين جواب ڏنو ته سوڙ آهر پير ڊگهيرڻ گهرجي. پهرين اسان جي ستگرو مهراج جن جي مندر جو ڪاريه سمپن ٿئي. پوءِ جي ٻچت ٿي ته

اسين اهو به ڪارج ڪرائيندا اسين. تڏهن ته سيٺ وسڻ مل کين هٿ جوڙي وينتي ڪئي ته هن داس تي جيستائين توهان جي آشيرواد آهي تيستائين ڪابه ڪمي نه ايندي. توهان کي منهنجي نماڻي وينتي آهي ته دل کولي خرچ ڪريو. سيٺ ڪان ڏي ڪٽيا ۽ ڀنڊاري جو ڪم به شروع ڪرايو ۽ ستگرو مهراج جن جي مورتي ٺهرائڻ لاءِ به آڳيا ڪريو جيئن مندر جي نرماڻ ڪارج پورڻ ٿيڻ تي اهي ٻئي به ٺهي راس ٿين. ائين چئي پيا پنج هزار روپيا پرم پوڄيه سوامي جن جي چرنن ۾ ڀيٽ ڪيائين.

پرم پوڄيه سوامي جن سنڌ ۾ ڀڳتي شردا ۽ مهان ڀاونا تي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کيس آشيرواد ڏنائون. ٻئي ڏينهن وڌيڪ ڪاريگر لڳائي ڪٽيا ۽ ڀنڊاري جو ڪم به شروع ڪرائي ڇڏيائون.

اهو ڪم هليو ئي ٿي ته پنهنجي ستگرو مهراج جن جي وڏي سنڌر سنگمرمر جي مورتي ٺهرائڻ جو ويچار ڪيائون. پڇا ڪرڻ تي پتو پيو ته اهو مورتين ٺاهڻ جو ڪم جئپور ۾ سٺو ٿيندو آهي. پرم پوڄيه سوامي جن يڪدم جئپور پڌاريا ۽ سڀني مورتي ڪلاڪارن جي ڪلا جي پرک ڪري هڪ سٺي سڌ هست ڪلاڪار ڳولهي ڪڍيائون جنهن

جي مورتي ڪلا جي سچي جيئرو پرساک هئي. ان ڪلاڪار کي ستگرو مهراج جن جي تصوير ڏيئي سندن هردي ۾ جيڪا سچي مورتي ستگرو مهراج جن جي اڪريل هئي، ان جو بيان ڪري کيس سمجهايائون. ڪلاڪار ۾ ڪلپنا جو ڏٺي هو سو پرم پوڄنيه سوامي جن جي دل ۾ پنهنجي ستگرو مهراج جن جي لاءِ شرڌا ميه ۽ پران ميه سچي صورت جهٽ جهڙي ويو ۽ کين عرض ڪيائين تہ سڀ ڪم ڇڏي ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جو ڪم چالو ٿا ڪريون. توهان اسانجي دل ۾ ستگرو مهراج جن لاءِ شرڌا ۽ ڀڳتي پيدا ڪري ڇڏي آهي اڄ کان ستگرو مهراج جن اسان جا ٻـہ ستگرو آهن ۽ اسين پورڻ لگن سان ساڪيات سمجھ سمجهي هي پوتر ڪاريہ آرنڀ ٿا ڪريون. توهين پلي پنهنجي سهوليت موجب اچي اسان کي هدايت ڏيندا رهجو.

پرم پوڄنيہ سوامي جن کي پورڻ وشواس هو تہ ستگرو مهراج جن جي مورتي تمام لاثاني ٿيندي. اها هو ڀو مهنجي هردي ۾ براجمان ان سچي مورتيءَ جهڙي ٿيندي. اها ذميواري ڪلاڪار کي سونپڻ کان پوءِ پرسن چت سان پرم پوڄنيہ سوامي جن اجمير آشرم ڏي پڌاريا. ترمسان جو ڪم زور شور

سان هلي رهيو هو. هڪ پاسي پرم پوجنيه ستگرو مهراج جن جي مندر جو ڪم پئي هليو ته ٻئي پاسي ڪٽيا ۽ ڀنڊاري جو ڪم چالو هو پر ڪٽيا ۽ ڀنڊارو جلدي ٺهي راس ٿيو. ستگرو مهراج جن جي مندر ۾ سيمينٽ جي آر. سي. سي. جو مضبوط شاهي گنبذ ٺهڻو هئو سو اُن ۾ ڪجهه وقت لڳڻو هو.

ڪٽيا تيار ٿيندي ئي پرم پوجنيه سوامي جن نرماڻ ڪاريه جي اڻ ٿي ٻهر ديکهه ريکهه ڪرڻ لاءِ ڪٽيا ۾ اچي رهيا. هاڻ ته تتيءَ ٿڌيءَ آنهي ٻهر ديکهه ريکهه ڪري جلدي ڪم ڪرائڻ لڳا. اُن وچ ۾ جئپور به ويندا رهندا هئا. اُتي مورتي ڪلاڪار کي وقت به وقت هدايت ڏيئي اُتساهت ڪندا رهندا هئا. پرم پوجنيه سوامي جن اُنهن ڪلاڪارن کي به پنهنجيءَ پريم جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو هو. سو هو ويچارا پرم پوجنيه سوامي جن جي ٻئي چڪر ڪان اڳ ئي سندن ٻڌايل نرڌارت ڪم ڪان وڌيڪ ڪم ڪري رکندا هئا جيئن پرم پوجنيه سوامي جن خوش ٿي کين آشيرواد ڏين.

پرم پوجنيه سوامي جن جي لڳن ۽ آٿڪ پرياس سان آخر پرم پوجنيه ستگرو مهراج جن جو مندر ٺهي راس ٿيو. هاڻ صرف ستگرو مهراج جن جي مورتي اِستاپنا جي دير هئي. جئپور جي ڪلاڪارن

ڪان مورتي پورڻ ٿيڻ جو سميہ پهچي مهورت ڪڍائي پريم پرڪاش منڊل جي سيٺ سنتن ۽ پريمين کي ستگرو مهراج جن جي مورتي استاپنا اُتسو تي اچڻ لاءِ نينڊ پتر موڪليون. پرم پوجنيہ منڊلاچاريہ سوامي سروانند جن سان جئپور ۾ وقت بہ وقت گڏجندا رهندا هئا. هي مهورت بہ سندن صلاح سان ٺهرايائون. وري بہ ڪين مان ڪان سان اُتسو تي پڌارڻ لاءِ وينتي ڪري آيا.

آخر اُهو سڀاڳو ڏينهن اچي ويو. پرم پوجنيہ ستگرو مهراج جن جي مورتي ٺهي راس ٿي. پرم پوجنيہ سوامي جن خود اجمير جي پريمين کي پاڻ سان وٺي جئپور پڌاريا. ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جو درشن ڪري سندن تن من ٺري پيو. تمام خبرداريءَ سان ٽرڪ ۾ مورتي ڪڍائي اجمير پهتا.

مورتيءَ جي اناورڻ جو وقت اچي ويو. ڊسمبر 1950 تي وڏي اُتسو جو آيوجن ڪيو ويو. هن موقعي تي سڀ پريم پرڪاشي سنت ۽ شردالو پريمي پري پري کان پهچي پياري ستگرو مهراج جو درشن ڪرڻ لاءِ آشرم پهچي ويا. اجمير ۾ آدرش نگر جا پريمي جڻ تہ اُمري پيا هئا. ستگرو مهراج جن جي جئہ جئہ ڪار سان سڄو آسمان گونجڻ لڳو. هن

اُتساهہ جي هڪ عجيب لهر چارون طرف ڇانيل هئي .

مورتيءَ جي پراڻ پرتشٽا ڪرڻ لاءِ هون جو آيوجن ڪيو ويو . ٻين ودوان پنڊتن سان گڏ اجمير جو پرسڌ ءِ پرم پوڄنيہ سوامي جـــو پريمي ڀڳت ڀڳوانداس شاشتري پڻ پڌاريل هئا . هون جـي ويديءَ جـــي چارون طرف پرم پوڄنيہ مهامنڊليشور سوامي سرواننڊ جن ، پـــرم پوڄنيہ سوامي جن جو پريمي مَن ميلي پريم پرڪاشي سنت چنڊيرام ءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن خود ويٺا .

ويدڪ ودّيءَ سان پوڙ منترن جو اُچارڻ ٿيڻ لڳو. سڄو واتاورڻ سڳنڌت ٿي ويو . سڀ پريمي شانتيءَ سان پوڄا ۾ شريڪ ٿيا . هون جي ودّيءَ سان سمپورڻ ٿيڻ کان پوءِ ماليارپڻ ڪري ستگرو مهراج جن جي آرتي ڪئي ويئي . تنهن کانپوءِ پريمين جي درشن لاءِ مندر جا پٽ کوليا ويا . ستگرو مهراج جن جـــي مورتيءَ جو درشن ڪري پريمين جون اکيون ٺڏيون ٿي ويون . مورتيءَ ۾ ڪيڏي نہ مٺيا هئي . ستگرو مهراج جن جـــي مک منڊل مان جوتـــيءَ پئي جهلڪا ڏنـــا . هن مورتيءَ جو درشن ڪري پريمي ائين پيا سمجهن تہ ستگرو مهراج جن ساڪيات براجمان آهن. مورتيءَ مان پريمين جي اکہ ئي نـــہ پئي نڪتي . درشن مان دل ئي نہ پئي ڀرجي .

هن پوتر شبي گهڙيءَ ۾ پرم پوجنيہ سوامي جي خوشيءَ جو ڪو ٺڪاڻو نہ هو. اڄ سندن چار ساڍا پورا ٿي هئي، سندن سنڪلپ سڌ ٿيو هو. ستگرو مهراج جن وڏي ڪرپا ڪري سندن دئاري پڌاريا هئا، جنهن جي اٿئي پهر اندر ۾ ڌات هئي. اُنهن ستگرو مهراج جن جو ساڪيات درشن ٿيندو رهندو ۽ ستگرو روپي ڀڳوان جــي ارچنا پوجا جو سو ڀاڳيہ ملندو رهندو اهو سوچي سندن دل ۾ اپار آنند جو ن لهرون اُٿڻ لڳيون. اُن موقعي تي هي ڀڄن ڳائي ستگرو مهراج جن جي چرنن ۾ شرڌا سمن چاڙهيائون.

سبد 10 سروهاڳم

واهہ واهہ اڄ درشن ٿيو
شري ستگرو مهراج جـو
ڀـاڳم جـاڳيا ڪرم ڦليا
مـڪـہ ٿو سرتــاج جـو
1. تــاپ ۽ سنتــاپ سـان
هي جان ساري تـي جلي
تي ويئي سيتل ۽ سندر
ڀاڳــي گيان ڪٽراج جو
2. آش هئي منهنجي اندر ۾
شل مـلان هڪوار مـان
آج اُميد ون سڀ پـڄيون
درشن ڀاڳــي ديوراج جو



ستگرو سوامي ٽيئونرام جن جي مورتيءَ جي پراڻ پرتشٺا

3. هٿ ڀڃي هاڻي نمي
ماڌو ڪيان پرڻام ٿو
شل رهي مونجي مٿان
هٿڙو گرن جي ڀاڄه جو.

ڀرم ڀوڄنيه سوامي جن سان گڏ ڀين ڀريم ڀرڪاشي سنتن ڀڻ پنهنجي ستگرو مهراج جي چرنن ۾ شردا سمن چاڙهيا. ان موقعي تي ڀرم ڀوڄنيه مهامنڊليشور سوامي سروانند جن ستگرو مهراج جن جي اُستتي ڪرڻ کان پوءِ پرم پوڄنيه سوامي جن جي آڏوت گر ڀڳتيءَ کي سارا هائيندي چيو ته سوامي ماڌوداس مهراج جن پنهنجي تياڳ، تپسيا ۽ درڍ سنڪلپ د واران هندستان ۾ هي ستگرو مهراج جن جي ڀهرين سڄيو سندر ۽ جوت واري مورتي استاپت ڪرائي آهي. اهو سڀ سندن گهري گر ڀڳتيءَ جو پريڻام آهي. اسين سڀ پريم پرڪاش منڊل د واران هن مهان ڀڳيه جي پورڻ ٿيڻ تي کين ڌنيواد ٿا ڏيون. ستگرو مهراج جن جي مهر جو هٿ سندن مٿان هميشه رهندو.

هن موقعي تي پريمين لاءِ ڀنڀاري جو ڀڳ آيوجن ڪيو ويو. پريمي پرساد پائي، ستگرو مهراج جن جو درشن پائي پرسن ٿي پنهنجي ماڳ موٽڻ لڳا.

پرم پوڄنيه سوامي جن هاڻي هر روز پنهنجي

ستگرن جي شيوا ڪري ستسنگ ڪرڻ لڳا. ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جي استاپنا ڪان پوءِ آشرم جي رونق ٿي وڌي ويئي. پري پري ڪان پريمي ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جو درشن ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. هر روز ڄڻ ته ميلو لڳو پيو هو.

اهڙي نموني ستگرو مهراج جن جي سکيائن جو پرچار ڪندي وقت تمام آنند سان ڪٽجي رهيو هو. هاڻي ٻين شهرن ۾ رهندڙ پرم پوجنيه سوامي جن جا پريمي کين پڪارڻ لڳا. سندن سک ۽ شردا ڏسي اُنهن جي پياس ٻجهائڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن رٿن جو پروگرام ٺاهيو.

سڀ ڪان گهڻي ڇڪ ۽ آگرهه سيٺ پرشوتمداس جن جو هو. سو سڀ ڪان پهرين ڪلڪتي جي رٿن جو پروگرام ٺاهياٿون. ڪلڪتي پهچڻ تي سيٺ پرشوتم داس ۽ سندس پريوار وارن پرم پوجنيه سوامي جو سواگت ڪري سندن خوب شيوا ڪئي.

ڪلڪتي جي پريمين کي جيئن سندن پڌارڻ جي خبر پيئي تيئن هو سندن درشن ڪرڻ لاءِ سک ۽ شردا سان ڊوڙندا آيا. اُتي کين سندن پراڻي شردالو ڀڳتڻ دادي گوپي مل جي جنهن حيدرآباد ۾ پهنجي نڪ جو هيرو لاهي ستگرو مهراج سوامي ٽيئنونرام جن لاءِ ڪنٺا ٺهرائڻ لاءِ ڏنو هو. هتي ت

هن سنت شيوي ديويءَ پرم پوڄنيہ سوامي جن کي پنهنجي جڳهہ تي هڪ ڪمرو خالي ڪري ستسنگ ڪرڻ لاءِ ۽ پرم پوڄنيہ سوامي ٽينئونرام جن جي مورتي استاپت ڪرڻ لاءِ آرپڻ ڪيو. سندس ٽياڳ ۽ شرڌا ڏسي سوامي جن خوش ٿي کيس خوب آشيرواد ڏني.

هاڻ هن استان تي روز نيم سان ستسنگ ٿيڻ لڳو. پريمي سک ۽ شرڌا سان هر روز شام جو ستسنگ تي اچڻ لڳا. ستسنگ جي مهما سمجهائيندي پرم پوڄنيہ سوامي جن ڪين هي پچن پڌايو.

شبد - (سر ٽوري)

اٿئي ستسنگ شانتي پائڻ لاءِ
پنهنجي من جي مئل مٽائڻ لاءِ

1. ستسنگ تي سچو گيان ملي
۽ آتم جو پڻ ڌيان ملي
سچي نام سند و تہ نشان ملي
هي راهہ رام ريجهائڻ لاءِ ......

2. ستسنگ سمجھ تي ناو اٿئي
سچي رام ملڻ جي راهہ اٿئي
جي پريو پسڻ جي چاهہ اٿئي
رکہ اڳتي وکہ وڌائڻ لاءِ ......

3. ستسنگ تي دکہ درد مٽي

۽ ڪوٽ جنم جو قرض مٽي
هن ديهه دکيءَ جو مرض مٽي
هي دوا درد هٽائڻ لاءِ ......

4. جي ستسنگ ۾ پير پائيندي
ڪڏهن ماڙو دوکو نه کائيندي
سچو لوڪ سکي ڪري پائيندي
رکه ناتو توڙ نڀائڻ لاءِ ......

ستسنگ جي مهتو جو ٻڌن ٻڌائي پرم پوڄنيه سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته وڏن ڀاڳن سان اسان کي ستسنگ روپي امرت پراپت ٿئي ٿو. اُن جو لاڀ ضرور وٺڻ گهرجي. ستسنگ سان اسان کي شانتي ملندي. من جو مئل صاف ٿيندو ۽ سچي گيان جي پراپتي ٿيندي. جنهن سان اسين آتم ساکياتڪار ڪري پرماتما کي پراپت ڪري سگهندا سين. هن ساگر روپي سنسار ۾ ستسنگ ئي ناو مثل آهي جنهن جي سهاري اسين اُن کي پار ڪري وڃي پرماتما سان ميلو ڪندا سين. جيڪڏهن توهان کي پريو سان ملڻ جي چاهه آهي ۽ هن روحاني راهه تي هلڻ جي تمنا آهي ته پوءِ ستسنگ جو سهارو وٺڻ گهرجي. ستسنگ ۾ اچڻ سان اسان جا سڀ دک دور ٿي ويندا. هن جنم ۾ سک پائي ۽ پرلوڪ سڌاريندا سين. انڪري هر روز ستسنگ

۾ اچڻ گھرجي. هيءَ مانش جنم اسان کي ملي ٿي
پرماتما کي پراپت ڪرڻ لاءِ آهي. انهيءَ ڪري
هر پل اُن پرماتما جو سمرڻ ڪري پنهنجو هيءُ هيرو
جنم سڦل ڪرڻو آهي. دنيا جا ڪم ڪاريون ته ڪندا
رهو ۽ پرمارٿ جي راهه تي هلندا رهو. اهو سڀ
ڪاريه بي ناگا ڪندا رهو. جي پرماتما جي ٿالي
سمرڻ ۾ سستي ڪنداسين ۽ اهو سوچينداسين ته
ڀورين هي ڪارج ڪري پوءِ سمرڻ ڪنداسين ته
اسان جي هٿان هيءُ ويل هلي ويندي ۽ اسين
پڇتائيندا رهنداسين. دنيا جا ڪارج ته پورا ٿيڻا
ئي ڪونهن. انهيءَ ڪري من کي سمجھائي سهجيئي
ستسنگ جو سهارو وٺي نام جو سمرڻ ڪريو. اها
ڳالهه سمجھائڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن هڪ
درشٽانت ٻڌايو.

درشٽانت:- هڪ ڏينهن هڪ مهاتما رٽن ڪندو
هڪ ڳوٺ ۾ آيو. ڳوٺ ۾ گھمندي کين هڪ شرڌالو
ڀڳت مليو جو هن کي پنهنجي گھر وٺي ويو ۽ اُتي
اُن مهاتما جي سک ۽ شرڌا سان خوب سيوا ڪئي.
اُن ڀڳت جي آگرهه تي مهاتما هن وٽ ٻه ٽي ڏينهن
رهي پيو. اُتي رهندي مهاتما ڏٺو ته ويچاري ڀڳت
جي مالي حالت ڏاڍي تنگ آهي. انهيءَ هوندي به
هن شرڌالو ڀڳت پنهنجو پيٽ ڪٽي به مهاتما جي
خوب سيوا ڪئي. انهيءَ ڪري مهاتما کي اُن تي

ڏيا اچي ويئي. سو سوچيائين تہ هن جو اهو ڪشٽ ڪٽڻ کپي . اهو سوچي هلڻ وقت اُن ڀڳت کي سمجهائي پارس مٽي ڏنائون ۽ چيائونس تہ هيءَ پارس مٽي وٺ ، هيءَ لوهہ کي سون بڻائي ڇڏيندي آهي هاڻي توکي جيترو بہ سون ٺاهڻو هجي ٺاهي وٺ . ٻن مهنن کان پوءِ اسين رٿن تان موٽنداسين ۽ توکان هي پارس مٽي واپس وٺي ويندا سين . سو هڪ ڳالهہ جو ڌيان رکجان تہ اسين اُن کان وڌيڪ هڪ گهڙي بہ تو وٽ پارس نہ ڇڏينداسين انڪري هن عرصي ۾ توکي جيترو سون ٺاهڻو هجي ٺاهجان.

مهاتما کيس سمجهائي پنهنجي رٿن تي هليو ويو. مهاتما جي هلي وڃڻ کان پوءِ اهو ڀڳت بازار ۾ آيو. لوهہ واري کان پڇيائين تہ ڀائي لوهہ ڪهڙو اگهہ آهي. واپاريءَ چيس تہ ڀائي ! ڪالهہ پنج روپيہ سير هو ، اڄ ڇهہ روپيہ سير آهي . تنهن تي ڀڳت سوچيو تہ مهانگو لوهہ ڇو خريد ڪريان . سو واپاريءَ کي چيائين تہ ڀائي ، لوهہ جڏهن واپس پنج روپيہ سير ٿيندو تڏهن خريد ڪندس . هڪ هفتي کان پوءِ وري لوهہ وٺڻ آيو. اگهہ پڇيائين، واپاريءَ چيس تہ ڀائي ! هاڻ لوهہ ست روپيہ سير آهي . اڃا اگهہ نہ لٿو آهي . ويچارو ڀڳت وٺي سوچ ۾ پئجي ويو تہ هاڻي ڇا ڪجي لوهہ تہ وڃي

ٿو وڌندو. آخر سوچيائين تہ ڀلي اڳهہ لهي تہ پوءِ وٺبو.

لوهہ ويو ٿي ڏينهون ڏينهن مهانگو ٿيندو ۽ هي ڀڳت لوهہ جي اڳهہ جي لهڻ جو انتظار ڪندو رهيو. اهڙيءَ طرح ٻڏ تر بہ ڏي مهنا پورا ٿي ويا، نہ اڳهہ لٿو ۽ نہ ئي هي لوهہ وٺي سگهيو. مٿان اچي مهاتما پهتو. مهاتما سوچيو هو تہ منهنجي شرڌالو ڀڳت سون جا خوب انبار لڳائي ڇڏيا هوندا. جهوپڙيءَ جي جاءِ تي هڪ شاهي محل هوندو ۽ هو غربت جي گهانگهي کان آزاد ٿي خوب مزي بہ هوندو.

پر هي ڇا؟ هتي تہ ڪاريءَ وارا ڪکہ لڳا پيا هئا. ڀڳت جو حال اڳي کان بہ هيٺو لڳو پيو هو. اهو ڏسي کيس اچرج لڳو تہ هي ڇا ٿيو! پارس مڻي هوندي بہ هي ڪنگال جو ڪنگال ئي رهجي ويو. ڀڳت کان پڇيائين تہ ڀائي توکي اسين پارس مڻي ڏيئي ويا هئاسين جنهن سان تون ڏن منهن بہ سچو سونو ٿي وڃين ها پوءِ تو ايڏي غفلت ڪري هي سونهري موقعو هٿن مان ڪيئن وڃايو؟ ويچارو ڀڳت ششدر ٿي چوڻ لڳو تہ سائين! لوهہ مهانگو ٿي ويو سو سوچيم تہ سهانگو ٿئي تہ پوءِ وٺي سون ٺاهيندس پر لوهہ سهانگو ٿيو ئي ڪونہ. تنهن تي مهاتما چيس

ته ابا ! جي سؤ روپيه سير لوهه وٺي ٻه سون ٺاهين ها ته سون ته هزار ۾ وڪامي ها، تو اهو ڇو ڪونه سوچيو ته تڏهن به اهو سودو مهانگو نه آهي .

خير تنهنجي قسمت ۾ ڪنگالي لکيل آهي. اُنهيءَ کي اسين ڇا ٿا ڪري سگهون . هاڻ اسان کي پارس مڻي واپس ڪر ته اسين اڳتي هلون . پارس مڻي وٺي مهاتما افسوس ڪندو روانو ٿيو ۽ ڀڳت موقعو هٿن مان وڃائي هٿ مليندو رهجي ويو .

پرماتما وڏي مهر ڪري اسان کي هي پارس جهڙو انساني جامو ڏنو آهي ته اسين پرماتما جو سمرڻ ڪري جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي مڪتي حاصل ڪريون . جي اسان سڄاڳ ٿي ستسنگ جو سهارو وٺي پرماتما جو سمرڻ نه ڪيو ته هڪ ڏينهن ڪال اچي سر تي بيهندو ۽ اسين اُن ڀڳت وانگر هٿ مليندا رهجي وينداسين . انهيءَ ڪري ڪيترو به ڪشٽ اچي پر تڪليف وٺي به ستسنگ ۾ اچي پرماتما جو سمرڻ ڪندا رهندا ته هي لوڪ سڦلو ۽ پرلوڪ سهيلو ٿيندو .

اهڙي نموني پريمين کي پيار سان ڇڪي نام جو سمرڻ ڪرائيندا رهيا. اُتي رهندي رهندي اُنان جي پريمين کي ڏيري ڏيري اُنان جي آشرم جي ويوسٿا سمجهائي سپرد ڪندا ويا. جيئن سندن پرپٺ به برابر ستسنگ جو ڌيان ڇڪيو رهي. هر ڇنڇر تي

خوب ٻريمي ايندا هئا. ان ڏينهن کي ستگرو سوامي ٽيئونرام جن جو جنم ڏينهن سمجهي خوب سک ۽ شرڌا سان ملهائيندا هئا. ان ڏينهن خوب ڍوڍا چٽڻيون ۽ پرساد ورهائيندا هئا. پريمين کي چوندا هئا ته جي هر روز اچڻ ممڪن نه ٿئي ته هر ڇنڇر تي ضرور اچن.

اڄ جي پريمين پرم پوڄنيه سوامي جن جي وچن کي خوب پاڙي ڏنو. هنن ستسنگ جو ديپاڪ برابر جڳائي رکيو. ڇنڇر ڏينهن ستگرو مهراج جن جو جنم ڏينهن مڃي پوري سک ۽ شرڌا سان ملهائيندا رهيا.

ڪلڪتي ۾ رهندي سيٺ پرشوتم داس جي سڄي پريوار سندن سک ۽ شرڌا سان خوب سيوا ڪئي. سڄو پريوار سوامي جن کي ڀڳوان جو روپ سمجهي سندن پوڄا ڪرڻ لڳا. سڄي پريوار ۾ پرم پوڄنيه سوامي جن لاءِ اهڙي ته شرڌا جاڳي جو سڄي پريوار ڪانئن نام دان ورتو ۽ سندن چرڻ ڌوئي اهو جل امرت سمجهي سڀ پي ويا. پرم پوڄنيه سوامي جن سندن ڀڳتي ۽ وشواس تي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کين دل سان آشيرواد ڏنائون.

سندن ڪرپا سان هيءَ پريوار خوب ڦلڻ ۽ ڦولڻ لڳو. سندن ڏنل ۾ برڪت پوندي ويئي هن برڪت سان سندن ڀڳتيءَ ۾ واڌارو ايندو ويو ۽ سندن وشواس ويو ٿي وڌندو. هنن پنهنجي

ستگرو مهراج جن جي شيوا تن، من ۽ ڌن سان ڪري توڙ نڀائي. ستگرو مهراج جن جي ورسي ميلي تي هر سال اچي خوب شيوا ڪندا رهيا. سندن دل ۾ اهڙي ته شردا جاڳي جو 1978 ۾ شريمد ڀڳوت گيتا سنڌيءَ ۾ ڇپارائي پرم پوجنيه سوامي جن جي پوتر شيوا ۾ ارپڻ ڪيائون. سندن سدا اها تمنا هوندي هئي ته پنهنجي ستگرو مهراج جن جي خوب شيوا ڪري ڪين پرسن ڪريون ۽ سندن نالو امر ڪريون. پنهنجي ستگرو مهراج جن جو نالو امر ڪرڻ لاءِ هن پريوار پرم پوجنيه سوامي جن جي هردوار واري دربار کي نئون روپ ڏنئي آئي پنهنجي ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جي استاپنا ڪري سندن نالي هڪ سندر ڌرمشالا جوڙائي آهي، جتي پريمي اچي سک پائين ٿا.

اهڙي نموني ڪلڪتي جي پريمين کي نام دان ڏيئي ۽ سٽسنگ روپي امرت پياري پرم پوجنيه سوامي جن اجمير موٽيا، جو ڪين هتان جي آشرم جي ويوستا جي اون هئي. هتان جا پريمي سڀ وانگر سندن درشن جي آس لڳائي ويٺا هئا سي ڏاڍو خوش ٿيا. آشرم ۾ رونق اچي ويئي. سندن وڃڻ تي رهڻ تي آشرم جي ديکه ڀال سندن پريمي بابو مرليڌر ۽ هنومان پرساد ڪندا رهيا.

هي شردالو ڀڳت هر روز ڀڄن ڀاو ڪندا ۽ پريمين کي نت نيم سان رامائڻ جو پاٺ ٻڌائيندا هئا. اها ويوستا پرم پوڄيہ سوامي جن کي ڏاڍي پسند آئي.

پرم پوڄيہ سوامي جن جي پڌارڻ جو ٻڌي آدرش نگر ۽ اجمير جا پريمي سندن سڳوري درشن لاءِ ڊوڙندا آيا. سندن درشن ڪري دل ٺاريائون، کين عرض ڪرڻ لڳا تہ سائين هيڏو وڇوڙو ڏيئي نہ هليا وڃو. اسين توهان جي درشن بنان ويڳاڻا ٿي ٿا وڃون. پرم پوڄيہ سوامي جن کين سمجهائي چوڻ لڳا تہ توهين هر روز نت نيم سان دربار ۾ اچي ستسنگ ٻڌي نام جو سمرڻ ڪندا رهو. اسين تہ سدا توهان سان ساٿ آهيون.

ڪجهہ ڏينهن اجمير ۾ رهي پريمين جي پياس بجهائيندا رهيا. پر ٻڙودي جا پريمي خاص ڪري دادي ستي کين اُتي اچي پريمين کي درشن ڏيڻ لاءِ چڪ ڪندي رهي. پريمين جي سڪ پرئي سڏ کي پرم پوڄيہ سوامي جن ٽاري نہ سگهيا. سو ٻڙودي جي رٿن جي تياري ڪرڻ لڳا.

ٻڙودي پهچي پريمين کي درشن ڏيئي ستسنگ جي خوب موج مچايائون. پرم پوڄيہ سوامي جن جي پڌارڻ جي خبر سڄي شهر ۾ ٻجلي وانگر ڦهلجي ويئي. سڪايل پريمي درشن لاءِ

ٻوڙيندا آيا. سڀني جي دل ۾ سوامي جن لاءِ اٿاهه
شرڌا هئي ۽ هو سندن شيوا ۾ لڳي ويا. پرم
پوڄيه سوامي جن پريمين جي ڪوٽ تي وارشا
ڪالوني ۽ ٻين جڳهين تي وڃي پريمين کي درشن
ڏيئي ستسنگ ڪندا هئا. هتي سندن سمپرڪ ۾
سنت اوڌوداس جن آيا. سنت اوڌوداس جن جي
دل ۾ پرم پوڄيه سوامي جن لاءِ اهڙي ته شرڌا جاڳي
جو هو پالي، مرداني وانگر انهي پهر ساڻن گڏ رهڻ
لڳا ۽ اتان موٽڻ تي ساڻن گڏ اجمير ۾ اچي رهڻ
لڳا.

ٻڙودي ۾ رهندي دادي ستي، دادي گياني ٻائي
۽ دادي اچمي ٻائي سندن خوب شيوا ڪئي. هتي
سيٺ گاگنداس نٿومل ساگر ڏاڪيز وارا سندن
سمپرڪ ۾ آيا. هي سندن نوان پريمي هئا پر سندن
آمرت روپي مڌر وچن ٻڌي اهڙا ته مگن ٿي ويا جو
کين وٽي وڃي ٻهڪجي بنگلي ۾ رهايائون ۽ کين
عرض ڪيائون ته اُتي رهي هر روز ستسنگ جو
ديپ لڳائين. ستسنگ لاءِ پڻ هتي ڏاڍي سٺي
وڀوستا هئي. سندن سڪ ۽ شرڌا ڏسي پرم پوڄيه
سوامي جن هتي رهي هر روز ستسنگ ڪرڻ لڳا.
ستسنگ ۾ پريمين کي هر پل اها سکيا ڏيندا هئا
ته پل پل پربوءِ جو سمرڻ ڪري هيءُ منش جيون

سڦلو ڪريو. هيءَ ويل وري اسان کي هٿ نه
ايندي. انهيءَ ڪري غفلت جي ننڊ مان سجاڳ
ٿي هن مايا موهه کي تياڳي پرماتما ۾ سچي پريت
لڳايو. اها ڳالهه سمجهائڻ لاءِ ڪين هي پڙهن
پڙهايائون.

شبد — (سر ڀيروي)

اٿي ساجهر ڪر تون سجاڳي
ڇڏي ننڊ گهڻي ڪر ياد ڏڻي
ماڻ محبت واري ماڳ کي

1. تو ته ڏينهن وڃايو گهمندي
تو ته رات گنوائي سمهندي
پنهنجو پاڻ ڪيءَ ڪوڙو ماڻ ڪيءَ
لاٿئه موهه مايا جي داغ کي

2. هي عمر وڃي ٿي هلندي
تڪي نهر جيئن وهندي
ڏيان ڌار سگهو هل پار سگهو
لنگهي ڇوه چولن جي ڇاڳ کي

3. ڏس پهر گهڙي هي پلڪ ويئي
اڃا لوڪ ملڇهان هيءَ خلق ويئي
تنهنجي اچ سپاڻي ٿيندي چاڻ پڇاڻي
ڪٿين جواڳندي هن جواڳ کي

4. هي مانڊو ننڊ اڀاڳي
جپ نام گروءَ جو جاڳي

ٻڌيا موهه واري ڪنّي ترت ڄاري
وار وارث ڏي ٿون واڳ ڪسي.

هي پڇن ٻڌائي ڪين سمجهائي ڇوڻ لڳا ته ڀاڳن سان اسانکي هيءَ منش روپي جامو مليو آهي ۽ وڏن ڀاڳن سان اسانکي سنتن جو سنگ مليو آهي. سو اسين هر روز ستسنگ ۾ اچي پرماتما جو سمرڻ ڪريون. پرماتما جي سمرڻ سان ئي اسين هيءَ سنسار روپي ساگر مان پار لنگهي سگهنداسين. اسين اٺئي پهر غفلت جي ننڊ ۾ غلطان ٿي مايا موهه ۾ غوطا کائي رهيا آهيون. اسان اهو ڀلجي ويا آهيون ته هيءَ دنيا مسافر خانو آهي. هتان هر ڪنهن کي هڪ ڏينهن هلڻو آهي. سڀ ڪجهه هتي ئي رهجي ويندو. ڪير به اسان سان ساٿ نه هلندو صرف پرماتما جو نالو ئي اسانجو سهارو ٿيندو. انڪري سجهوند يڱي سڄاڳ ٿي پل پل پرماتما کي پڪاريون. هڪ پل به ويرٿ نه وڃايون. ائين نه ٿئي جو ويل وڃڻ کانپوءِ پڇتائڻو پوي. اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ ڪين هي درشٽانت ٻڌايائون.

درشٽانت:- هڪ جهنگل ۾ هڪ ڪاٺير رهندو هو هر روز ڪاٺيون ڪٽي اُنهن مان ڪو ٿلا ٺاهي شهر ۾ وڃي وڪڻي ايندو هو. اهڙي نموني هو پنهنجي پريوار جو پالڻ پوشڻ ڪندو هو. هڪ ڏينهن راجا

شڪار ڪندي پنهنجي ساٿين کان وڇڙي رستو ڀلجي پيو. رستي جي تلاش ۾ ڀٽڪندي ڀٽڪندي راجا اچي ڪاٺير وٽ پهتو. اُڃ ۽ بک ۾ وياڪل ٿي ڪاٺير کان پيئڻ لاءِ پاڻي ۽ کائڻ لاءِ روٽي گهريائين. ڪاٺير سندس حالت تي قياس کائي کيس پاڻي پياريو ۽ جيڪا روٽي پاڻ کائڻ لاءِ آندي هئائين سا کيس کائڻ لاءِ ڏني. راجا روٽي کائي ۽ پاڻي پي ڏاڍو پرسن ٿيو. کيس چيائين ته مان هن ملڪ جو راجا آهيان جڏهن به توکي ڪنهن شيءِ جي ضرورت پوي ته بنان سنڪوچ جي مون وٽ هليو اچجان. تو منهنجي مصيبت جي وقت جيڪا سيوا ڪئي آهي اُنهيءَ لاءِ مان تنهنجو شڪرگذار آهيان. اِهو چئي راجا رستو پڇي پنهنجي ماڳ موٽيو.

ويچارو ڪاٺير هر روز ڪاٺيون ڪٽي پنهنجو گذران ڪندو رهيو. اِئين ڪندي جهنگل مان ڪاٺيون ختم ٿيڻ لڳيون. کيس اِها چنتا ستائڻ لڳي ته هاڻي گذران ڪيئن ٿيندو؟ تڏهن کيس راجا واري ڳالهه ياد آئي ته راجا چيو هو ته مصيبت جي وقت هو منهنجي مدد ڪندو. سو هڪ ڏينهن تيار ٿي اچي راجا جي دربار ۾ پهتو. دربان کي چيائين ته راجا کي وڃي ٻڌاءِ ته جهنگل مان تنهنجو ڪاٺير دوست آيو آهي. راجا اِها خبر

ٻڌندي ئي ڪيس دربار ۾ گهرائي حال احوال پڇيو. ڪاٺير ڪيس عرض ڪري ٻڌايو ته راجا جهنگل مان ڪاٺيون ختم ٿي ويون آهن. هاڻي مان پنهنجو گذران ڪيئن ڪندس. اُنهيءَ چنتا مونکي ڏاڍو ستايو آهي. سو توهان وٽ مدد لاءِ آيو آهيان.

راجا سندس هيڻي حال تي قياس کائي وزيرن سان صلاح ڪئي ته هن غريب جي ڪهڙي نموني مدد ڪجي جو زندگيءَ ڀر هيءُ سک سان رهي سگهي. وزيرن راجا کي راءِ ڏني ته هن کي پاسي واري چندن جي وڻن وارو جهنگل ڏنو وڃي جيئن هيءُ مالا مال ٿي وڃي.

سو راجا سندن آڳ ٻڳت ڪري ڪيس چندن جي وڻن وارو جهنگل ڏيئي ڇڏيو. ڪاٺير ڏاڍو خوش ٿيو. راجا جا شڪرانا مڃي اچي اُنهيءَ جهنگل ۾ پهتو ۽ لڳي ويو پنهنجي پراڻي ڪرت ڪار کي. هيءُ آگياني ڪاٺير هر روز چندن جون لڪڙيون ڪٽي اُنهن جا ڪوئلا ٺاهي ڪري وڃي شهر ۾ وڪڻي پنهنجو گذر بسر ڪندو هو. ڇاڪاڻ ته لڪڙيون ڀاري هئڻ ڪري کڻڻ ۾ ڏکيون ٿي لڳيون انڪري اُنهن جا ڪوئلا ٺاهي شهر ۾ کڻي ويندو هو.

گهڻن ڏينهن کان پوءِ راجا کي هڪ ڏينهن پنهنجي ڪاٺير دوست جي ياد آئي، سوچڻ لڳو ته

هاڻ ته هو چندن جون لڪڙيون وڪڻي خوب مالدار ٿي سگهي جيئن ڪاٺيندو هوندو. اهو سوچي پنهنجي وزير کي وٺي اُن جي ڳوٺ ۾ نڪتو. اُتي پهچي هنن ڏٺو ته هتي ته ڪاريءَ وارا ڪک لڳا پيا آهن. سڄو ميدان صاف لڳو پيو آهي، تنهنڪري راجا وزير کان پڇيو ته ڀائي! هي چندن جو جهنگل ڪيڏانهن غائب ٿي ويو. ڪٿي غلط جڳهه تي ته نه وٺي آيو آهين. ايتري ۾ ڪين پريان هڪ وڻ هيٺان ننڍڙي جهوپڙي نظر آئي. هو گهوڙا ڪاهي جهوپڙيءَ وٽ آيا. اُتي هنن ڏٺو ته ڪاٺير ساڳئي ڦٽي حال لڪڙيون ٻاري ڪوئلا ٺاهي رهيو آهي. اهو ڏسي راجا کي ڏاڍو افسوس ٿيو ته هي آڳياڻي ڪاٺير چندن جي هن املهه ڪاٺين کي جلائي ناس ڪري رهيو آهي.

راجا گهوڙي تان لهي ڪاٺير کان حال احوال ورتو. ڪاٺير راجا کي چوڻ لڳو ته راجا! توهان جو ڏنل هي جهنگل ته هاڻي ختم ٿيڻ وارو آهي. مونکي اها چنتا هئي ته هن کان پوءِ ڇا ٿيندو چڱو ٿيو جو توهان اچي ويا. راجا کيس چيو ته منهنجو چوڻ مڃي چندن جي هڪ لڪڙي ڪٽي وڃي بازار ۾ وڪڻي اچ. ڪاٺير سوچڻ لڳو ته هڪ لڪڙي ڪير وٺندو ۽ هڪ لڪڙيءَ جو ڇا ملندو. پر راجا جو چيو مڃي هو بازار ۾ آيو ۽ هڪ دوڪاندار کان پڇيائين

ته ڀائي ! هيءَ لڪڙي وٺندي ؟ دڪاندار لڪڙي ڏسي سڃاڻي ورتو ته هيءَ ته چندن جي لڪڙي آهي. سو چيائينس ته مان هن لڪڙيءَ جا ٻه روپيه ڏيندس. اهو ٻڌي ڪاٺير عجب ۾ پئجي ويو. عجب وچان چيائين ته هن لڪڙيءَ جا تون ٻه روپيه ڏيندي ؟ دڪاندار سوچيو ڪاٺير کي ٻه روپيه شايد ٿوڙا لڳا آهن سو چيائينس ته جي ٻه روپيه ٿوڙا ٿا لڳن ته چار روپيه ڪٽي وٺ. اُتي پاسي واري دڪاندار سوچيو ته هو دڪاندار هن غريب ڪاٺير کي ٺڳي رهيو آهي سو کيس سڏي چيائينس ته تون اها لڪڙي مونکي ڏي مان توکي ان جا ڏهه روپيه ڏيندس. ڪاٺير رڙ ڪري چيس ته ڏهه روپيه ! دڪاندار سمجهيو ته ڏهه روپيه به ٿوڙا لڳا اٿس سو چيائينس ته مان هن لڪڙيءَ جا پنجويهه روپيه ڏيندس.

اهو ٻڌي ڪاٺير زور زور سان روئڻ لڳو. دڪاندار پڇيس ته ڀائي تون روئين ڇو ٿو ؟ تنهن تي ڪاٺير چيس ته مان برباد ٿي ويس، اٽجي ويس مون اهڙيون هزارين آهن لڪڙيون جلائي ڪوئلا ڪري برباد ڪري ڇڏيون. مونکي جي اها خبر هجي ها ته هي لڪڙيون ايڏيون ملهائتيون آهن ته هوند مان انهن مان مالا مال ٿي وڃا ها. پر هاڻ پڇتائڻ مان ڇا ورندو اها ويل ته هٿن مان هلي وئي.

پرم پوڄيه سوامي جن اهو درشٽانت ٻڌائي پريمين کي چوڻ لڳا ته هي مانڪ ديهه اموڪ آهي. اِن جو هر هڪ پل هر هڪ سوانس ملهائتو آهي جنهن جو ملهه ڪٿڻ جو ناهي. جي اسين سنسار جي مايا جار ۾ ڦاسي ڀڄن جو ڀاڳ ڀلائي ڪوڙ ڪمائيندا اسين ته انت ويلي اُن ڪاڌير وانگر سڀ ڪجهه وڃائي هٿ هڻندا اسين: مانڪ اسانکي سوانسن جو املهه خزانو ڏنو آهي ته هر سانس ۾ اُن پرماتما جو سمرڻ ڪري مڪتي پراپت ڪريون. ڇاڪاڻ ته هي مانڪ ديهه اسان کي وري وري هٿ نه ايندي. انهيءَ ڪري سنتن جي شرڻ ۾ اچي ستسنگ روپي امرت پي آتم پد کي پراپت ڪريون. اِن ڳالهه کي چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ هيٺيون سلوڪ چيائون.

مانڪ جنم اموڪ، ڪنهن ڀاڳ پورن پن ٿي
سو ٻڏو ساگر جي پيٽ ۾، ريڙهي ڪرم رول،
ساهي سنتن سان ملي، لهه آتم پد انول،
هر هر اهڙو ٿول، هٿ ايندءِ ڪينڪي.

اهڙي نموني ٻڌودي ۾ رهي پرم پوڄيه سوامي جن پريمين کي هر روز ستسنگ روپي امرت پياري مست ڪندا رهيا. پريمي سوامي جن جي پريم جي ڏوريءَ ۾ اهڙا ته ٻڌجي ويا جو

کين آتي رهي پوڻ لاءِ وينتي ڪرڻ لڳا. اُنهن
پريمين ۾ خاص ڪري سنت اوڌوداس، دادي
ستي ۽ سيٺ گاگنداس جي سڄي پريوار سندن
سک ۽ شردا سان خوب سيوا ڪري کين پرسن
ڪيو. پرم پوڄيه سوامي جن جي به هنن مٿان
خوب ڪرپا هئي.

آخر ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ پرم پوڄيه سوامي
جن پريمين کان موڪلائي اجمير هلڻ جي تياري
ڪرڻ لڳا. ڀاري من سان پريمين کين وري جلدي
درشن ڏيڻ جي وينتي ڪري ودائي ڏني. سيٺ
گاگنداس، سنت اوڌوداس، دادي ستي ۽ ڪجهه
ٻين پريمين پرم پوڄيه سوامي جن سان اجمير هلڻ
جي تياري ڪئي. اُتان هلڻ کان اڳ پرم پوڄيه
سوامي جن ٻڙودي جي پريمين کي هر چنڊ تي
ستگرو مهراج جن جو ڏينهن ملهائڻ جي هدايت
ڪري آيا.

سکر سان پرم پوڄيه سوامي جن اجمير پڌاريا.
سيني سڪاپل پريمين سندن خوب آجيان ڪئي. ڪجهه
ڏينهن گذرڻ کان پوءِ دادي ستي پرم پوڄيه
سوامي جن کي عرض ڪيو ته سندن پاران گرو
گرنٿ صاحب جو اکنڊ پاٺ رکايو. سندن عرض
اوناڻي پرم پوڄيه سوامي جن دربار صاحب ۾

گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ صاحب سک ۽ شرڌا سان رکايو. پاٺ صاحب جي رکائڻ سان آشرم آئي پوتر ٿي ويو. سنگتن ۽ سنتن جا آمرت وچن ٻڌي پريمين جو هردي سيتل ٿي ويو. صبح کان شام تائين پريمين جي پيڙ لڳي پيئي هئي.

دادي سٽي ۽ سيٺ گاگنداس ۽ ٻڙودي مان آيل پريمين گرو گرنٿ صاحب ۽ سنگت جي خوب شيوا ڪئي. سک سان پاٺ صاحب جو ڀوڳ پيو خوب پرساد ورهايا ويا ۽ ڌام ڌوم سان ڀنڊارو ڪيو ويو. سڀ پريمي پرساد پائي ڀنڊاري مان ڀوڄن پائي، پڇن ٻڌي پرسن ٿي پنهنجي پنهنجي ماڳ موٽيا.

پاٺ صاحب جي ڀوڳ پوڻ کانپوءِ دادي سٽيءَ پرم پوڄيه سوامي جن کي وينتي ڪئي ته گرو گرنٿ صاحب لاءِ الڳ ڪمرو ٺهرائڻ گهرجي. پرم پوڄيه سوامي جن اُن جو نقشو تيار ڪرائي يڪدم دادي سٽيءَ جي سامهون ئي هي شڀ ڪاريه شروع ڪري ڇڏيو. هن ڪمري لاءِ مکيه دوار جي پرسان جڳهه طئه ڪئي ويئي. ٿورن ڏينهن ۾ ڪمرو ٺهي راس ٿيو جنهن ۾ گرو گرنٿ صاحب سان گڏ رامائڻ ۽ پريم پرڪاش گرنٿ پڻ رکيو ويو.

هتي آشرم ۾ رهي پرم پوڄيه سوامي جن جو

اُتاهه پيار پاتي، سندن ستسنگ روپي آمرت پي،
مان سنمان پاتي سيٺ گاگنداس ۽ دادي سني
اِئين مخصوص ڪري لڳا جڻ تہ سرڳ پوريءَ ۾
ويٺا آهيون. سندن هٿان وڇڙڻ تي دل ئي نہ ٿئي
تي. ٻہ پنهنجا فرض پورا ڪري ۽ پريوار جي پرورش
جي اُن ڪري هاڻ پرم پوجنيہ سوامي جن کان
ڀاري من سان آگيا ورتائون. پرم پوجنيہ سوامي جن
کين آگيا ڏيئي چيو تہ ابا! هاڻ هيءَ سڪ سندو
نيون جو ناتو توڙ ٿائين نڀائجو. هيءَ پريم جي
ڏوري پڪي ۽ پختي هئي جيڪو هڪ دفعو هن
ڏوريءَ سان ٻڌجي ويو سو هميشہ ٿي ٻڌو رهندو.
سيٺ گاگنداس جو سڄو پريوار انت سمي ٿائين
پرم پوجنيہ سوامي جن جي تن، من ۽ ڌن سان
خوب شيوا ڪندو رهيو. سندن جوتي جوت سمائڻ
کانپوءِ سندن سپتر شري ناراڻداس آشرم ۾ اچي
مهنن جا مهنا آشرم جي سار سنڀال ڪندو رهندو
آهي. هيءَ سائين جن جو شيوڪ پريمين کي هر
سال پرم پوجنيہ سوامي جن جي نئين سروپ جون
تصويرون ڏيرائي، اليڪ روپن ۾ درشن ڪرائي شرڌا
جا سمن چاڙهيندو رهي ٿو.

هڙودي مان اچڻ کانپوءِ پرم پوجنيہ سوامي جن
کجهہ ڏينهن آشرم ۾ رهي آدرش لڳر ۽ احمدر جي
پريمين کي ستسنگ جو ديپاڻ لڳائي خوب آنند

وٺائيندا رهيا. هاڻي وري بمبئي جي پريمين پرم پوجيه سوامي جن کي بمبئي ۾ اچي سڀني سڪايل پريمين کي درشن ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو. هيءَ سڪ پري پڪار ٻڌي پرم پوجيه سوامي جن بمبئي وڃڻ تي روانا ٿيا.

بمبئي پهچڻ تي سيٺ ايسرداس گوپالداس ڏاڏواڻي جيڪو سندن پراڻو پريمي هو پرم پوجيه سوامي جن کي وينتي ڪئي ته سندن ڪٽيا کي پوتر ڪري ستسنگ جو ڏيهاڙ اُتي لڳائي پريمين کي آنند وٺائين. پرم پوجيه سوامي جن سندن سڪ ۽ شردا ڏسي سندن عرض اگهايو.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ سندن شردالو پريمڻ ميران جو سروپ ڏادي خوبي ماءِ کين سندن گهر هلي ستسنگ جو ڏيهاڙ لڳائڻ جو عرض ڪيو. جيئن اُتان جا پريمي پرم پوجيه سوامي جن جو درشن ڪري ستسنگ جو لاڀ وٺي سگهن. هتي پرم پوجيه سوامي جن جي سمپرڪ ۾ شري ڏيوڏاس آيو. درشن ڪندي ئي سندس شردا جو ساگر اُمڙي پيو. هي پريمي سندن پريم ۾ اهڙو ته متوالو ٿي پيو جو سڀ ڪجهه ڀلائي سندن چرڻن ۾ رهي سندن خوب سيوا ڪرڻ لڳو. سندن سڪ ۽ شردا ڏسي پرم پوجيه سوامي جن هن مٿان آشيرواد جو هٿ رکيو ۽ سندس

وينتي ڪرڻ تي سندس گهر وڃي سندس ڪٿا
ڪي پوڄا ڪيائون . سندس شيوا تي پرسن ٿي
هي ڀڄن چيائون .

ڀڄن

شيوا سڀاڳن تہ ماءِ - شيوا سڀاڳن

1. جنهن جي آڱڻ ستگرو ۽ سنت اچن ٿا
پريم تي پرسن ٿي پير رکن ٿا
جنم جنم سندا تن ڀاڳ کلن ٿا
ٿو وري چوطرف ڪان وارو ويراڳين .

2. جنهنجو مستڪ گروءَ اڳيان روز نمي ٿو
سڪ سان سچي شيوا ڪري چرن چمي ٿو
ايندي ويندي سنت گرو ٻُو جن جهومي ٿو
سچ تہ تن آ ڀاڳو محبتي ماڳين .

3. کهي ٽيئون ڪرم جڏهن ڌرم ڪلن ٿا
تڏهن گرديو ۽ سنت ملن ٿا
وچن ڏکيا ڏيهن سکيا واءُ لڳن ٿا
ٻرهم سنڌو ٻاغ ڪلي ڀاڳ ٻيراڳين .

ڀرم ٻوجليم سوامي جن هن ڀريميءَ جي شيوا
سڪ ۽ شرڌا ڏي ڏاڍو ڀرسن ٿيا . سوچڻ لڳا تہ هي
سنسڪار هن جي ٻورو جنم جا آهن . هيءَ ٻريمي
ٻرمارٿ جي راهہ ۾ سٺي طرقي ڪري سگهي ٿو
سو ڪانٽس پڇيائون تہ ٻاڻي ڏي پوندا اسين ڪنهنجي
نظرت ۽ شيوا تي ڀرسن گيا آهيون ٻر ٻڌاءِ تہ تو

گرو ڪري نام دان ورتو آهي؟ تنهن تي ڏيونداس نمرتا سان پرم پوڄيہ سوامي جن کي ڇيو تہ مون اڃا گرو نہ ڪيو آهي. پرم پوڄيہ سوامي جن کيس سمجهائي ڇوڻ لڳا تہ هڪ روحاني راهہ ۾ گروءَ کان سواءِ هڪ قدم هلڻ بہ محال آهي. پنهنجي ستگرن کان نام روپي ڇاپي وٺي اندر جا پٽ کولي آتمہ ساڪياتڪار ڪري پنهنجو هي جنم سڦل ڪري سگهون ٿا. ٻنا گروءَ جي گت ڏي ڪانهي. هي مانش جنم ٻنا نام سمرڻ جي اڪيارٿو آهي. گروءَ جي مهما چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت ڏنا ٿاون.

درشٽانت :- گرو امرداس جن شروع ۾ ويشنو ڀڳت ڪي مڃيندا هئا. هن جي تيرٿن ۾ گهري شرڌا هئي سو هڪ ذہ هئي سال گنگا اشنان ڪرڻ ويندا هئا. جڏهن ويهون ڀيرو گنگا اشنان ڪري موٽي رهيا هئا تہ مهرا ڳوٺ وٽ سندن ملاقات هڪ برهمچاريءَ سان ٿي. ٻنهي گڏجي وڻ هيٺان وشرام ڪيو ۽ گڏجي ڀوڄن ڪيو. سندن پريم ايترو تہ وڌي ويو جو برهمچاري گرو مهراج جي آگرهہ تي رات سندن گهر ۾ ٽڪيا جتي گرو مهراج جن سندن خوب خاطرداري ڪئي. برهمچاري سندن نرملتا، نهٺائي ۽ مڌر وهنوار ڏسي اهڙو تہ مگن ٿيو

جو سوچڻ لڳو تہ هي ڪنهن ڪامل گروءَ جو شش آهي. سو رات جو جڏهن آرامي ٿيا تہ ڪاڪس پڇيائون تہ ڀائي تنهنجي وهنوار تي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون ها ٻڌي اسانکي ٻڌاءِ تہ هي گيان تو هان ڪهڙي گروءَ کان ورتو آهي؟ تنهنجي گرو امرداس جن ڪيس جواب ڏنو تہ ”ڀائي! مون تہ اڃا گرو نہ ڪيو آهي.“ اهو ٻڌي برهمچاريءَ کان رڙ نڪري ويئي. چوڻ لڳو تہ تو هن پيريءَ تائين اڃا گرو نہ ڪيو آهي. تون نگرو آهين. اهو چئي پنهنجا ڪرم ڪٽڻ ويو. چي منهنجو تہ ڌرم ڀرشٽ ٿي ويو. منهنجو گنگا اشنان اڪيارٿو ٿي ويو. مونکي خبر هجي ها تہ تون نگرو آهين تہ مان تنهنجي هٿ جو ٻاڌي بہ نہ پيان ها. هاڻ مونکي موٽي وڃي گنگا اشنان ڪرڻو پوندو ۽ جيئن منهنجو هي پاپ ڌوپجي وڃي. اهو چئي اوڏي مهل رات جو ئي پنهنجو بسترو گول ڪري ماتا گنگا ڏانهن روانو ٿيو.

برهمچاريءَ جو هي ورتاءُ ڏسي گرو امرداس جي دل کي گهري چوٽ لڳي. سوچڻ لڳا تہ جيون جا هيترا سال مون سمرڻ ڇو نہ ڪيو. اُنهيءَ چنتا ۾ ڪين سڄي رات ننڊ نہ آئي.

اوچتو پرڀات ويلي سندن ڪنن تي گر ٻاڻيءَ جو مڌر پرلاءُ پيو. اها گر ٻاڻي ٻيبي امرو پڙهي

رهي هئي. ٻيٻي امرو گرو انگد صاحب جن جي سيپٽري هئي جيڪا ڏاڍو سنڌن ڀائٽيي سان پرڻجي آئي هئي. هو روز صبح جو جلدي اُٿي اِشنان ڪري جپ صاحب ۽ ٻين گرن جي واڻي پڙهندي هئي.

اُن وقت جيڪا آمرت ٻاڻي ٻيٻي امرو پڙهي رهي هئي اُن جو ارث هو ته جيڪو پرش لوڀ جي ڪلي ۾ جهڙو نيچ چونڊ هجي پر گرو ڪرڻ سان هو سون سمان شڌ ٿي وڃي ٿو ۽ گروءَ ڪان واهگروءَ جو شبد روپي امرت نام وٺي هن جو هردو اهڙو ته تريت ٿيو وڃي جو هن کي ٻئي ڪنهن پدارث جي لوڙهه ئي نٿي ٿئي.

گرو امرداس جن کي هي شبد ٻڌي دل ۾ گهري چوٽ لڳي سوچڻ لڳا مونهنجي جيون ڀنان گروءَ جي ونرت هلي ويئي. جيئن شبد پورو ٿيو ٿيئن ماڙيءَ تان لهي ٻيٻي امرو وٽ آيا. ڪاڏهن ٻڌيائون ته تو پوري ٿون هي ڪنهنجو شبد ڳائي رهي هئين تڏهن تي ٻيٻي امرو نمرتا سان ڪين ٻڌايو ته هي شبد گرو نانڪ صاحب جن جو آهي جيهنجي گديءَ تي هن وقت هن داسيءَ جا پتا صاحب گرو انگد صاحب ويٺل آهن.

اِهو ٻڌي گرو امرداس ڪيس ويڻتي ڪري چيو

ته اسان کي هينئر ٿي هنن وٽ وٺي هل جو اسان
جي دل سنڌن درشن لاءِ تڙڦي رهي آهي. تنهنڪري
بيبي امرو کين چيو ته بابا هن وقت مان اُٿي هلڻ
لاءِ مجبور آهيان جو ڪجهه ڏينهن اڳ ٿي مان اُٿان
اٿي آهيان. وري سنڌن اِها آگيا آهي ته جڏهن
هو موڪي گهرائين تڏهن ئي مان اُٿي وڃان. اِنڪري
ڪجهه ڏينهن ترسي مان توهان کي اُٺي وٺي هلندس.
ٻر گرو امرداس جن کيس منٿون ڪري چيو ته
پتري تون اسان کي هينئر ئي اُٺي وٺي هل جيڪو
پاپ پوندو سو اسين پنهنجي سر تي جهليندا اسين
تون ڪو به فڪر نه ڪر. آخري اُڪير ڏسي بيبي
امرو کين وٺي کنڊور ۾ آئي جتي گرو اگند صاحب
براجمان هئا. گرو امرداس جن کي ٻاهر ٻهاري
بيبي امرو پتا صاحب جن کان آگيا وٺڻ لاءِ اندر
سنڌن دربار ۾ ويئي. گرو صاحب ته جاڳي چاڙي
هار هئا سو کيس ڏسي چيائون ته پتري جنهن کي
پاڻ سان آندو اٿيئي اُنهن کي ٻاهر ڇو ٻهاري آئي
آهين. پوءِ پاڻ خود ٻاهر اچي سيڻن وانگر گرو
امرداس جن سان گڏيا ۽ گرو امرداس جن سنڌن
چرنن ۾ ويهي کين ارداس ڪري چيو ته اسين
توهان جي شرڻ ۾ آيا آهيون ڪرپا ڪري اسان
کي پنهنجي چرنن ۾ جاءِ ڏيئي آشيرواد جو هٿ
اسان مٿان رکو.

پوءِ گرو امرداس جن اُتي رهي ستگرن جي
آڙي ته لڳن سان شيوا ڪئي جو ستگرن کين
پنهنجي ڪرپا سان رڱي لعل ڪري ڇڏيو ۽ انت ۾
کين گرو گدي بخشيائون.

هي درشٽانت ٻڌائي پرم پوڄيه سوامي جن
پريمين کي چوڻ لڳا ته هن سنسار روپي ساگر
مان پار پوڻ لاءِ ستگروءَ روپي ملاح جي ضرورت
آهي. پريمين کي ستگروءَ جي مهما جو هيءُ سلوڪ
ٻڌايائون:—

آڙي ڪير ڪري، سامي ٻنا ستگروءَ
ڀڳت جوت ويراڳ جا، ڏئي ڀنڊار ڀري،
انهيءَ جوت اندر ۾، سڀهه سڃ ڀري
ٻڪ نه ٽڪي ٻري، رمتا رام اکين کون

شري ڏيونداس کي سوامي جن جي ستسنگ
ٻڌڻ کان پوءِ سوامي جن لاءِ اٿاهه شردا جاڳي ۽
سندن خوب شيوا ڪرڻ لڳا. هڪ ڏينهن پرم پوڄيه
سوامي جن کي وينتي ڪيائين ته مون تي ڪرپا
ڪري مونکي نام دان ڏيو جيئن مان توهان جي
چرڻن جو سمرڻ ڪري هيءُ جنم سڦلو ڪريان.
پرم پوڄيه سوامي جن سندن شيوا ۽ شردا ڏسي
کيس نام دان ڏنو. نام وٺڻ کان پوءِ شري ڏيونداس
پرم پوڄيه سوامي جن کي پرماتما جو روپ سمجهي
سندن خوب شيوا ڪرڻ لڳا. انهي پهر سندن

ڏيان ۾ رهي سمرڻ ڪرڻ لڳا. نه صرف ايترو پر هر سال سڄي پريوار، ڌرمپتني شريمتي ڪلاوتي سپتر پرت ڪمار، ڌرو ڪمار، گوردن، ڌيءُ چندرا پشپا ۽ ڪملا سميت ستگرو مهراج جن جي ورسي آتسو تي اچي پرم پوجنيه سوامي جن جي خوب شيوا ڪرڻ لڳا. پرم پوجنيه سوامي جن جي به هن ڀڳت مٿان آتي ڪرپا رهي.

اهڙي نموني پريمين جي سڪ پرئي سڏ تي پرم پوجنيه سوامي جن بمبئيءَ جو رٽن ڪندا رهيا. چاڪاڻ ته پرم پوجنيه سوامي جن چاهيندا هئا ته جيترو مان گهڻن شهرن جو رٽن ڪندس اوترو مان پنهنجي ستگرو مهراج جن جي سکيائن جو پرچار ڪري سندن يش ڦهلائي سگهندس.

هن دفعي ماتا صاحب مواي ٻائي ڪرڻاني جيڪا سندن ستسنگ جي سڪايل هئي ٻين اوڌوت مهراج جن جي ورسيءَ تي جيڪا هوءَ هر سال سڪ ۽ شرڌا سان ملهائيندي هئي، خاص نيڊ ڏيڻ ڏيئي بمبئي گهرايو ته آتي اچي ستسنگ جو امرت پيارين. پرم پوجنيه سوامي جن هن جي چنڊو تي پڌاريا. پوجنيه ماتا صاحب مواي ٻائي سندن درشن ڪري تمام گهڻو خوش ٿيا ۽ اچڻ شوط ڪيئن وينتي ڪري چيائون ته ايندڙ چئو ٽاڻين ضرور هتي رهن.

هر روز ستسنگ جو آنند ٿيڻ لڳو. جيئن ستگرو مهراج ٽيئونرام صاحب جن جو ڀڄن سان گڏو گڏ ڀوڄن ڪارائڻ يعني ڀنڊاري سان گهڻو پريم هو تيئن سوامي جن جو پڻ ساڳيو ئي سڀاءُ هوندو هو. تنهن ڪري هر روز ستسنگ جي آنند سان گڏو گڏ پريمين لاءِ ڀنڊارو به چالو رهيو. چوندا هئا ته جيڪو پيٽ ڀري پرساد کائيندو اُن جا ڀنڊارا سدائين ڀريا رهندا ۽ سڀ من جون مرادون ستگرو مهراج جن پوريون ڪندا.

پرم پوڄنيه سوامي جن آگيا ڪئي ته اکنڊ پاٺ صاحب چالو ڪريو ۽ لڏون پنج هزار ٺهرائي ماتا صاحب مولي ڀائيءَ کي ڏيو ته پنهنجي هٿن سان دان ڪري. اُن وقت هيٺ منڊپ لڳائي ستسنگ جو آنند روپ ديپاڻ چالو ڪيو ويو ۽ شري اکنڊ پاٺ چالو ٿيو ۽ لڏون پڻ ٺهرايا ويا. پوڄ ماتا صاحب مولي ڀائيءَ پاٺ هلندي لڏون ورهايا ۽ سندن پنهنجن ئي سپترن پرم پوڄنيه سوامي جن کي پرارٿنا ڪري چيو ته پوڄ ماتا صاحب کان ڪجهه دان جو سنڪلپ ڪرايو ۽ سندن جيڪا مرضي هجي ته دل کولي دان ڪن. اسين پوڄ ماتا صاحب جي هر طرح سان آگيا مڃڻ لاءِ تيار آهيون. پرم پوڄنيه سوامي جن پوڄ ماتا صاحب کي چيو ماتا صاحب

هن وقت پنج ڏي سپُتر ١. اڇيرام ٢. موهنداس ٣. مرليڌر ٤. لالچند ٥. سندر، سيٺڻي مٿي توهان ڪان هيءُ شپ سنڪلپ ڪرائين ٿا ته هردوار ۾ توهان جي نالي ان جو ڇپتر هلائيندا. هاڻي پيو جيڪي به توهان پنهنجي سپترن ۽ ڌيئرن کي آگيا ڪندا ته هو توهان جي آگيا مڃڻ لاءِ تيار آهن.

پوڄ ماتا صاحب پرم پوڄنيه سوامي جن کي چيو ته مان پنهنجن پٽن کي آگيا ٿي ڪريان ته هر روز ڏينهن ڪلاڪ صبوح جو پنهنجي گهر ۾ سڀو ڪٽنب پريوار مٿي ستسنگ جو آنند روپ ديپاڻ لڳائيندا رهن ۽ روز پوڄا ڪندا رهن جو هنن سڀني وڏي خوشيءَ سان مڃيو.

پرم پوڄنيه سوامي جن ماتا صاحب جن جي اهڙي شردا ۽ ڀڳتي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ هي ڀڄن ڳايائون.

ڀڄن

انت ويلو ڪڄاڻ سهيلو -
اهو منهنجو عرض آ

1. ٻندرابن جو ٿل هجي -
مکه ۾ تلسي ڏل هجي
گنگا جو پوتر جل هجي -
اهو منهنجو عرض آ

2. گيتا جو پڻ گيان ھجي -

گر مورت جو ڌيان ھجي

سوھم شبد جو پان ھجي -

اھو منھنجو عرض آ

3. ماڻو سواس سھيلو ڪجانءِ -

ڏاڍو ڏون نہ ڍھيلو ڪجاءِ

شانت سڪہ جو ميلو ڪجانءِ -

اھو منھنجو عرض آ .

پرم پوجنيہ سوامي جن ھر روز ستسنگہ جو ديپاڻ لڳائي پريمين کي آتم گيان جي باري ۾ ڪولي ھن طرح سان سمجھائڻ لڳا.

آتم گيان ٿالو آھي پنھنجي اصلي سروپ کي ڄاڻڻ جو، جنھن گيان سان استول سوکيم ڪارڻ سريرن کان ڀاڻ کي نيارو ڄاڻي ست. چت آنند روپ آتما کي پراپت ڪجي، تنھنکي آتم گيان چئبو آھي .

آتما جو ھڪ سامانيہ روپ آھي، ٻيو وشيش روپ آھي . جيڪو سڀ ۾ وياپڪ ۽ سمايل آھي، اھو سامانيہ روپ آھي ۽ جيڪو ست روپ ، چيتن روپ ۽ آنند روپ آھي، سو وشيش روپ آھي . اگيانيءَ کي آتما صرف ست روپ پرتيت ٿئي ٿو پر گيان وان کي ست چت آنند روپ نظر مڪت نتيہ شڌ روپ

پاسي ٿو. تنهن ڪري ست روپ چيتن روپ آنند روپ وشيش آتم سروپ کي ڄاڻڻ جو نالو آتم گيان آهي.

پرم پوجنيه سوامي جن هاڻي پريمين کي ٻڌائڻ لڳا ته آتما جي رهڻ جو استان ڪهڙو آهي؟ آتما سامانيه روپ سان سڀني پراڻين جي ٻڌيءَ روپي غفا ۾ رهي ٿو. جيئن اگني سامانيه روپ سان سرو وياپڪ آهي پر وشيش روپ سان پرڪاشوان ڏيئي ۾ آهي. ديئي ۾ تيل ۽ تيل ۾ وٽ ۽ وٽ ۾ جوت جو پرڪاش آهي. تيئن شرير ۾ انتهڪرڻ ۽ انتهڪرڻ ۾ ٻڌي ۽ اُن ٻڌيءَ ۾ آتم جوت جو پرڪاش آهي. تنهنڪري اها ٻڌي روپي غفا ئي آتما جي رهڻ جو استان آهي.

هن کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن چوڻ لڳا ته آتم سروپ جو ساڪيات درشن ڪيئن ڪجي؟

هن ڳوڙهي راز کي سمجهائڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن پريمين کي هي پد ٻڌايو —

جهاتي پائي پس تون جيءَ ۾

اندر سڀ اسرار پريتم ......

(1) اندر برهما وشنو مهيش

ديون جو ديدار پريتم ......

(2) اندر سورج تارا ڪتيون

چنڊ سندو چمڪار پريتم ......

(3) اندر گنگا جمنا گوداوري
ڪاشي ۽ ڪيدار پريتم ......

(4) اندر گوڪل گائيون گوپيون
راس منڊل ربسار پريتم ......

(5) ڪٿي ڏيٺون آهي تنهنجي اندر
سارو هي سنسار پريتم ......

هي ڀڄن ٻڌائي پرم پوجنيه سوامي جن چوڻ لڳا ته آتم ساڪشاتڪار ڪرڻ ۽ پرماتما کي پراپت ڪرڻ لاءِ اسان کي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائڻي پوندي. ڇاڪاڻ ته پرماتما ٻاهر نه پر اسان جي اندر ۾ براجمان آهي. انهيءَ ڪري ٻاهر مکتا کي تياڳي اسان کي انترمکي ٿيڻو پوندو. ڀٽڪيل انسان هرڻ وانگر ڪستوريءَ کي ڳولهڻ لاءِ ٻاهر اجايو ڀٽڪي ٿو ڪيس اها خبر ئي ڪانهي ته ڪستوري ته سندس دُن ۾ ئي سمائي پيئي آهي سا ڪيس ٻاهر ڳولهڻ سان ڪيئن ملندي؟

پيهي جي پسين پاڻ پنهنجو پاڻ ۾
ته نڪو موٽي موٽيڪا نڪو ايشور پيو اسين
اندر پيو اسين ٻاهر اسين ڳولهيون

هي ٻڌ چئي پرم پوجنيه سوامي جن پريمين کي سمجهائي چوڻ لڳا ته اندر ۾ جهاتي پائڻ لاءِ ٻاهريان

نو دئار بند ڪري پنهنجو ڌيان ڏسوين دئاري لڳائڻو پوندو ۽ تڏهن اسان کي درشن ملندو. اهو ڳوڙهي ڳالهه سمجهائڻ لاءِ پريمين کي هي درشٽانت ٻڌايائون —

درشٽانت — هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪ بستيءَ ۾ هڪ مهاتما آيو. هو هر روز شام جو ستسنگ ڪندو هو. سندس گيان جي ساراهه ٻڌي بستيءَ جا گهڻائي ماڻهو سندس ستسنگ ۾ اچڻ لڳا. مهاتما جي ستسنگ ۾ ايڏي ته ڪشش هئي جو اُن راڄ جو وزير به هر روز سندس ستسنگ ۾ اچڻ لڳو. هڪ ڏينهن ڪنهن ڪم سانگي راجا وزير کي شام جو پاڻ وٽ گهرائڻ لاءِ گهر ماڻهو موڪليو. گهر وارن ڪيس چيو ته هو هن وقت ستسنگ ۾ ويل آهي. راجا جي ماڻهوءَ ستسنگ ۾ اچي وزير کي راجا جو نياپو ڏنو. وزير چيس ته راجا کي وڃي چئه ته مان ستسنگ پٺي جلدي توهان وٽ حاضر ٿيندس. ستسنگ پوري ٿيڻ تي وزير راجا جي دربار ۾ حاضر ٿيو. راجا پڇيس ته تون هر روز ستسنگ ۾ ڇو ٿو وڃين؟ وزير ٻڌايس ته مهاتما جي ستسنگ ۾ وڃڻ سان من کي اپار شانتي ٿي ملي. اها ڳالهه ٻڌي راجا به ٻئي ڏينهن ستسنگ ۾ آيو. مهاتما جو درشن ڪري ۽ سندس ستسنگ ٻڌي راجا کي ته پرم آنند آيو. هن

اها ڳالهه پنهنجي راڻيءَ سان ڪئي ته مهاتما تمام پهتل ۽ گياني آهي. سندس درشن ڪرڻ سان اپار شانتي ٿي ملي. تنهن تي راڻيءَ راجا کي عرض ڪيو ته اهڙي پهتل گياني مهاتما جو درشن ڪيس به ڪرائين. راجا راڻيءَ جي ڳالهه ٻڌي سوچيو ته اسين ڪري مهاتما کي محل ۾ ٿا گهرايون. سو مهاتما کي گهرائڻ لاءِ قاصد موڪليائون پر مهاتما قاصد کي چيو ته هو ڪٿي به نه ويندا آهن. جنهن کي درشن ڪرڻو هجي اهو خود اچي. هاڻي راجا اچي منجهو ته ڳالهه ته ڏاڍي ڳري ٿي پيئي. مهاتما اچڻ نٿو چاهي ۽ راڻي ٻڌي ۾ آهي سا مهاتما وٽ ڪيئن وڃي. آخر هن مشڪلي جو حل ڳولهڻ لاءِ راجا وزير کي گهرايو. وزير ڏاڍو سياڻو هو. تنهن ويچار ڪري راجا کي ٻڌايو ته مهاتما صبوح جو هر روز ٻکيا ڪرڻ لاءِ ڪنهن نه هڪ گهر ويندو آهي ۽ اُتان ڀوڄن ڪري پنهنجي استان تي اچي ڌيان ۾ وهندو آهي.

توهان سڀني راڄ ۾ ٻڌو گهمايو ته سڀاڻ هرڪو پنهنجو دروازو بند رکي. هاڻي مهاتما گهمندو گهمندو اوس توهان جي محل جي در تي اچي ٻکيا گهرندو. ان طرح سان راڻي مهاتما جو درشن ڪري سگهندي. راجا کي وزير جي هيءَ صلاح

ڏاڍي وڻي ۽ هن اهو پڙهو گهمايو تہ سڀاڻ هرڪو پنهنجي گهر اندر رهندو ۽ ڪو بہ دروازو نہ کوليندو.

مهاتما صبوح ساڻ پنهنجي نيم انوسار ڀڪيا ڪرڻ لاءِ نڪتو. سڄو شهر بند ڏسي گهمندو گهمندو اچي محل جي در تي پهتو جتي راجا ۽ راڻي سندس سواگت ۾ بيٺا هئا. هن مهاتما جي دل ۽ جان سان آجيان ڪئي، سڪ ۽ شرڌا سان کيس محل ۾ وٺي آيا ۽ سندس خوب سيوا ڪيائون. مهاتما سندن پريم جي ڀاونا تي ڏاڍو خوش ٿيو. هو ڳالهہ سمجهي ويو هو تہ کيس محل ۾ گهرائڻ لاءِ هن اهو سڄو مانڊاڻ منڊيو آهي.

هاڻي راجا هٿ ٻڌي مهاتما کي وينتي ڪئي تہ ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ ڀڳوان جو درشن ڪيئن ٿيندو؟ تنهن تي مهاتما چيو تہ ڀڳوان پنهنجن پيارن کي ٻن طرحن سان درشن ڏيندو آهي. هڪ تہ آپدا اچڻ تي، ڀڳت جي سچي پڪار ٻڌي. جيئن ڀڳت پرهلاد کي ڀڳوان نرسنگهہ جو اوتار وٺي اچي آپدا جي وقت درشن ڏنو. ٻيو پريم جي وس ٿي بہ ڀڳوان پنهنجي ڀڳت کي درشن ڏيندو آهي. جيئن ڀڳت نامديو کي سندس پريم جي وس ٿي ڀڳوان ٻاونجاهہ دفعا درشن ڏنو.

پرم پوڄيہ سوامي جن هيءَ درشٽانت ٻڌائي

پريمين کي چوڻ لڳا ته راجا ۽ راڻي مهاتما جو
درشن ڪڏهن ڪري سگهيا جڏهن هن شهر جا پيا
سڀ دروازا بند ڪرايا. اهڙي نموني جڏهن اسين
به جڏهن نو دوار بند ڪنداسين تڏهن اسان جو
ڌيان ڏسوين دواري پر لڳندو ۽ جتي پهچي آتم
سروپ جو ساڪيات درشن ڪري سگهنداسين.

پرم پوجنيه سوامي پريمين کي هن پرمارٿ جي
راهه پر ستگروءَ جي مهما سمجهائي چوڻ لڳا ته
جيئن صرف پارس ئي لوهه کي سون بڻائي سگهندو
آهي تيئن سچو ستگرو ئي جگياسوءَ کي هن سنسار
روپي ساگر مان پار لڳائي سگهندو. پارس ته لوهه
کي صرف سون بڻائي سگهندو آهي پر سچو گرو پنهن
جي ڪرپا درشٽيءَ سان پنهنجي رنگ ۾ رڱي پاڻ
جهڙو پارس بڻائي ڇڏيندو آهي. هاڻي سوال ٿو
اٿي ته اهڙو سچو ستگرو ڪهڙن ڪڻن وارو هئڻ
گهرجي؟ اهڙو پرماتما جو سروپ سچو ستگرو ويدن
جي گيان جو ڄاڻندڙ برهم شروتري هجي، برهم
۽ آتما جي ايڪ گيان ۾ جنهنجي نشٺا آهي اهڙو
برهم نيشٺي هجي. جگياسوءَ جي پڌيءَ ۾ پنجن
قسمن جا ڀيد آهن. ١ جيو ايشور جو ڀيد ٢. جيو
جو هڪ ٻئي سان ڀيد ٣. جيو جڙ جو ڀيد ۴. ايشور
۽ جڙ جو ڀيد ۵. جڙ جو هڪ ٻئي سان ڀيد. انيڪ
يڪتين سان اهن ڀيد پرانت روپي دئيت کي دور

ڪري ادويت شڪ برهم جو ساڪياتڪار ڪرائي. جو شاستر جي وديا کي چڱيءَ طرح ڄاڻي شاستر انوسار شڀ ڳڻن کي پاڻ ڌارڻ ڪري ۽ جگياسوءَ کي به ڌارڻ ڪرائي. اُهڙن سڀني شڀ ڳڻن واري کي سچو ستگرو چئبو آهي.

اهڙي برهم گياني برهم نشٺي ستگروءَ کان آتم گيان پراپت ڪرڻ لاءِ ستگروءَ جي سيوا جي ضرورت آهي. شردا سان ستگروءَ کي نمسڪار ڪري تن من ڌن ۽ واڻي سڀ ستگرن کي ارپڻ ڪري، تن سان ستگرن جي سيوا ڪري، آگيا پالن ڪري، من سان ستگروءَ جا اُپديش چڱيءَ طرح ويچاري، ستگروءَ کي ايشور کان به وڌيڪ سمجهي شردا ۽ وشواس رکڻ، ڌن کي ستگروءَ جي آگيا انوسار شڀ ڪرم ۾ لڳائڻ، واڻيءَ سان ستگرن جي شڀ ڳڻن جو پرچار ڪرڻ. اِنهيءَ طرح ستگروءَ جي سيوا ڪرڻ سان ستگروءَ جي پرسنتا پراپت ڪري آتم گيان کي پراپت ڪري موهه جي بندڻن کان ڇٽي موڪش پد پراپت ڪري، تنهن گيان جي پراپت ڪرڻ لاءِ ستگروءَ جي سيوا جي ضرورت آهي.

اهڙي نموني هر روز برم پوڄيهه سوامي جن ستسنگ روپي امرت جي ورکا ڪري جگياسن کي ترپت ڪندا رهيا. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ سوامي

چندن رام ولايت کان موٽي بمبئي آيا . سوامي چندن رام جن ۽ پرم پوجيه سوامي جن رام لکن جي جوڙيءَ سمان هئا . ٻنهي هڪ ٻئي جو خوب مان سنمان ڪندا هئا . سوامي چندن رام ٻنهي پر ستگرو مهراج ٽيڪونرام مهراج جن جي عاليشان دربار ٺهرائي هئي . پرم پوجيه سوامي جن جي آگرهه تي اُهي سائين گڏ رهي ستسنگ جو امرت جگياسين کي پيارڻ لڳا . اُنهيءَ وقت جي آنند جي مهما جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي .

انت ۾ پرم پوجيه ماتا صاحب پرم پوجيه سوامي جن کي ويندي ڪئي تہ منهنجي پريوار تي ڪرپا جي نظر ڪندا رهندا ۽ پنهنجن سيوڪن کي آگيا ڪيائين تہ سوامي جن کي ايشور جو روپ سمجهي سدا تن من ۽ ڌن سان سندن سيوا ڪندا رهندا . پوجيه ماتا صاحب جي انتم آگيا جو هنن سيوڪن خوب پالن ڪيو . ايتري قدر جو پرم پوجيه سوامي جن جي جوتي جوت سمائڻ کان پوءِ سندن سپتر شري مرليڌر ڪرناڻي اجمير واري دربار تي رهي سندن نالو امر ڪرڻ لاءِ آشرم جي خوب سيوا ڪري ڌاڪو ڄمائي رهيا آهن .

بمبئي جي پريمين کي ستسنگ روپي امرت جو آنند وٺائيندي هڪ ڏينهن اهڙو پريمي سندن شرڻ

۾ آيو جنهن جو نه ايشور جي سَتا ۾ وشواس هو نه
ٿي سنت مهاتمائن ۾ ڪا شردا هئي. ۾ پنهنجي
پيءُ جي آگرهه تي هيءَ پريمي انمو ٽي پرم
پوجنيه سوامي جن جي ستسنگ ۾ آيو. پرم پوجنيه
سوامي جن جو درشن ڪري ڀورين ڏينهن ٻنان
شنڪا سماڌان هي ڀريمي موٽي ويو. ٻئي ڏينهن
سندن ڀياري پيءُ ستسنگ کان پوءِ سندس ڀريچيم
ڪرايو ته گرو مهراج هي منهنجو پاءُ واشي ديپا
انڊونيشيا مان ڪنهن ڪم سان هتي آيل آهي.

شري واشي ديپا پرم پوجنيه سوامي جن کي
ٻڌرتا سان چيو ته سائين مان ته پنهنجي پيءُ جي
چوڻ تي هتي آيو آهيان. منهنجو ايشور ۾ ايشور
جي ڀڳتن ۾ ڪوبه وشواس ڪونهي ۽ مان ته بلڪل
ناستڪ آهيان. سوامي جن هن جي سچائي ۽ دل
جي صفائيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ کيس چيائون ته
هڪ سچو ۽ صاف دل ناستڪ هزار انڌ وشواسي آستڪن
کان وڌيڪ پيارو آهي.

پرم پوجنيه سوامي جن جاڻي جاڻ هار هئا. سو
سندن دل جو حال پروري ويا. کيس چيائون ته
دل جو حال کولي ٻڌاءِ. تون اسان کي تمام گهڻو
پيارو آهين. کيس خوب آشيرواد ڏيئي چيائون ته
هاڻي مصيبت ٽري ويئي آهي. تنهنجي دوست
تنهنجي ڀر پٽ تنهنجي خوب مدد ڪئي آهي.

واشي ديپا پرم پوڄنيه سوامي جن کان اُن دوست جو نالو پڇيو. پرم پوڄنيه سوامي جن جي مکاروند مان پنهنجي دوست جو نالو ٻڌي هيءَ پريمي ٿپرس ۾ پئجي ويو. سوچڻ لڳو ته پرم پوڄنيه سوامي جن انترياميءَ ۽ رڌيءَ سڌيءَ وارا آهن سو شرڌا سان سندن چرن پڪڙي ۽ ڪين وينتي ڪري چوڻ لڳو ته سائين مان توهان جي شرڻ ۾ آيو آهيان موکي پنهنجي مهر جو هٿ رکي موکي هميشه لاءِ پنهنجي چرنن جو داس بڻائي ڇڏيو.

اهڙي طرح هن پريميءَ جي سک ۽ شرڌا ويئي ٿي ڏينهون ڏينهن وڌندي. هاڻ هي پريمي هر سال ستگرو مهراج جن جي ورسيءَ جي ميلي تي سڄي ڪٽنب پريوار ۽ مترمنڊليءَ سان گڏ اچي پرم پوڄنيه سوامي جن جي تن من ۽ ڌن سان خوب شيوا ڪندو هو. پرم پوڄنيه سوامي جن هن نڀر ۽ بهادر سڄي پريميءَ کي خوب پيار ڪندا هئا ۽ کيس مان سنمان ڏيندا هئا. هيءَ پريمي ته ٻنان جهجهڪ هنومان وانگر سندن چرنن ۾ ويهي هرڪا ڳالهه صفائي سان چٽي ڏيندو هو.

پرم پوڄنيه سوامي جن جو هن پريمي مٿان ايڏو ته وشواس هو جو ڪوئي جوت سمائڻ کان اڳ واشي ديپا کي پنهنجو پرتيندي ڪري ڏرسٽ ۾ رکي ويا. هن پريميءَ جي دل ۾ پرم پوڄنيه سوامي

جن لاءِ اڳاڌ شرڌا ۽ پورڻ وشواس آهي. سندن اها دلي تمنا آهي ته پنهنجي ستگرو مهراج جن جو يش چارن طرف ڦهلائي کين امر بڻائي ڇڏيان.

اهڙي نموني بمبئيءَ ۾ پنهنجي پريمين کي خوب پيار ڏيئي پنهنجي ڏوريءَ ۾ ٻڌڻو ٻڌي پرم پوڄنيه سوامي جن هاڻي اجمير واري آشرم تي موٽي آيا جو اجمير جا پريمي سندن وڇوڙي ۾ کين خوب پڪاري رهيا هئا. سڀني پريمين کين ڏين من تي اها وينتي ڪئي ته هن طرح سان اسانکي ايڏو لمبو وڇوڙو ڏيئي نه وڃو. اسين توهان جي درشن لاءِ تڙپندا ٿا رهون. اکيون وڇائي توهان جي اچڻ جي راهه تڪيندا ٿا رهون. پرم پوڄنيه سوامي جن کين آٿت ڏيندي چيو ته هاڻ اسين توهان وٽ هتي رهي ستگرو مهراج جن جي شيوا ڪندا سين.

اجمير ۾ رهي هتان جي سڪايل پريمين کي ستسنگ روپي امرت پيارڻ سان گڏ آشرم جو وستار ڪندا رهيا. پر ڪڏهن کين فرصت ملندي هئي تڏهن پنهنجي من ميلي سنت سوامي گڪيشانند مهراج جن سان گڏ پشڪر راج تي هليا ويندا هئا. اتي واريءَ جي اُن دب تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي سادنا ڪندا هئا جتي ستگرو مهراج جن ڪنهن وقت اچي ڌوڻي جڳائي هئي.

سوامي گڏيشانند کي چيائون تہ ٻائي اسين هن اِستان تـي ستگرو مهراج جن جو ننڍي آدم واري دربار جهڙو آشرم ٺهرائڻ چاهيون جيئن سندن پڻ سڄي ڀارت ۾ ڦهلجي وڃي. پشڪر راڄ سڀني تيرٿن جو گرو آهي. هن پوتر اِستان تـي برهما تپسيا ڪري يگيہ ڪيو هو. سڄي ڀارت ۾ برهما جو مندر صرف پشڪر راڄ ۾ ئـي آهـي. سڀ شردالو ياتري چار ئـي ڌام ڪرڻ کان پوءِ هتي پشڪر راڄ جي پويتر سروور ۾ اچي ٽٻي ڏيندا آهن. اُن کان پوءِ ئي سندن تيرٿ ياترا سڦل ٿيندي آهي. اِنڪري هتي سدائين ميلو لڳو پيو آهـي. اُن کـان سواءِ هتي ڪارتڪ جي پورڻماسيءَ تي وشال ميلو لڳندو آهي. اُن وقت ديش وديش مان لکين ياتري اچي پويتر سروور ۾ ٽٻي ڏيندا آهن.

اِنڪري اسان جي دل جي تمنا آهي تہ هن پويتر اِستان تـي ستگرو مهراج جو اهڙو تہ سندر ۽ وشال آشرم ٺهرائجي جو سڀ يـاتري هتي اچي ستگرو مهراج جن جو درشن ڪري آنند پائين.

اهـو ويچار ڪري پشڪر راڄ نگر پـالڪا جـي چيئرمن سان گڏيا ۽ کيس چيائون تـہ اسين هن اِستان تي پنهنجي ستگرو مهراج جن جو هڪ وشال آشرم ٺهرائڻ چاهيون. اِنڪري هي ڀومي اسان

کي ڏنو. پر چيئرمين کين وينتي ڪري چيو تہ هيڏي وڏي ڀومي اسين توهان کي ڏيڻ ۾ مجبور آهيون. نگر پالڪا جي نيم انوسار ايڏي وڏي ڀومي ڪنهن ٻہ هڪ جي نالي ڪري نہ سگهبي. توهين اُن جو ٽيون حصو وٺي سگهو ٿا. پرم پوجنيہ سوامي جن کيس سمجهائي چيو تہ اسين پنهنجي سنگرو مهراج جن جو وشال آشرم ٺهرائڻ ٿا چاهيون اُن لاءِ توهين جيڪا زمين ڏيڻ چاهيو ٿا سا تمام ٿوري آهي. ويچاري چيئرمين دين من تي پرم پوجنيہ سوامي جن کي عرض ڪيو تہ اسان کي جيترو اختيار آهي اوتري ڀومي ئي اسين توهان کي ڏيئي ٿا سگهون باقي ايڏي وڏي زمين ڏيڻ جو اختيار تہ صرف ڪليڪٽر کي آهي. سو توهين ڀلي اُنهن سان گڏجو.

پرم پوجنيہ سوامي جن تہ رڌيءِ سڌيءِ جا مالڪ هئا. سندن هي مهان سنڪلپ تہ اوس پورو ٿيڻو هو سو اتفاق سان هڪ ڏينهن ڪليڪٽر آدرش نگر واري آشرم تي پنهنجي پريوار سميت پرم پوجنيہ سوامي جن جو درشن ڪرڻ آيو. پرم پوجنيہ سوامي جن کين خوب مان سمان ڏيئي پڪرون پارائي پرساد ڏيئي، آشيرواد ڏيئي وري آشرم تي اچڻ لاءِ چيو.

هاڻ ڪليڪٽر جلدي جلدي آشرم تي اچڻ لڳو.

هڪ ڏينهن ڪليڪٽر جي ڌرمپتني پرم پوجنيه سوامي جن کي دين من ٿي ويٺي ڪڇي ته سائين ! منهنجي پتي ديو کي ٽنگ تي هڪ داغ آهي جنهن جو علاج اسان وڏن وڏن ڊاڪٽرن کان ڪرايو آهي پر ڪٿان شفا نه ملي آهي. اسين سڀني هندان نراس ٿي اڄ توهان جي شرڻ ۾ آيا آهيون. ڪرپا ڪري توهين اسان تي ڪا رحمت ڪريو ته هيءُ دک دور ٿئي.

پرم پوجنيه سوامي جن کين آٿت ڏيندي چيو ته توهين ڪا به چنتا نه ڪريو. اسان جي پرم پوجنيه ستگرو مهراج جن ۾ اپار شڪتي آهي توهين وڃي سندن ڀڀوت لڳايو ته سڀ دک دور ٿين. آڌ بت چمتڪار ٿيو. جيڪو مرض ڊاڪٽرن جي هيڏي علاج کان پوءِ به لاعلاج ٿي پيو هو سو ستگرو مهراج جن جي دعا سان بلڪل ٺيڪ ٿي پيو. ڪليڪٽر جو سڄو پريوار سندن چرڻن ۾ حاضر ٿي وارون وار سندن وندن ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳا ته سوامي جي اوهان جي اسيم ڪرپا سان هي چمتڪار ٿيو آهي. پر سوامي جن کين چيو ته اها سڄي ڪرپا منهنجي ستگرو مهراج جن جي آهي سو توهين وڃي سندن چرن پڪڙيو ۽ آشيرواد وٺو. ڪيڏي نه ڀلائي آهي جو پنهنجو پاڻ اصل نه لکايائون. سڄو يش پنهنجي

ستگرو مهراج جن کي ڏنائون. پنهنجي ستگرن لاءِ ڪيڏو نہ سمرپڻ ڀاو هئن. سنت ڪبير گروءَ جي مهما چوندي ڀڳوان ۽ گروءَ جي هن طرح ڀيٽ ڪئي آهي.

گرو گووند دوئي کڙي
ڪاڪي لاگون پائي
ٻلهاري گرو آپڻي
گووند ديو دکاءِ.

ڀر سوامي جن جو سمرپڻ ڀاو تہ سهجو ٻائي وانگر تمام اونچو آهي. سهجو ٻائي تہ گروءَ کي سروو ڀري ۽ سڀ ڪجهہ ٿي سمجهي هن جي دل ۾ گروءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي لاءِ جاءِ ئي ڪانهي. هن گروءَ جو ورنن ۽ وڏائي هن طرح سان ڪئي آهي.

رام تجون پر گرو نہ وسارون.

اهڙي نموني پرم پوجنيہ سوامي جن دل ۾ اتني پور پنهنجي ستگرو مهراج جن جي وڏائي ڪندا رهندا هئا. سندن گرو ڀڳتي مهان هئي.

ستگرو مهراج جن اڳيان سرر و جهڪائي ڪليڪٽر ۽ سندس پريوار اچي پرم پوجنيہ سوامي جن جي چرنن ۾ ويٺو. اُن وقت ڪليڪٽر جي ڌرمپتنيءَ ڀاو وڀور ٿي پرم پوجنيہ سوامي جن کي عرض ڪيو تہ ڪرپا ڪري اسان کي سيوا جو موقعو ڏيو. هن

در جي سيوا ڪري اسين ڀاڳ کي ڏنيءَ سمجهنداسين. اُن تي پرم پوڄيه سوامي جن کين چيو ته جي توهين سڀ مڃ شردا سان هن در جي سيوا ڪرڻ چاهيو ٿا ته اسان کي پشڪر ۾ ستگرو مهراج جن جي آشرم ٺاهڻ لاءِ وڏي زمين وٺائي ڏيو. اُن تي ويچارو ڪليڪٽر ٻيءَ ۾ پئجي ويو ڇاڪاڻ ته قائدي موجب ته هيڏي زمين ڪنهن هڪ جي نالي ٿي نٿي سگهي. پرم پوڄيه سوامي جن جاڻــي جاڻڻ هار هئا سو سندس من جا ڀاو سمجهي ويا. سو کيس چيائون ته توهين ڊڄو ڇو ٿا ؟ اسان کي ته ڀڳوان وامن وانگر صرف ٽي پير زمين کپي جيڪا توهان جي اختيار ۾ آهي. ويچارو ڪليڪٽر هن ڳوڙهي رهسيه کي سمجهي نه سگهيو. تنهن تي پرم پوڄيه سوامي جن کيس کولي سمجهايو ته اها زمين ٽن سنتن جي نالي تي ڏيئي سگهو ٿا. هڪ حصو سوامي گڻيشانند جي نالي، ٻيو حصو سوامي سيم پرڪاش جي نالي ۽ ٽيون حصو توهين اسان جي نالي ڪري ڏيو. اها ڳالهه ٻڌي ڪليڪٽر ڏاڍو خوش ٿيو. سندس مٿي تان بار هلڪو ٿيو ۽ سمجهيائين ته هن طرح سان زمين ٽن حصن ۾ ڏيئي مان سندن هي سيوا ڪري سگهندس.

لکاپڙهي ڪرائڻ کان پوءِ اها وشال ڀومي پرم

پوڄيه سوامي جن کي ملي ويئي. هنن ٻنهي سنتن پنهنجي حصي واري زمين ڦيرائي پرم پوڄيه سوامي جن جي نالي ڪري ڇڏي. هاڻي هن وشال ڀومي جي پربنڌ ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهرين هڪ لنبي باؤنڊري وال ٺهرائي ويئي. ٻنهي ميڙتا روڊ ۽ پشڪر روڊ جي سڙڪن تي ٻه وشال گيٽ ٺهرايائون پر پشڪر نگر پالڪا جي چيئرمن پشڪر روڊ واري گيٽ تي اعتراض ورتو ۽ اُن کي ڊهرائڻ جو نوٽيس ڏنو. پرم پوڄيه سوامي جن ته صبر ۽ شڪر جا مالڪ هئا سو ڪنهن ڳالهه جي چنتا نه ڪري پاسي کان هڪ نئين گيٽ ٺهرايائون. پر چيئرمن لاءِ ڪابه شڪايت يا شڪوو نه ڪيائون.

اهو نئين گيٽ ٺهرائڻ کان پوءِ نگر پالڪا جي چيئرمن کي ڏيکارڻ لاءِ پاڻ وٽ گهرايائون. چيئرمن پرم پوڄيه سوامي جن جو سڀ سٺي جهڙي حال ۾ هو تهڙي حال ۾ ڊوڙندو آشرم تي پهتو. اُتي پهچي پرم پوڄيه سوامي جن جا چرڻ پڪڙي شاستانگ پرڻام ڪري زارون زار روئي پلو پڇائڻ لڳو. چوڻ لڳو ته سائين مون کان وڏي خطا ٿي جو مون گيٽ جو ڪم روڪائي توهان جهڙي پهتل سنت جي دل دکائي آهي. قدرت منهنجي مٿان قهر نازل ڪيو آهي. منهنجي هڪ پٽ جي

نوڪري ڇٽي ويئي آهي. ٻيو پٽ بستري داخل ٿي موت سان لڙي رهيو آهي. جنهن کي ڪا دوا ئي نٿي اثر ڪري. هاڻي مان اڪيلائي توهان جي شرڻ آيو آهيان. منهنجي خطا معاف ڪريو. مان اڄ ئي توهان کي پشڪر روڊ تي وشال گيٽ ٺهرائڻ جو آرڊر پاس ڪري ٿو موڪليان.

پرم پوجنيه سوامي جن چيئرمن کي آٿت ڏيندي چيو ته توهين ڪابه چنتا نه ڪريو. ستگرو مهاراج سڀ چڱي ڪندو. ڪيس پڪرون پارائي پرساد ڏيندي چيائون هيءَ ستگرو مهاراج جن جو پرساد وٺي پنهنجن پٽن کي کارايو، پرماتما توهان جا سڀ ڪارج راس ڪندو. توهان جا سڀ ڪشٽ ڪٽيندو.

پرم پوجنيه سوامي جن ته رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ هئا. سندن وچن ڪڏهن خالي وڃڻ وارو نه هو. سو ٿورن ڏينهن کان پوءِ چيئرمن خوب مالهائون ۽ پرساد کڻي پنهنجي پٽن کي پاڻ سان وٺي پرم پوجنيه سوامي جن جي شيوا ۾ حاضر ٿيو. ڪين اها خوشخبري ٻڌايائين ته جنهن پٽ جي نوڪري ڇٽي ويئي هئي، اُن جي نوڪري ورِي بحال ٿي ويئي ۽ سندس بيمار پٽ بلڪل ٺيڪ ٿي سندن شيوا ۾ حاضر ٿيو آهي. هو سندن چرن پڪڙي چوڻ لڳو ته هيءَ اوکيءَ مان سوکي توهان جي آشيرواد سان ٿي آهي. مان اڪيلائي توهان جي شرڻ ۾ آيو آهيان.

توهان ڪرپا ڪري اسانجون ڀلون بخشيون آهن. هاڻي اسين سڀ توهان جي در جا غولا آهيون. توهان ڪرپا ڪري اسان کي شيوا جو موقعو ڏيندا رهندا.

پرم پوجنيه سوامي جن جيئرمن جو آرڊر ملڻ کان پوءِ پشڪر روڊ تي وشال گيٽ ٺهرايو ۽ گڏو گڏ راماڻ پردرشني ۽ ميڙتا روڊ واري ڪنڀ ۾ گيسٽ هائوس ٺهرائڻ شروع ڪرائي ڇڏيو.

هن ڪم جي ديکريک لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن هر روز صبوح جو پشڪر راڄ ويندا هئا شام جو هر روز نيم سان آدرش نگر اچي ستسنگ جو ديپ لڳائيندا هئا.

جڏهن جڏهن وچ ۾ موقعو ملندو هو ته تڏهن تڏهن ٻين شهرن ۾ وڃي پنهنجي ستگروءَ جي سکياڻن جو پرچار به ڪندا رهندا هئا. گهڻو ڪري ٦ مهينا هتي ۽ ٦ مهينا ٻاهر رهندا هئا پر سندن پٺيان مندر جو ڪم قائدي سان هلندو رهندو هو پر جڏهن رٿن ڪري سوامي جن واپس ايندا هئا تڏهن پرم پوجنيه سوامي جن جي موجودگيءَ ۾ سڄي آشرم ۾ رونق لڳي پيئي هوندي هئي. سيني پريمين جا چهرا چمڪي پوندا هئا. پري پري کان پريمي سک ۽ شرڌا سان اچي پرم پوجنيه سوامي جن جو درشن ڪري آتم شانتي پائيندا هئا. پرم پوجنيه سوامي جن شري

ڪرشڻ ڀڳوان وانگر هڪ الوڪڪ چمڪي شڪتي هئي جا سڀني کي پاڻ ڏانهن ڇڪي رهي هئي. گوپين واري راس ليلا لڳي پيئي هئي. هر ڪو پريمي پريم جي هن ساگر ۾ ٽٻي لڳائي آنند ويو ر لڳو پيو هوندو هو. سڄو واتاورڻ سرگميه لڳو پيو هوندو هو.

ڪجهه وقت کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن وٽ ڪنڀ جي ميلي لاءِ نيند پتر آيو. پرمپرا انوسار پرم پوجنيه ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي وقت کان هن وشال ميلي ۾ پريم پرڪاش منڊل کي الڳ پانڊال ملندو آيو آهي جتي پريم پرڪاشي سنت وڃي ستسنگ جو ديپڪ لڳائيندا آهن ۽ ان کيتر هلائي پريمين جي خوب شيوا ڪندا آهن.

سو هي نيند پائي پرم پوجنيه سوامي جن پنهنجي منڊلي وٽي ڪنڀ جي ميلي تي الهه آباد پهچي ويا. اُن وقت ميلي ۾ زبردست برسات پيئي. سڄي رات برسات پوندي رهي، سڀ سنت تنبن ۾ رهيا پيا هئا. تنبن ۾ پاڻي ڀرجي ويو. سڄي رات سنتن پاڻيءَ ۾ ويهي ڪاٽي.

هن قدرتي قهر جو پرم پوجنيه سوامي جن جي تندرستيءَ تي گهرو اثر پيو. کين تيز بخار آيو. صبوح ساڻ سنت منڊلي ترويڻي ۾ ٽٻي ڏيڻ لاءِ تيار ٿي. پرم پوجنيه سوامي جن به اُنهن سان گڏ

ڏيہي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا. سندن کين آرام ڪرڻ لاءِ چيو پر سوامي جن پرم شرڌالو هئا ۽ هو سدا آتما ۾ استٿت رهندا هئا سو هن شاريرڪ ڪشٽ جي هن ڪابہ پرواھہ نہ ڪري پوئتر جل ۾ ٽٻي ڏني. اُن جو اثر سندن تندرستيءَ تي پيو. سندن پير جي هڪ آڱوٺي ۾ ڏکٽي ٿيڻ لڳي. پر هو تہ هٺ يوگي هئا. سو هن ڳالھہ جي کين ڪابہ چنتا نہ رهي.

پرماتما پنهنجي پرم ڀڳتن کان ڀڳتيءَ جي پريڪشا وٺڻ لاءِ ڪانہ ڪا سوغات ضرور ڏيندو آهي. ڪن کي ڀڳت شروماڻي سدامي وانگر دريدر بڻائي داڻي لاءِ سڪائي سندن صبر جي پريڪشا وٺي ٿو ڪن کي راوڻ وانگر اپ يش جي آگ ۾ جلائي خاڪ ڪيو ڇڏي ٿو ڪن کي پرم يوگي ڀيشم پتامہہ وانگر تيرن جي سيجا تي سمهاري گھور ڪايا جو ڪشٽ ڏئي. جيڪو ڀڳت هن آڳهي پريڪشا مان پار پيو سو ٿي ڪيس پائي جنم مرڻ جي چڪر کان آجو ٿي ويو وڃي.

پرم پوجنيہ سوامي جن بہ هن شاريرڪ ڪشٽ کي سندن سوغات سمجھي گلي لڳايو ۽ صبر ۽ شانتيءَ سان سندن ڏي پاڻي تي راضي رهيا ۽ ڪڏهن اُف بہ نہ ڪئي. جڏهن ڪير پڇندو هو تہ سائين طبعيت ڪيئن آهي تہ سدائين مشڪي جواب ڏيندا

هئا، بلڪل ٺيڪ آهي. ڪنهن به ڪا شڪايت نه ڪيائون. صبر ۽ شڪر جي ته ساڪيات مورتي هئا.

صبر شڪر هو مکه ۾ تنهنجي،
عجب تنهنجي ڀڳتي.
راضي هردم رهين رضا تي،
عجب تنهنجي جڳتي.

هيءَ ڪشٽ جي سوغات ڪنهن جي ميلي مان وٺي ٻرم پوجنيه سوامي جن پرسن چت اجمير واري آشرم تي پڌاريا. هنن پنهنجي هن ڪشٽ جي ڪنهن کي لکا پوڻ نه ڏني. نيم سان ستسنگ جو ديهاڙ لڳائي ٻريمين کي آنند وٺائيندا رهيا ۽ گڏو گڏ آشرم جي وستار ۽ وڪاس جي ڪاريه کي ڪندا رهيا.

ٿوڙن ڏينهن کان پوءِ سندن پرم ڀڳت شري ٺاڪرداس آشا ٻردرس وارو سندن شيوا ۾ حاضر ٿيو هن ڀڳت ڪين ڪانپور هلڻ لاءِ عرض ڪيو. تندرستي پوري طرح ٺيڪ نه هئڻ سبب اجمير جي ٻريمين ڪين آشرم ۾ رهي آرام ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي. پر هن پرم ڀڳت جي وينتي کي ٻرم پوجنيه سوامي جن ٽاري نه سگهيا. آن ڏينهن شام جو ستسنگ ۾ هي ڀڄن ٻڌائي پنهنجو درد نشچو ظاهر ڪيائون.

## ( ڀڄن )

چو ڏيون مونکي جهليو مان ڏينديس جوڳياڻي
برهه جو ٻاڻي ٻريند يس ٻيهر

1. لکيو ليکه پورب جنم جو
آکر سڄاڻي پرهنديس ٻاڻي
راتڙي وهاڻي ...... چو ڏيون مونکي جهليو...

2. طعانا لوڪن جا طعام ٿي پايان
ڏين ڏهاڻي ڪين سا ڪمائي
وڃان ٻوساگر مان ته اڏاڻي ........
چو ڏيون مونکي جهليو ......

3. آيس آس ڪري ڏيهه اباڻي
ٻکر ٻراڻي هئي سا ڏاڏاڻي
سائي منهنجي ساهه کي سيباڻي ......
چو ڏيون مونکي جهليو ......

4. ڪهتا ڏينهون رت ڏي رڏان مان
عيبن هاڻي نيهن تي نماڻي
وڏان در ڳرن جي ته وڪاڻي ......
چو ڏيون مونکي جهليو ......

ڀڄن ٻورو ڪري ٻريمين کي چياڻون ته ٻاڻي ڏاڪرداس اسان جو ٻهار و ٻريمي ڪانپور مان ڪاهي اسان کي سڪ سان وٺڻ آيو آهي سو اسين ڪيس ڏراش نه ڪندا اسين. سلت ته صرف ٻاوَ جا ٻکيا

ڳيندا آهن. اُهي پريمين جي پريم جي ڏوريءَ ۾
ٻڌا پيا آهن. انڪري اسين ڪانپور ضرور ويندا سين.
انهيءَ ڪري اسان کي اصل نه جهليو ٻڌڪ پيار سان
موڪل ڏيو ته وري جلدي اچي ستگرن جي چرنن ۾
سيوا ڪريون. ٺاڪرداس پرم پوجنيه سوامي جن جو
هي اعلان ٻڌي خوشيءَ وچان ڪپڙن ۾ نه پيا
سمائجن. سندن چرن پڪڙي سندن چرنن تي
سر رکي وارون وار وندنا ڪري چوڻ لڳو ته
سائين توهان شرڻاگت جي لڄ رکي آهي. توهان
اسان جو هي عرض اوناڻي اسان تي وڏي ڪرپا
ڪئي آهي. اسين جنم جنمانتر توهان جا ٿورائتا
آهيون. توهان جي چرنن جا داس آهيون.

ٻئي ڏينهن صبوح جو پرم پوجنيه سوامي جن
پاڻ ٺاڪرداس سان گڏ ڪانپور لاءِ روانا ٿيا. اجمير
مان روانو ٿيڻ کان اڳ پاڻ ٺاڪرداس پرم پوجنيه
سوامي جن جي ڪانپور پڌارڻ جو سماچار موڪلي
ڏنو هو. سو اسٽيشن تي پرم پوجنيه سوامي جن جو
سواگت ڪرڻ لاءِ پريمين جو ساگر اُمڙي پيو هو.
سڀ پريمي هٿن ۾ گلن جا هار کڻي اکيون وڇائي
ترين جو بي صبريءَ سان انتظار ڪري رهيا هئا.
اُتان جا ماڻهو عجب ۾ پئجي پريمين کان پڇڻ لڳا
ته اڄ اسٽيشن تي ايڏي پيهه ڇو آهي؟ ڪهڙو وي.
آءِ. پي. اچڻو آهي. پرم پوجنيه سوامي جن جي

ڪانپور اسٽيشن تي پڌارڻ تي سڄو واتاورڻ سندن جئه جئڪار سان گونجي ويو. پريمي سندن درشن ڪرڻ لاءِ چارون طرف اُمڙي پيا. هر ڪو پريمي سڪ ۽ شرڌا سان ڪين گلن جا هار پائي خوشيءَ ۾ ڦوليو نه پئي سمايو. اسٽيشن کان وٺي ڀائي پرشوتم داس جي گهر تائين سڄو رستو گلن سان ائين ڇانيو پيو هو جڻ ته پنهنجي پرم پوجنيه ستگرو مهراج جي سواگت ۾ گلن جا غاليچا وڇايا ويا آهن. رستي جي ٻنهي طرفن کان پريمي پرم پوجنيه سوامي جن جي جئه جئڪار ڪري گلن جي ورکا ڪري رهيا هئا.

ڀائي پرشوتم داس جي سڄي پريوار سندن خوب سواگت ڪري سندن سيوا ڪئي. پرم پوجنيه سوامي جن هتان جي پريم وش ٿي ڪانپور ۾ پورا ويهه ڏينهن رهيا. هتي رهي هر روز شام جو ستسنگ جو ديوان لڳائيندا هئا. ڪانپور جا پريمي پري پري کان اچي سندن درشن ڪري ستسنگ روپي امرت پي آنند وڀور ٿي ويندا هئا. هڪ ڏينهن شام جو نيم انوسار جيئن ستسنگ هلي رهيو هو اُن وقت اچانڪ هڪ نوڪر دڪان تان آيو ۽ اچي ڀائي ٺاڪرداس کي ڪجهه ٻڌايائين، اها ڳالهه ٻڌي ٿوري وقت لاءِ ڀائي ٺاڪرداس گهٻرائجي ويو پر جلدي

پنهنجو ٻار سنڀالي ڌيان سان ستسنگ ٻڌڻ لڳو ۽
من ۾ سوچڻ لڳو ته هي سڀ ڪجهه ٺيڪ به ته سائين
جن جو آهي سو اُن جي رکشا به پاڻ ڪندا ۽ جي
سندن مرضي هوندي ته ڀلي سڀ ڪجهه وڃي هلي.
هن ۾ اسان جو ڇا آهي؟ اسان هيءَ ستسنگ جو
موقعو هٿان ڇو وڃايون. نوڪر ڪجهه وقت پوري
ٿي سندن جواب جو انتظار ڪرڻ لڳو پر هُن کي
ستسنگ ۾ ائين ٿي ويٺل ڏسي وري ڀائي رتن لال
وٽ ويو ۽ کيس ڪن ۾ ڪجهه چيائين. ٿوري وقت
لاءِ ڀائي رتن لال به نوڪر جي ڳالهه ٻڌي وچلت ٿيو
پر ڀائي ٺاڪرداس کي ستسنگ ۾ ائين ڏسي پاڻ
به سوامي جن جي چرنن ۾ چت لڳائي ويهي رهيو.
ويچارو نوڪر هُن جي ڪن لاچار ڏسي چپ چاپ
واپس دڪان تي هلي ويو.

پرم پوجنيه سوامي جن ته ڄاڻي ڄاڻڻ هار هئا
سو پريمين جي پيڙا کي سمجهي ويا ۽ هن دکه
جي گهڙيءَ ۾ به سندن شردا ۽ ڀڳتي ڏسي ڪري
کين دلداري ڏيڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت ٻڌايون.

درشٽانت :- هڪ ڏينهن جڏهن ڀڳوان وشڻو شير
ساگر ۾ شيش ناگ جي شئيا تي آرام ڪري رهيا
هئا ته اُن وقت ڀڳت شرومڻي نارد مُني نارائڻ !
نارائڻ ڪندو اچي اُتي پهتو. ڀڳوان وشڻوءَ کي

ٻرسن چوٽ ٽسي کانئن ٻڌڻ اڳو ته هي ڀڳوان مان
انتي ٻهر توهان جو ٿي ڏيان ۽ سمرڻ ڪندو ته
رهان. ڪرپا ڪري موکي ٻڌايو ته مونکان وڌيڪ
پيارو توهان جو ڪو ٻيو ڀڳت آهي ڇا؟ ڀڳوان وشنو
مسڪرائي ڪيس چيو ته منيور! اُن جي توکي وڌيڪ
خبر هوندي مان توکي ڇا ٻڌايان. نارد منيءَ ڀڳوان
جو هيءُ رهسيه جواب ٻڌي من ۾ ڪجهه شنڪا ٿي.
دل ۾ چيائين ته وقت اچڻ تي پاڻهي ئي ثابت
ٿيندو ته ڀڳوان جو سڀ کان پيارو ڀڳت ڪير آهي.

نارد مني ڀڳوان وشنو جي اُستتي ڪري مرتيولوڪ
ڏانهن روانو ٿيو. مرتيولوڪ ۾ گهمندو گهمندو هو
اچي هڪ در اڳيان بيٺو. اُتي هڪ ٻڍي مائي لڳاتار
چئي رهي هئي ته هي ڀڳوان سڀ ڪجهه توکي ارپڻ.
ٿوري دير کان پوءِ هوءَ گهر جي ٻهاري پائڻ لڳي
ڪچرو ميڙي جڏهن ٻاهر ڦٽو ڪرڻ لڳي ته اُن وقت
به چيائين ته هي ڀڳوان! تنهنجي ارپڻ. نارد منيءَ
کي اهو ٻڌي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ته هيءَ اڳياني
ٻڍي ڀڳوان کي ڪچرو ارپڻ ڪري سندس گهور
اپمان ڪري رهي آهي سو نکا ڪيائين هر نکا
ڪيائين ته ڪيس زوردار ٿڦڙ هڻي ڪڍيائين. ويچاري
ٻڍيءَ ٿڦڙ لڳندي ئي چيو ته هي ڀڳوان! تنهنجي
ارپڻ. نارد منيءَ سمجهيو ته هيءَ ٻڍي ته ڪا چري

ٽي نظر اچي جو ٽڪڙ لڳڻ کان پوءِ بہ چوي ٿي تہ هي ڀڳوان! تنهنجي ارپڻ.

ناردمني مرتيو لوڪ مان گهمي اچي وشڻو لوڪ ۾ پهتو. ڀڳوان وشڻو ساڳئي نموني پنهنجي آسڻ تي براجمان هئا پر سندن ڳل تي پنج ئي آڱريون چٽيل ڏسي منيشور اچرج ۾ پئجي پڇيو تہ ڀڳوان! اڄ ڪنهن جي مجال ٿي آهي جو توهان جي ڳل تي ٽڪڙ هڻي هيءَ ذيل ڪري ڇڏيو آهي. ڀڳوان وشڻو مسڪرائي جواب ڏنو تہ هي ڪرپا ڪنهن منهنجي پرم ڀڳت ڪئي آهي. تنهن تي ناردمني غصي ۾ اچي چوڻ لڳو تہ هي ڪهڙو اگياني ڀڳت آهي جنهن هيءَ گستاخي ڪئي آهي. ڀڳوان وري بہ رهسيہ ڀنگہ ساڻ ڏانهنس نهاريندي چيو تہ منيشور اِنهيءَ ڳالهہ جي مونکان وڌيڪ توکي سڌ آهي.

ناردمني دين من ٿي ڀڳوان کي وينتي ڪري چيو تہ ڀڳوان هن طرح سان ٿوهين پروليون نہ ٻجهايو. صاف صاف کولي ٻڌايو تہ هي دساهس ڪهڙي مورکہ ڪيو آهي. تنهن تي ڀڳوان وشڻو کيس چوڻ لڳو تہ منيشور هي ڪرپا توهان ئي مونتي ڪئي آهي. ناردمني منجهي پيو تہ ڀڳوان هي ڇا چئي رهيو آهي. مان تہ هت هوس ئي ڪونہ

ٻوءِ مون ڀڳوان کي ٽپڙ ڪيئن هڻئين هوندي. ڀڳوان هن طرح سان ناردمنيءَ کي وسميه ۾ ٻوڏندو ڏسي سڀ واردات ڪيس کولي سمجھائي ته منهنجو هوءِ منهنجي ٻيڙي ٻڏڻ اٿئي پر منهنجي ڌيان ۾ مگن رهي هر وقت اهو چئي رهي آهي ته هي ڀڳوان تنهنجي ارپڻ. جنهن وقت غصي ۾ اچي تو هن کي ٽپڙ هڻئين اُن وقت ٽپڙ لڳندي ئي هن چيو ته هي ڀڳوان تنهنجي ارپڻ. تنهن هن ٽپڙ به مونکي ئي ارپڻ ڪري ڇڏي. ان ڪري اُها تنهنجي هنيل ٽپڙ هن کي نه لڳي ڪاڻ پر اچي مونکي لڳي.

اهڙي نموني جيڪي ڀڳت هر وقت ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۾ يا ڀنهنجي ستگرو مهراج جن جي ڌيان ۾ رتا رهن ٿا ته اُنهن جا ڪشٽ هو پاڻ تي جهلين ٿا.

اڃا پرم پوجنيه سوامي جن هي درشٽانت پورو ٿي مس ڪيو ته ساڳيو نوڪر ڪلندو ڪڏندو آيو ۽ ڀائي ٺاڪرداس کي چيائين ته سائين ڀڳوان جي ڪرپا سان هيءَ اوکي گهڙي ٽري ويئي.

ڀائي ٺاڪرداس پرم پوجنيه سوامي جن کي وينتي ڪري چيو ته سائين اڄ توهان اسان جي مٿان ڏاڍي ڪرپا ڪري اسان کي وڏي مصيبت کان بچائي ڇڏيو. جنهن وقت توهان جو ستسنگ هلي رهيو هو اُن وقت اسان جي دڪان تي انڪم ٽئڪس جي

ريب پئي هئي. پر اسين سڀ اُن وقت توهان جي چرنن ۾ ويٺا هئاسين دل ۾ سوچيوسين ته ستگرو مهراج جن جي شرڻ وٺڻ کان پوءِ اسان جو وار به ونگو ناهي ٿيڻو. توهان جاڳي جاڳڻ هار آهيو. رڌيءِ سڌيءِ جا مالڪ آهيو. توهان اهڙي ته سٺائي ڪئي جو هنن کي ڪجهه به نه مليو ۽ سڀ آفيسر چپ چاپ موٽي ويا.

پرم پوجنيه سوامي جن سندن گرو ڀڳتي ۽ اٽوٽ وشواس ڏسي کين آشيرواد ڏني ته توهان هميشه اهڙي نموني پرماتما جو ڌيان ڪندا رهندا ۽ پرماتما توهان جا ڪارج پنهنجو پاڻ ڪندا رهندا. اِها آشيرواد ڏيئي پريمين کي هي ڀڄن ٻڌايائون.

ڀڄن

هري شل هميشه سچو ڌيان ڏي تون
سدا شانت وارو سچو گيان ڏي تون......

1. رهي تات تنهنجي ڏينهن رات دل ۾
سچي نام پنهنجي جو نيشان ڏي تون......

2. پسون پريو تنهنجي ته صورت سدائين
سچي پريم وارو سو پروان ڏي تون ......

3. سدا شام تنهنجي رهي پياس پريو
اسانکي ته ايشور اهو دان ڏي تون ......

4. رهي ماڌو هري نام تنهن جو
سچو پريم پنهنجو ته ڀڳوان ڏي تون ......

ڪانپور ۾ رهندي جڏهن لکنؤ جي پريمين کي
پرم پوجنيہ سوامي جن جي پڌارڻ جي خبر پيئي
تڏهن اُهي پريمي سندن چرڻن ۾ حاضر ٿيا ۽ کين
نماڻي وينتي ڪري چيائون ته سائين لکنؤ جا
پريمي پڻ توهان جي درشن جا پياسا آهن، ڪرپا
ڪري اُتي پنهنجا چرن گهمائي هلي کين آشيرواد
ڏيو. پرم پوجنيہ سوامي جن سندن سڪ ۽ شرڌا
ڏسي ڪجهه ڏينهن لاءِ لکنو ويا ۽ اُتي جي پريمين
کي ستسنگ روپي امرت پياري کين چِٽي آيا ته هر
چنڊ تي سڀ ملي ڪري ستگرو مهراج جن جي
آرتي ڪري ڍوڍو چٽڪي ورهائي پرماتما جو نيم
سان ڀڄن ڪندا رهو.

لکنو مان موٽي پرم پوجنيہ سوامي جن ڪجهه
ڏينهن ڪانپور ۾ رهيا. هتي سيٺ پرشوتم داس جي
سپاتر پٽن پرم پوجنيہ سوامي جن جي
خوب سڪ ۽ شرڌا سان سيوا ڪئي. پرم پوجنيہ
سوامي جن سندن سيوا تي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کين
خوب آشيرواد ڏيئي موڪلائي اجمير لاءِ روانا ٿيا
جو کين پشڪر ۾ ستگرو مهراج جي آشرم جوڙائڻ
جي اُون هئي.

ڪانپور مان موٽڻ کان پوءِ پرم پوجنيہ سوامي
جن هاڻي پشڪر راج واري آشرم جي نرماڻ ۾ لڳي

ويا. راماڻ پردرشنيءَ جو هال تيار ٿي چڪو هو.
پرم پوجنيه سوامي جن راماڻ پردرشنيءَ کي اهڙو ته سندر ۽ آڪرشڪ بڻائڻ ٿي چاهيو جو هر ڪو ياتري اُن کي ڏسي مريادا پرشوتم ڀڳوان شري رام جو درشن ڪري راماڻ جو سمپورڻ گيان پراپت ڪري سگهي.

پرم پوجنيه سوامي جن چوندا هئا ته راماڻ اسان جي سماجڪ جيون جو آدرش آهي. راماڻ جي سکيائن کي گرهڻ ڪرڻ سان اسان جو جيون سکي ۽ آنند ميه ٿي سگهي ٿو. راماڻ سرڳ جي سيڙهيءَ سمان آهي. سيني پراڻن ۾ راماڻ گنگا جل سمان پوتر آهي.

انهيءَ ڪري اهڙي پاون من ڀاون گرنٿ کي سهڻي ۽ سولي طرح پيش ڪرڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن ٻال ڪانڊ مان شري رام جي جنم، ٻال ڪريڊا ۽ وواهه جا مکيه پنج پرسنگ چونڊيا. اهڙي نموني ايوڌيا ڪانڊ مان پتا جي آگيا سان بنواس جا، ارڻيه ڪانڊ ۽ ڪشڪندا ڪانڊ ۾ سگريو جي شرڻ اچڻ جا، سندر ڪانڊ مان شري مهاوير جي لنڪا جلائڻ ۽ ماتا جانڪيءَ جي درشن جا ۽ لنڪا ڪانڊ ۾ راوڻ ود جا ۽ اُتر ڪانڊ مان شري رام جي راڄ تلڪ جا پنج پنج سکيادايڪ ۽ منوهر پرسنگ چونڊيا.

اُنهن جي آڌار تي سنگمرمر جون سندر مورتيون ٺهرايائون. اُهي سڀ هن پردرشنيءَ هال ۾ چارون طرف ڀتين تي لڳارايائون. هنن تصويرن لڳڻ سان سڄو هال ڀڪڻ لڳو. سمپورڻ رامائڻ جا درشن ٿي رهيا هئا. هي سندر سڄيون مورتيون ڄڻ ته موڪ ڀاشا ۾ شري رام جي ڪٿا چئي رهيون هيون. سڄو واتاورڻ ئي رام ميه ٿي پيو. هرڪو ياتري هي مورتيون ڏسي شري رام جي مهما سمجهي ويندو آهي. هر هڪ تصوير جي هيٺان ٿوري ۾ اُنهن جو ورڻ پڻ لکرايائون جيئن ڀريمي پڙهي ڪري چڱي طرح سمجهي سگهن. رام ڀڳتن لاءِ هر تصوير مٿان اُن سان لاڳاپو رکندڙ رامائڻ مان چونڊيل سندر چوپايون لکرايائون جيئن اُهي ڀڳت رام رس پي آنند وڀور ٿي شري رام ۾ لين ٿي وڃن.

اهڙي نموني رامائڻ پردرشنيءَ ۾ هر طرح جي جگياسوءَ لاءِ سامگري موجود آهي. جيڪي صرف شري رام ليلا جو درشن ڪرڻ چاهين اُهي هنن سندر تصويرن کي ڏسي ٺهڪيون اکيون ٺنڍيون ڪري سگهن ٿا. جيڪي جگياسو رامائڻ جو سوکيم گيان پراپت ڪرڻ چاهين ٿا سي ورڻ پڙهي اُن کي هٿ ڀائي جيون سڦل بڻائي سگهن ٿا ۽ جيڪي رامائڻ روپي سکم جي ساگر ۾ گهري ٽٻي لڳائي

موٽي ماڻهن ٿا چاهين سي لکيل سنڌر چوپايون پڙهي شري رام ۾ لين ٿي سگهن ٿا.

رامائڻ پردرشني تيار ٿي وڃڻ کان پوءِ پرم پوجنيہ سوامي جن جي دل ۾ ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي وشال ۽ بلند نج مندر ٺهرائڻ جي اڀلاشا هئي. هن چاهيو ٿي تہ هيءُ منهنجي ستگرن جو مندر، تاج محل وانگر سنڌر ۽ انوکو ٺهي. اهڙي پويتر مندر ٺاهڻ لاءِ خوب ڌن جي ضرورت هئي. هر وقت اُن عاليشان مندر جي تصوير سندن دل ۾ هوندي هئي. بس رڳو دير هئي ان وقت ڀاماشاهہ جي پرگهٽ ٿيڻ جي.

هڪ ڏينهن پرم پوجنيہ سوامي جن دهلي گيٽ واري سوامي بسنترام جن جي مندر تي ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي جينتي اُتسو تي ويل هئا. ستگرو مهراج جن جو جينتي اُتسو هر سال ملهائڻ جو اڌڪار سوامي بسنترام مهراج جن کي مليل هو ۽ ورسي اُتسو ملهائڻ جو اڌڪار پرم پوجنيہ سوامي جن کي مليل هو. پرم پوجنيہ سوامي جن تہ مريادا جا ڌڻي هئا سو هر سال ٻيہ سان سڀ ڏينهن هن جينتي اُتسو ۾ اچي ڀاڱہ وٺندا هئا.

جيئن اُن اُتسو تان موٽي رهيا هئا تہ اُن وقت شري ڀڳوانداس مياڻي شري گاگنداس سان گڏ

اچي سندن چرڻ وندنا ڪئي. پرم پوجنيه سوامي جن کين خوب آشيرواد ڏني ۽ آشرم تي هلڻ لاءِ چيو. شري ڀڳوانداس مياڻي ۽ پرم پوجنيه سوامي جن جو شرڌالو پرم ڀڳت هو سو يڪدم آشرم تي هلڻ لاءِ راضي ٿي ويو. پر شري گاگنداس چيو ته اسان جون ته ٽڪيٽون ٻڪ آهن سو اسين آشرم تي ڪين هلنداسين. تنهن تي شري مياڻي کيس ٻڌايو ته پرم پوجنيه سوامي جن منهنجا ستگرو مهراج آهن. مون حيدرآباد سنڌ ۾ پرم پوجنيه سوامي جن کان پوجنيه پتا صاحب جي آگيا سان نام وٺي پنهنجو گرو سويڪار ڪيو هو. هندستان پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ گهڻي عرصي کان پوءِ اڄ ڀاڳن سان سندن سڳورو درشن ٿيو آهي.

پرم پوجنيه پتا صاحب جن به پرم پوجنيه سوامي جن کي پنهنجو ستگرو ڪري نام ورتو هو. پوجنيه پتا صاحب مونکي نوڪري ملڻ لاءِ آشيرواد وٺڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن وٽ وٺي ويا هئا پر پرم پوجنيه سوامي جن آگيا ڪئي ته توهين واپاري آهيو سو واپار ڪري خوب ڌن ڪمايو. ستگرو مهراج جن توهان جو ڀاڳ ڀليرو ڪندو. نوڪريءَ ۾ ڇا رکيو آهي. سندن آگيا سٽ وچن ڄاڻي سندن ئي پريرڻا سان مان ولايت ويس ۽ اڄ جيڪي ڪجهه اسان وٽ آهي



پشکر راج ۾ ستگرو مهراج جن جو پويہ آشرم

اُهو سڀ سندن آشيرواد سان پراپت ٿيو آهي. اُنهيءَ ڪري اسين ڪجهه ڏينهن سندن چرنن ۾ رهي سندن شيوا ڪرڻ ٿا چاهيون.

پرم پوڄيه سوامي جن هن سڪايل شردالو پريميءَ کي وٺي آشرم تي آيا ڪيس خوب پيار ڏنائون، مان سنمان ڏنائون ۽ سدا سدا لاءِ پنهنجي پريم جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ڇڏيائون. هڪ ڏينهن ڪيس پشڪر راڄ واري آشرم تي وٺي ويا. هن کي اُهو اِستان ڏيکاريائون جتي ستگرو مهراج جن ڪنڀ جي ميلي ٽان موٽڻ وقت اچي ٽوٽي جڳائي هئي. اُهو اِستان ڏيکاري کيس چيائون ته هن اِستان تي اسين سنگمرمر جو هڪ بلند، وشال ۽ تاج محل جهڙو سندر ستگرو مهراج جن جو نج مندر ٺهرائڻ ٿا چاهيون. جيئن ستگرو مهراج جن جو يش سڄي ڀارت ۾ ڦهلجي وڃي.

اِها ڳالهه ٻڌي شري ڀڳوانداس مياڻي پرم پوڄيه سوامي جن کي نماڻي وينتي ڪئي ته هن پوتر شيوا جو موقعو مونکي ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو. هن شيوا لاءِ ڪنهن ٻي پريميءَ کان سهائتا وٺڻ جي ضرورت ناهي. توهين ڪرپا ڪري هن شڀ ڪاريه کي ڀلي اڄ ٿي آرنڀ ڪرايو. هن شيوا ۾ ڪٿهن ٻي ڪا ڪوتاهي نه ايندي ٻيو اسانجو هڪڙو عرض اونائڻ جي ڪرپا ڪندا جو هن شيوا ۾ ٻئي ڪنهن

جو ته ڀڄسو نه لڳائيندا ۽ اسان جي هن نماڻي شيوا کي بلڪل ڳجهو رکڻ جي ڪرپا ڪندا. جيئن ان ڳالهه جي ڪنهن کي به سمڪ نه پوي. توهين اسان جا ستگرو مهراج آهيو، پرماتما سروپ آهيو. هي جيڪي ڪجهه اسان کي مليو آهي سو سڀ توهان جي آشيرواد سان مليو آهي اُن مان هڪ لوڻي پري پنهنجن پويتر چرنن ۾ چاڙهڻ جي اجازت ڏيو ته هيءَ جنم سڦلو ٿئي. هيءَ گرد ڪشٽا پنهنجي چرنن ۾ ارپڻ ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو.

پرم پوجنيه سوامي جن شري ڀڳوانداس مياڻيءَ جي گر ڀڳتي، شرڌا ۽ سندن نماڻي شيوا ڀاءُ تي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کين خوب آشيرواد ڏنائون ۽ شڀ مهورت ڏسي هن ڀڳيرت ڪاريه کي ڪرائڻ جو وڏي وڏان سان سنڪلپ ڪرائي ڪم شروع ڪرائي ڇڏيائون. شري ڀڳوانداس مياڻيءَ پنهنجي وچن کي پاڙي ڏنو. هن مهان ڪاريه کي لڳاتار شرڌا سان ڪندا رهيا. هو جڏهن به هندستان ۾ ايندا هئا تڏهن پرم پوجنيه سوامي جن سان گڏ اچي پشڪر راج تي هن ڪاريه جي پرگتيءَ کي ڏسي بيحد خوش ٿيندا هئا.

هيءَ پويه ۽ سندر نج مندر تيار ٿيڻ کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن مندر جي وچ ۾ پرم پوجنيه ستگرو مهراج جن جي بيٺل سنگمرمر جي سهڻو،

جوڙيءَ واري تصوير اسٿاپت ڪرائي. هيءَ تصوير اهڙي ته ڪشش ڪندڙ آهي جو هن مان اک ئي نه ٿي نڪري. ستگرو مهراج جن جي هن سروپ جو درشن ڪري پريمين جي من کي اپار شانتي ملي رهي آهي.

هن سومير ۾ سندر تصوير جي اسٿاپنا کان پوءِ ٻنهي پاسن کان ستگرو مهراج جن جي الڳ الڳ سروپن جون پڻ وڏيون شاهي ويمل تصويرون پڻ اسٿاپت ڪرايون. جڏهن هي تصويرون اسٿاپت ٿي رهيون هيون تڏهن وقت پرم پوڄنيه سوامي جن کان پڇيوسين ته هڪ هنڌ ئي ستگرو مهراج جن جون ٻه تصويرون اسٿاپت ڪرائي رهيا آهيو؟ تڏهن ٿي پرم پوڄنيه سوامي جن چيو ته اسين چاهيون ٿا ته اسين جتي به وڃون اُتي اسان کي صرف پنهنجي ستگرو مهراج جن جو ئي درشن ٿئي. اسان جي اندر ۾ اٺئي پهر صرف ستگرو مهراج جن ئي وسن ٿا. اسين چاهيون ٿا ته اسان کي هر هنڌ هر دشا ۾ صرف ستگرو مهراج جن جو ئي درشن ٿئي. ستگرو مهراج جن جي اسان مٿان اسيم ڪرپا آهي. ستگرو مهراج جن جي مهما جو هيءَ سلوڪ چئي اُنهن جي وڏائي ڪيائون :—

ڪامل ڪرم ڪيو، تڏهن اکيون کليون آيون
ڏسي پنهنجي پاڻ ۾، سيڻل مــن ٿيو،

سنسو آتم جيءَ جو، سو وڇون سڀ ويو،
ڀاسي ڪين ٿيو، ساميءَ ڇڏي سروپ ري.

ستگرو مهراج جن جون هي سندر تصويرون اسٽاپٽ ڪرائڻ کان پوءِ پرم پوڄيه سواميءَ جن ستگرو مهراج جن جي جيون ليلا جون وڏيون سندر چوويهه تصويرون ٺهرائي مکيه ڀڄ مندر ۾ چارون طرف لڳارايون جيئن پريمين کي ستگرو مهراج جن جي جيون ليلا ۽ مهما جو گيان ملي سگهي.

پرم پوڄيه ستگرو مهراج جن جي پردرشني تيار ڪرائڻ کان پوءِ پرم پوڄيه سواميءَ جن سوچيو ته مکيه هال ۾ سناتن ڌرم جي باري ۾ ڄاڻ ڏيڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته اسان جا ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن سناتن ڌرم جا پرچارڪ ۽ رکشڪ هئا. اُن کان سواءِ پرم پوڄيه سواميءَ جن چوندا هئا ته اسين سنڌو گهاٽيءَ جي اوچ ڪوٽيءَ جي سڀيتا جا وارث آهيون. جنهن سڀيتا جو سنسار ۾ ڪوبه ثاني ڪونهي. اسان اُن سنڌو نديءَ جو پاڻي پيتو آهي جنهن جي ڪناري تي اسان جي رشين منين پويتر مهان آدي گرنٿ ويدن جي رچنا ڪئي هئي.

ورهاڱي کان پوءِ ڌرم جي رکشا خاطر جڏهن اسين پنهنجو وطن ڇڏي هندستان جي سر زمين تي پهتاسين تڏهن هتان جي رهواسين کي اسان جي ڌارمڪ وشواس ۽ ڌرم پرايڻتا جي ڄاڻ نه هئي



پشکر راج میں استاپت چوویہ اوتار

هو اسان کي اُن عزت ۽ پنهنجائپ جي نظر سان نه ڏسندا هئا جنهن جا اسين اڌڪاري هئاسين. هو اسان جي ڌرم کي پنهنجي ڌرم کان الڳ سمجهندا هئا ڇاڪاڻ ته اسين پاڪستان کان لڏي آيا هئاسين.

انهيءَ ڪري ڀرم پوجنيه سوامي جن سوچيو ته هن مهان آشرم ۾ سناتن ڌرم جي مهان گرنٿن جهڙوڪ راماڻ، شريمد ڀاڳوت، شريمد ڀڳوت گيتا جو گيان اهڙي سندر نموني آڪرشڪ تصويرن دئاران ڏنو وڃي جيئن هن آشرم ۾ ايندڙ هر ياتريءَ کي اها ڄاڻ پئجي سگهي ته سنڌي سناتن ڌرم ۾ ڪيترو نه وشواس ٿا رکون.

ڀرم پوجنيه سوامي جن ڀرم گياني ۽ ڌرم پرايڻ هئا. هن جي اها منوڪامنا هئي ته جيڪي جگياسو هن آشرم ۾ اچن اُنهن کي سناتن ڌرم جي گهرائي وشالتا ۽ اٽوٽ وشواس ۽ ايشور جي ستا ۾ وشواس جي باري ۾ گيان ملڻ گهرجي. اوتارواد سناتن ڌرم جو آڌار آهي. شريمد ڀڳوت گيتا ۾ شري ڪرشن ڀڳوان چيو آهي ته —

هي ڀارت! جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي
ٿي ۽ اڌرم وڌي وڃي ٿو تڏهن مان
پنهنجي سروپ کي رچيان ٿو. يعني ساڪار
روپ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو. ساڌو پرشن ~

ڪرڻ لاءِ پاپ ڪرم ڪرڻ وارن جي ناس
ڪرڻ لاءِ ڌرم جي چڱيءَ طرح سان استاپنا
ڪرڻ لاءِ مان يگ يگ ۾ پرگھٽ ٿيان ٿو.

انهيءَ ڪري پرم پوڄنيه سوامي جن هن نج مندر جي هال ۾ چوويهن اوتارن جي استاپنا تمام سهڻي نموني ۾ ڪرائي، چوويهن اوتارن جون سندر سچيون سنگمرمر جون تصويرون ٺهرائي هن هال جي ڀتين تي اهڙي نموني لڳارايائون جيئن جيڪو جڳياسو هن هال ۾ گهري، اُن جي نظر هنن سندر تصويرن تي ضرور پوي. تصويرون اهڙيون ته سندر ۽ دلڪش آهن جو جڳياسن جي اُن مان اک ئي نه ٿي نڪري.

اُنهن تصويرن جي پرسان اندرڌنشي رنگن ۾ اُنهن اوتارن جي باري ۾ تمام بهو موليه ڄاڻڪاري لکارايائون جنهن جي ڪن تمام ڏوڙن جڳياسن کي ڄاڻ هوندي. اُنهيءَ ڄاڻڪاريءَ ۾ مکيه روپ سان اهو ٻڌايو ويو آهي ته ڀڳوان اوتار ڇو ورتو آهي يعني ڪهڙي ڪارڻ اوتار ورتو آهي، ڀڳوان اوتار ڪهڙي روپ ۾ ڌارڻ ڪيو آهي ۽ اوتار ڌارڻ ڪري پرماتما ڌرم جي رکيا ڪهڙي نموني ڪئي آهي.

هنن اوتارن جو درشن ڪري ۽ اُنهن جو هي وورڻ پڙهي هر ڪنهن جڳياسوءَ جي من ۾ ايشوري سٽا ۾ ۽ ڌرم جي وجيه ۾ اوشيه وشواس ڄاڳندو.

اهو وورڻ هن ريت آهي.

1. شري سنڪاد اوتار :— سرشٽيءَ جي شروعات ۾ ڀڳوان سنڪ سنند ن، سناتن ۽ سنتڪمار جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪري پرليه جي ڪارڻ ڀُرين ڪلپ ۾ ڀليل آتم گيان جو رشين کي اُپديش ڏنو جنهن ڪري اُنهن يڪدم پنهنجي هرديه ۾ اُن پرم تتوَ جو ساڪياتڪار ڪيو.

2. شري وراهه اوتار :— اننت ڀڳوان پرليه- جل ۾ مگن پرٿويءَ جو اُڌار ڪرڻ لاءِ سمست يگيه مئه وراهه شرير ڌارڻ ڪري آدي دئتيه هرڻاڪشيه سان جل ۾ يڌ ڪئي ۽ پنهنجن ڏندن سان اُن جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري پرٿويءَ جو اُڌار ڪيو.

3. شري يگيه اوتار :— سويم ڀو منوءَ جي پٽريءَ جي ڪوک مان آدي پرش شري ڀڳوان اوتار ورتو. اُن جي يگيه جي نالي سان ڪياتي ٿي. اُنهن يگيه آرنڀ ڪيو. اُن سان ديوتائن جي شڪتي وڌي ۽ اُن سان سمپورڻ پرٿوي شڪتيشالي ٿي.

4. شري هيگريو اوتار :— برهما جيءَ جڏهن ڀيءَ سرشٽيءَ جي شروعات ۾ جنم ورتو تڏهن هو ويدن جو گيان ڀلجي ويو هو. هُن ڀڳوان کي راضي ڪرڻ لاءِ يگيه پرارنڀ ڪيو. هن يگيه ۾ هيگريو جي روپ ۾ ڀڳوان پرگهٽ ٿيو. اُنهن جي

ٿي ناسڪا مان شواس جي روپ ۾ وين واٽي پرگهٽ
ٿي.

5. شري ڌرو اوتار :— راجا اُتانپاد جي پنجن سالن جي ٻالڪ ڌرو پنهنجي ماتيلي ماءُ جي طانن جي تيرن دئاران اپمانت ٿي هن ننڍيءَ عمر ۾ گهور تپسيا ڪئي. هن جي گهور تپسيا سان خوش ٿي ڪيس درشن ڏيئي ڌرو پد پردان ڪيو.

6. شري ڪپل اوتار :— ديوهوتيءَ جي گرڀ مان جنم وٺي ڪپل اوتار ڌارڻ ڪري پنهنجي ماتا کي آتم گيان جو اُپديش ڏنو، جنهن سان هوءَ اُنهيءَ جنم ۾ پنهنجي من جي سمپورڻ مَل کي ڌوئي ڀڳوان ڪپل جي سروپ ۾ لين ٿي ويئي.

7. شري دتاتريه اوتار :— مهرشي اَترِيءَ جي منوڪامنا پورڻ ڪرڻ لاءِ ڀڳوان شري دتاتريه جي روپ ۾ اوتار ورتو. اُنهن کان راجا يدو ۽ سهسترا جن وغيره راجائن يوگ جي کوج ۽ موکش پائڻ جون سڌيون پراپت ڪيون.

8. شري رشڀديو اوتار :— سديويءَ جي گرڀ مان ڀڳوان رشڀديو جي روپ ۾ اوتار ورتو. هنن سيم دئاران سمدرشا روپ ۾ آچرڻ ڪيو. هن اِستٿيءَ کي پرمهنس پد چوندا آهن.

9. شري پرٿو اوتار :— رشين جي پرارٿنا ڪرڻ

تي ڪمارگهه گامي وين جي شري منٿن ڌاران پرٿوءَ جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪري اُن کي نرڪن کان ڇاري پرٿويءَ کي گانءِ بڻائي جڳهه جي اُڌار لاءِ اوشڌين جو دوهن ڪيو.

10. شري متسيه اوتار:— منو ستيه ورت متسيه جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪري سڀني جيو ڌارين جو سهارو بڻجي پرليه جي ڀينڪر جل ۾ برهما جي مک مان ڪريل ويدن کي ڪڍي اُن ۾ وهار ڪيو.

11. شري ڪڇپ اوتار:— ديوءَ دانوُ جڏهن امرت پراپت ڪرڻ لاءِ سمندر منٿن ڪري رهيا هئا تڏهن ڀڳوان ڪڇپ اوتار ڌارڻ ڪري پنهنجي پٺيءَ تي مندراچل پروت کي ڌارڻ ڪيو هو.

12 شري ڌنونتري اوتار:— سمندر منٿن جي انت ۾ ڀڳوان خود کير ساگر مان امرت ڪلش لاءِ ڌنونتريءَ جي روپ ۾ اوتار وٺي پرگهٽ ٿيو. اُنهن ئي سنسار ۾ آيرويد جو شڀ آرنڀ ڪيو.

13. شري موهني اوتار:— دئيتن کي موهت ڪري، منٿن ڌاران پراپت امرت ديوتائن کي پيارڻ لاءِ ڀڳوان موهني روپ ڌارڻ ڪيو هو.

14. شري نرسنگهه اوتار:— ڀڳت پرهلاد جي رکشا ڪرڻ لاءِ ڀڳوان ٿل ٿنڀي مان اڌڀت نرسنگهه اوتار ڌارڻ ڪري دئيت هرڻياڪشيپ جي ڇاتيءَ

ڪي ڇيري ديوتائن کي ڀيه مڪت ڪيو.

15. شري وامن اوتار :— دئيتراج ٻليءَ جي گهمنڊ کي چور ڪرڻ لاءِ ڀڳوان وامن اوتار ڌارڻ ڪري ٻليءَ کان ٽي پير زمين دان ۾ گهري هئي ۽ ٽن پيرن ۾ سمپورڻ ڌرتي ماپي راجا ٻليءَ کي پاتال ۾ موڪلي ڇڏيو.

16. هنس اوتار :— مهرشي نارد ۽ سنڪاد منين جي يوگ، گيان ۽ آتم تتو سنٻنڌي شنڪائن جي نوارڻ ڪرڻ لاءِ ڀڳوان هنس جي روپ ۾ اوتار ورتو.

17. نارد اوتار :— رشين جي سوشٽيءَ ۾ ڀڳوان ديو رشي نارد جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪري ستوت تنتر جو اُپديش ڏنو. اُن سان ڪرم بنڌن مان مڪتيءَ جو مارگ سمجهايو ويو آهي.

18. گجيندر اُڌار اوتار :— سنڪٽ ۾ ڦاٿل گجيندر جي واگهوءَ کان رکشا ڪرڻ لاءِ ڀڳوان شري هري گروڙ تي سوار ٿي يڪدم ڊوڙندو آيو ۽ سدرشن چڪر سان واگهوءَ جو مٿو ڦاڙي گجيندر جي رکشا ڪئي.

19. شري پرشورام اوتار :— براهمڻ دروهي آريه مريادا جو اُلنگهن ڪرڻ وارن نرڪي ڪترين جو سنهار ڪرڻ لاءِ ڀڳوان پرشورام جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪيو. تکي ڦرسي سان ايڪيهه دفعا

پرٿويءَ کي ڪترين ڪان ڪالي ڪري ڇڏيو.

20. شري رام اوتار :— تريتا يگ ۾ مريادا پرشوتم شري رام راجا دشرٿ جي سپتر جي روپ ۾ اوتار ورتو. آهليا، ڪيوٽ، شبري ۽ جٽايو وغيره جو اڌار ڪيو. راڪشش راڄ راوڻ ۽ ٻين راڪششن کي ماري ديوتائن ۽ رشين کي ڀيہ مڪت ڪري ڇڏيو.

21. شري وياس اوتار :- دواپر جي انت ۾ ويدن جو چوٿون وياڳ ڪرڻ واري، پراڻن جي پريڻيتا لوڪوتر شڪتي سمپن ڀڳوان ويد وياس مهرشي پاراشر جي پٽ جي روپ ۾ ڀرٿويءَ تي اوتار ورتو.

22. شري ڪرشڻ اوتار :— دواپر ۾ دئيتن جي انيتي ۽ اتياچار سان پيڙت ڌرتي جڏهن دک سان وياڪل ٿي ويئي، تڏهن ديوڪيءَ جي گرڀ مان اوتار وٺي ڪنس جهڙن دئيتن کي نرمول ڪري ڌرتيءَ تي ڌرم جي استاپنا ڪئي.

23. شري ٻڌ اوتار :— وکيات ٻڌ ڌرم جو ٻاڻيو وجهندڙ مهاراجا سڌوڌن جي يشسوي پتر گوتم ٻڌ جي روپ ۾ ڀڳوان جنم ورتو. سنياسيءَ جي روپ ۾ اهنسا پرمو ڌرم جو پرچار ڪري ڌراوڪيءَ جو منگل ڪيو.

24. شري ڪلڪي اوتار :— ڪليگ جي انت ۾ جڏهن پاکنڊ، اتاچار سان ڌرتي دکي ٿيڻ لڳندي

تنهن ستيه روپ ڀڳوان ڪلڪيءَ جي روپ ۾ اوتار وٺي دکي لوڪن جو ڪلياڻ ڪري ست يگ جي استاپنا ڪندو.

هن چوويهن اوتارن جو درشن ڪرڻ کان پوءِ هرڪو ياتري اِها آشا رکي موٽي ٿو ته ڀڳوان ڌرم جي رکشا ڪرڻ ۽ هن پاکنڊ، اناچار ۽ اتياچار کان ڌرتيءَ کي مڪت ڪرائڻ لاءِ اوس ڪلڪي روپ ۾ اوتار وٺڻ سڀني جو اُڌار ڪندو.

هيءَ آشا جي ڪرڻ من ۾ جاڳائي جيئن جگياسو نج مندر جون سيڙهيون پار ڪندو ته سامهون ڪيس گيتا پردرشنيءَ جو درشن ٿيندو. پرم پوجنيه سوامي چوندا هئا ته شريمد ڀڳوت گيتا شري ڪرشڻ ڀڳوان جي مکاروند مان نڪتل اِها امرت ڌارا آهي جنهن جي گيان سان جگياسو جنم مرڻ جي چڪر کان مڪت ٿي پرم پد کي پائي ٿو.

هن گيتا پردرشنيءَ جي وچ ۾ شري ڪرشڻ ڀڳوان ۽ راڌڪا جي سندر تصوير استاپت ڪرايل آهي ۽ سنگمرمر جي پٿرن تي چارون طرف شريمد ڀڳوت گيتا جا 700 سنسڪرت ۾ مول شلوڪ سندر ليکه ۾ لکارايا ٿون. گيتا جي گوڙهي تتو گيان کي سرل طرح سان سمجهائڻ لاءِ هرهڪ اڌياءَ جو مختصر سار هنديءَ ۾ لکارايا ٿون. جيئن جن ساڌارڻ اُن کي سمجهي لاڀ پرائي سگهي. پرم پوجنيه سوامي جن

جي اِها دلي تمنا هُئي تہ هرهڪ اڌياءِ تي هڪ اهڙو چٽر ٺهرائجي جيئن جگياسو اُن چٽر کي ڏسي ۽ اُن اڌياءِ جو سار ۽ ڀاءُ سمجهي سگهي.

اهڙي نموني هن مهان گرنٿ جي سار ۽ سنديش کي جن جن ۾ پهچائڻ لاءِ ڀرم پوڄنيہ سوامي جن مول سنسڪرت ۾ سلوڪ، هنديءَ ۾ هرهڪ اڌياءِ جو سار ۽ هر اڌياءِ کي کولي سمجهائڻ لاءِ اُن سان واسطو رکندڙ چٽر ٺهرائڻ جي رٿا رٿي.

گيتا پردرشنيءَ جي ڏٺار جي پرسان سهڻن وڏن اکرن ۾ سمپورڻ گيتا جو سار پڻ لکارايائون جيئن جگياسو اِهو پڙهي سڀ ڪجهہ پرماتما جي چرنن ۾ ارپڻ ڪري پرم آنند پراپت ڪري سگهن. اُهو سار هن ريت آهي —

گيتا — سار

اجائي چنتا ڇو ٿو ڪرين؟ ڪنهن کان اجايو ڇو ڊڄين ٿو؟ توکي ڪير ٿو ماري سگهي؟ آتما نہ پيدا ٿيندي آهي نہ مرندي آهي.

جيڪو ٿيو سو سٺو ٿيو، جيڪي ٿي رهيو آهي اُهو سٺو ٿي رهيو آهي. جيڪو ٿيندو اُهو بہ سٺو ئي ٿيندو. تون گذريل جو پڇتاءُ نہ ڪر. آئيندہ جي چنتا نہ ڪر. هي وقت تہ هلي رهيو آهي.

تنهنجو ڇا ويو آهي جو روئين ٿو؟ تو ڇا آندو هو، جو تو وڃائي ڇڏيو؟ تو ڇا پيدا ڪيو هو جو

ناس ٿي ويو؟ نه ته ڪجهه آندو، جيڪو ورتو سو هٿان ٿي ورتو. جيڪو ڏنو هٿي ٿي ڏنو. جيڪو ورتو سو هن (ڀڳوان) کان ورتو. جيڪو ڏنو، هن کي ڏنو. خالي هٿين آئين، خالي هٿين هلندين. جيڪو اڄ تنهنجو آهي، ڪالهه ڪنهن ٻئي جو هو، پرهين ڪنهن ٻئي جو ٿيندو. تون اُن کي پنهنجو سمجهي مگن ٿي رهيو آهين. بس اها خوشي ٿي تنهنجن دکن جو ڪارڻ آهي.

تبديلي سنسار جو نيم آهي. جنهن کي تون موت ٿو سمجهين، اهو ئي جيون آهي. هڪ ڪن ۾ تون ڪروڙن جو مالڪ ٿو بڻجين، ٻئي ڪن ۾ ئي تون دريدر ٿي ٿو وڃين. منهنجو - تنهنجو، ننڍو- وڏو، پنهنجو - پرايو من مان مٽائي ڇڏ، وچار مان هٽائي ڇڏ، پوءِ سڀ تنهنجو آهي تون سڀني جو آهين.

نه هي شرير تنهنجو آهي، نه تون شرير جو آهين. هيءُ اگني، پاڻي، هوا، ڌرتي، آڪاش سان ٺهيو آهي ۽ انهيءَ ۾ ملي ويندو. پر آتما اسٿر (اڏول) آهي. پوءِ تون ڇا آهين؟ تون پنهنجي پاڻ کي ڀڳوان کي ارپڻ ڪر. اهو ئي سڀ کان اتم سهارو آهي. جيڪو هن جي سهاري کي سمجهي ٿو، اهو ڀپ، چنتا، دک کان سدا آزاد (مڪت) آهي

جيڪو ڪجهه ٿــو ن ڪرين ٿــو ، اهو ڀڳوان کي ارپڻ ڪندو هل . انهيءَ سان تو ن سدا جيون مکت جي آنند جو انڀو ڪندين.

گيتا جــو هيءُ سار لکائڻ کان پـوءِ پرم پوجنيه سوامي جن چوڻ لڳا ته گيتا پـردرشنيءَ کان پوءِ اسين هاڻ نون گرهن جي استاپنا ڪرڻ ٿا چاهيون چاڪاڻ ته اسان جي شاسترن موجب گرهن جو تمام وڏو مهتو آهي . جنم کان وٺي مرڻ تائين جيڪي ڪارج ٿين ٿا انهن کي پورڻ ڪرڻ کان اڳ نون گرهن جي پوڄا ڪئي ويندي آهي . انسان جــي لاڀ هانيءَ ۾ گرهن جو وڏو يوگ دان آهي . گرهن جي دشا راجا مان رنڪ ۽ رنڪ مان راجا بڻائيو ڇڏي. انڪري گرهن جي شانتيءَ لاءِ وڏا وڏا انوشٺان ڪيا ويندا آهن . انهيءَ ڪري پــرم پـوجنيه سوامي جن انهن گـــرهن لاءِ نؤ ڪنڊ ٺهرائڻ جي آگيا ڪئي .

جنهن وقت انهن ڪمرن جي پيڙهه جو پٿر رکي پوڄا ڪرڻ جي تياري ٿي رهي هئي ان وقت اوچتو ٻــه موٽرون پـريمين سان ڀرجي اچي آيون . انهن پريمين ٻڌايو تــه هي پريمي اسپين مان آيل آهن . ڪنهن ڪم سانگي ڄيپور ۾ آيل هئا . انهن ٽيڪسي ڪري پرم پوجنيه سوامي جن جــو درشن ڪرڻ لاءِ سڌو آدرش نگر ويا . جتي کين خبر پيئي تـــه پرم پـوجنيه سوامي جن پشڪر راڄ ويل آهن. سو اسين

ڏو ڙندا سندن سڳوري درشن لاءِ آيا آهيون. پرم پوجنيه سوامي جن وڏي وڏان سان اُنهن کان نون گرهن جي ڪڪشن جي پوڄا ڪرائي پيڙهه جو پٽ رکايو. کين پرساد ڏنائين پکرون پارائي ۽ پوڄن ڪرائي خوب مان سنمان ڏنو. اُن پريميءَ سک ۽ شردا سان پرم پوجنيه سوامي جن جي چرنن ۾ هڪ بلئنڪ چيڪ ڀيٽا جي روپ ۾ پيش ڪندي عرض ڪيو ته هن ڪڪشن تي جيڪو به خرچ اچي اُهو هن چيڪ ۾ ڀري منهنجي ڀيٽا سمجهي سويڪار ڪندا، پرم پوجنيه سوامي جن اُهو چيڪ وٺي ٻٽو ڪيو، ٻٽو ڪري چؤڏو ڪيو ۽ پوءِ اُن پريميءَ کي ويجهو اچڻ جو اشارو ڪيو. جڏهن اُهو پريمي ويجهو آيو تڏهن اُهو چيڪ سندس کيسي ۾ وجهي کيس چيائون ته هيءَ اسان جي امانت سمجهي توهين ان کي پاڻ وٽ آشيرواد سمجهي رکو. ويچارو پريمي بلڪل وائڙو ٿي ويو ته سوامي جن منهنجي هيءَ ڀيٽا ڇو نٿا سويڪار ڪن. پرم پوجنيه سوامي جن کيس جيئن تيئن سمجهائي روانو ڪيائون.

اُن پريميءَ جي وڃڻ کان پوءِ اسان کين وينتي ڪري پڇيو ته سائين هن وقت ڪم زور شور سان هلي رهيو آهي پوءِ توهان هن پريميءَ کان ڀيٽا وٺي هن يگيه ۾ لڳائي سگهو ها. پرم پوجنيه سوامي جن چيو ته هي گهڻي رهسيه جي ڳالهه آهي جنهن کي

اسان گهڻو رکيو آهي وقت اچڻ تي توهان کي ضرور خبر پوندي.

ٿوري وقت کان پوءِ اهي ڪڪش ڏهي راس ٿيا. اُن وقت شري ڀڳوانداس مياڻي آشرم ۾ آيل هو. انهن سان ڀرچيہ ڪرائيندي چياڻون ته اسان هن ڀريميءَ کي وچن ڏنو هو ته پشڪر راڄ واري آشرم ۾ صرف سڌن ئي پٽسو لڳندو. انهيءَ ڪري اسان پنهنجي وچن کي پاڙي ڏيڻ لاءِ انهي ڏينهن اسپين وارن ڀريمين کان هنن ڪڪشن جي ڏهراڻ لاءِ پيٽا سويڪار نه ڪئي.

ڀرم پوڄنيہ سوامي جن شري ڀڳوانداس مياڻيءَ کي چوڻ لڳا ته اسان پنهنجي وچن کي پاڙڻي ڏيڻي توهان جي شيوا گهڻي رکي آهي. هاڻي توهين اسان کي ڀوڄ پتا صاحب، ڀوڄ ماتا صاحب ۽ سرگواسي ڀوڄ پائي صاحب جو فوٽو ڏيو ته انهن جا پٽلا ڏهرائي هنن ڪڪشن مان سڀ کان پهرين نمبر ڪڪش ۾ لڳارائي توهان جهڙي دانوير پاماشاهہ جي پورجن جو سنمان ڪريون، جن توهان جهڙي سپاتر کي جنم ڏنو آهي.

اُن کان پوءِ ڀرم پوڄنيہ سوامي جن اسان جو ڀرچيہ ڏيندي شري ڀڳوانداس مياڻيءَ کي ٻڌايو ته هي جماداس ڪيسواڻي آهي ۽ هيءَ سندس ڌرمپتني شريمتي لڪشمي ڪيسواڻي آهي جيڪا

سچ مچ لڪشميءَ جو سروپ آهي. هي سڀ پريوار ٽڪيءَ ٽڪيءَ، آنڊيءَ مانجهيءَ شردا ۽ لڳن سان پشڪر راج جي آشرم جي شيوا ڪري رهيا آهن. اسان هنن کي چاهه سان پنهنجو ششيه بڻايو آهي. ستگرو مهراج جن جي هن مهان ڪاريه ۾ توهان تن ۽ من سان شيوا ڪري رهيا آهيو ۽ هي تن ۽ من سان شيوا ڪري رهيا آهن.

جيئن اسان توهان جي شيوا ڳجهي رکي آهي تيئن اسان هنن جي شيوا به لوڪن کان لڪائي ڳجهي رکي آهي. اسان صرف پشڪر راج جي آشرم جي پوري شيوا هنن کان وٺندا آهيون. باقي هنن جي من ۾ اٿوت گرڀڳتي آهي انهي ڪري هي پشڪر راج تان ڪم ڪرائي هر روز شام جو آدرش نگر واري آشرم تي اچي اسان جي خوب چاهه سان شيوا ڪندا آهن. هنن نماڻي شيوا ڪري اسان جو من جيتيو آهي. شل هي ناتو توڙ تائين نڀجي اچي.

اُن کان پوءِ پرم پوڄنيه سوامي جن پنهنجي وچن انوسار ٽون گرهن وارن ڪڪشن مان پورين ڪڪش ۾ اُهي ٽي پٽلا استاپت ڪرائي ٻين ڪڪشن ۾ ونايڪ ڀڳوان شري گڻيش، ڀڳوان شو شنڪر، ماتا درگا، راما پير ۽ ٻين ديوتائن جون سنگمرمر جون مورتيون

اسٿاپت ڪرايائون.

باقي ٻئون گرهن جي لاءِ ٻي ڪکش رکيائون جتي هر هڪ ڪکش ۾ ٻن ٻن گرهن جون سنگمرمر جون سندر ۽ سهڻيون مورتيون اسٿاپت ڪرايائون. هر هڪ گرهه جي مورتيءَ مٿان اُن گرهه جي ٻوري ڄاڻ ڏنائون جيئن ته گرهه جي نشاني ڪهڙي آهي، اُهو گرهه سوريه کان گهڻو پري آهي، سندس آڪار ۽ رنگ ڪهڙو آهي، اُهو گرهه ڪهڙيءَ راشيءَ جو سوامي آهي، اُن گرهه جو هر هڪ راشيءَ ۾ ٺهراءُ گهڻو آهي. اُن گرهه جو اثر گهٽ ڪرڻ لاءِ انسان کي ڪهڙو رتن پائڻ گهرجي ۽ ڪهڙي ڌاتوءَ جو دان ڪرڻ گهرجي. اُن گرهه جي ڪهڙي گرهه سان مترتا آهي ۽ ڪهڙي گرهه سان شترتا آهي ۽ گرهه جي شانتيءَ لاءِ ڪهڙي منتر جو جاپ ڪرڻ گهرجي ۽ گهڻا دفعا ڪرڻ گهرجي ۽ ڪڏهن ڪرڻ گهرجي.

اها سڀ ڄاڻ انهيءَ ڪري ڏني ويئي آهي جيئن جڳياسو اُن ڏاران گرهه شانت ڪري انشٽ کي دور ڪري سگهه ۽ شانتيءَ جي زندگي گذاري سگهن. اهو ٻهو موليه گيان هن طرح لوڪ ڪلياڻ جي ڀاونا سان پرم پوڄنيه سوامي جن ڏنو آهي.

١. سوريه :— سوريه جوڳين آسمان تي ۽ منڊل جي وچ ۾ اسٿت آهي. آڪرتي گول ۽ رنگ ڳاڙهو آهي، سنگهه راشيءَ جو سوامي آهي. هي هر هڪ

راشيءَ ۾ هڪ مهنو رهندو آهي. اُن گهٽ ڪرڻ لاءِ هري ونش پراڻ پڙهڻ گهرجي، رتن مائڪ ڌارڻ ڪرڻ گهرجي ۽ ڏاڏو سون جو دان ڪرڻ گهرجي.
مترگرهه - چندر، منگل ۽ وسپت ۽ شترو گرهه - شني، راهو، ۽ شڪر آهن.

منتر :- هريم جپا ڪُسم سنڪا شم ڪا شيپيئم مهاڏيُم.
تموررم سرو پا پگهم پراڻتو سم دوا ڪرم.
(هن منتر جو جاپ 7000 دفعا آرڌوار ڪان ڪرڻ گهرجي.)

2. چندر :- چندر سوريه کان هڪ لک يوجن پري سورهه ڪلائن سان يڪت آهي. شڪل - اڌ گول ۽ رنگ سفيد آهي. هي ڪرڪ راشيءَ جو سوامي آهي هي هر هڪ راشيءَ ۾ سوا ٻه ڏينهن رهندو آهي.
اُن گهٽ ڪرڻ لاءِ ڌرپر جپ ڪرڻ گهرجي. موتي رتن پائڻ گهرجي ۽ ڏاڏو چانديءَ جو دان شڀ آهي.
مترگرهه روي ۽ پڌ، شترو گرهه راهو آهي.

3. منگل — منگل سوريه کان ڏهه لک يوجن دور پنجين آسمان تي استت آهي. سندس آڪار ٽڪنڊ ۽ ۽ رنگ ڳاڙهو آهي. هيءَ ورشچڪ ۽ ميش راشين جو سوامي آهي. هي هر هڪ راشيءَ ۾ ڏيڍ مهنو رهندو آهي.
اُن گهٽائڻ لاءِ رڌري جپ ڪرڻ گهرجي رتن پروال جو ڌارڻ ڪرڻ گهرجي ۽ ڏاڏو سون جو دان شڀ آهي. متر گرهه روي، وسپت ۽ چندر آهن. شترو گرهه پڌ ۽ راهو آهن.




پشکر راج میں استاپت نوگرہ

منتر :- هرِيم ڌرٽي گرڀ سمونمر وڌت ڪانتي سمپر ڀمر ا
ڪمارم شانتي هستم تم منگلم پراڻما شيهم اا
(هن منتر جو جاپ 10,000 دفعا منگل ڪان ڪرڻ گهرجي)

4. ٻڌ گرهه :- ٻڌ سوريه کان اٺ لک يوجن پري پڻين آسمان ۾ اسٿت آهي. شڪل ڏنش ۽ رنگ ساڳو آهي. هيءُ مٿن ۽ ڪنيا راشين جو سوامي آهي. هيءُ هر هڪ راشيءَ ۾ هڪ مهنو رهندو آهي. اُتر گهٽ ڪرڻ لاءِ ڏاڙو ڪنجهي جو دان ڪرڻ گهرجي. رتن پني جو ڌارڻ ڪرڻ شڀ آهي. متر گرهه روي راهو ۽ شڪر، شترو گرهه چندر آهي.

منتر :- هرِيم پريئنگڪا لڪا شياهم روپيڻا پرتيمم ٻڌم ا
سومهيم سوميم گڻو پيتم تم ٻڌم پرڻاما ميهم اا
(هن منتر جو جاپ 1000 دفعا ٻڌر ڪان ڪرڻ گهرجي)

5. ورهسپتي :- ورهسپتي سوريه کان ٻارهن لک يوجن پري ڇهين آسمان ۾ اسٿت آهي. شڪل اشلدل ۽ رنگ پيلو آهي. هيءُ ڌن ۽ مين راشين جو سوامي آهي. هر هڪ راشيءَ ۾ تيرهن مهنا رهندو آهي. اُتر گهٽ ڪرڻ لاءِ اُماس جو ورت ڪرڻ گهرجي. رتن پکراج جو ڌارڻ ڪرڻ ۽ دان هيري جو شڀ آهي. متر گرهه روي، چندر ۽ منگل، شترو گرهه ٻڌ ۽ شڪر آهن.

منتر :- هرِيم ديوانام چ رشيڻام چ گروم ڪانچن سنڀم ا
ٻڌي ڀوتم ترلو ڪيشم تم نمامي ورهسپتي اا

(هن منتر جو جاپ 1900 دفعا و رهسپت کان ڪرڻ گهرجي

6. شڪر گرهه :- شڪر سوريه کان ڇهه لک يوجن دور ٽئين آسمان تي اسٿت آهي. شڪل چتشڪوڻ ۽ رنگ سفيد آهي. هي ٻلا ۽ ورش راشين جو سوامي آهي. هي هر هڪ راشيءَ ۾ هڪ مهنو رهندو آهي

آڌر گهٽ ڪرڻ لاءِ گئو رکشا ڪرڻ گهرجي. رٽن هيري جو ڌارڻ ۽ چانديءَ جو دان شڀ آهي. متر گرهه ٻڌ، راهو ۽ شني. شترو گرهه روي ۽ چندر آهن.

منتر :- هريم هِمڪند مرڻا لاڀم د ٽيٽيا ڌام ڀرمم گروم
سروي شاسن ڀرو ڪارم ڀارگو ڀرڻما ميهم.

(هن منتر جو جاپ 1000 دفعا شڪر کان شروع ڪرڻ گهرجي.)

7. شني گرهه :- شني سوريه کان چوڏهن لک يوجن ٻري ستين آسمان تي اسٿت آهي. شڪل منشيه جي ۽ رنگ ڪارو آهي. هي مڪر ۽ ڪنڀ راشين جو سوامي آهي. هي هر هڪ راشيءَ ۾ ٽيهن مهنن تائين رهندو آهي.

آڌر گهٽ ڪرڻ لاءِ مرتنجيه منتر جو جاپ ڪرڻ گهرجي. رٽن نيلم جو ڌارڻ ڪرڻ ۽ ڏاڏو لوهه جو دان شڀ آهي. متر گرهه ٻڌ، راهو ۽ شڪر. شترو گرهه روي، چندر ۽ منگل آهن.

منتر :- ھريم نيلا نجن سما ڀاسم روپ ڀنج يما گرجم ا
ڇايا مارتنڊ سنڀوتم تم نمامي شنيشچرم ॥

(ھن منتر جو جاپ 23000 دفعا ڇنڇر کان شروع ڪرڻ گهرجي .

8. راھو گرھہ :- راھو سوريہ کان سورھہ لک يوجن ڏور ڏيہ ڪرڻ ۾ اسٿت آھي . شڪل مڪر جي ۽ رنگہ ڪارو آھي . راھو ھر ھڪ راشيءَ ۾ اڙھن مهنا رھندو آھي .

آئر گھٽ ڪرڻ لاءِ ڀچنگہ دان ڪرڻ گهرجي . رتن گوميد جو ڀريوگہ ۽ ڌاتو شيھي جو دان شپ آھي . متر گرھہ ٻڌ ، شني ۽ شڪر آھن. شترو گرھہ روي ، چندر ۽ منگل آھن .

منتر :- ھريم ارڌ ڪايم مھا ويريہ چندرا دتيہ وپرد نم ا
سنھن ڪا گڀر سنڀوتم تم راھو پرڻما مھم ॥

(ھن منتر جو جاپ 18000 دفعا وسپت کان شروع ڪرڻ گهرجي ) .

9. ڪيتو گرھہ :- ڪيتو سوريہ کان اڙھن لک يوجن پري ۽ وايو ۾ ڪرڻ ۾ اسٿت آھي . شڪل جھنڊي جي ۽ رنگہ ڪارو آھي . ھيءَ ھر ھڪ راشيءَ ۾ اڙھن مھنا رھندو آھي .

آئر گھٽ ڪرڻ لاءِ جھنڊو دان ڪرڻ گهرجي . رتن اسنيا جو ڌارڻ ۽ ڌاتو لوھہ جو دان ڪرڻ شپ

آهي.

منتر :- هرِ اوم پلا شپشپ سنڪا شم تارڪا گر مستڪم ।

رڪ درم رو دراڻم ڪم گهورم ڏم ڪتيم پرڻماميهم ।।

ان طرح ڏون گرهن جي استاپنا ڪان پوءِ هي آشرم جڳياسن جي جڳياسا جو ڪيندر بڻجي پيو. پشڪر ۾ آيل هر هڪ ياتري هتي ڇڪجي اچڻ لڳو. هي وشال بلند، ڏاج محل وانگر سندر آشرم هر ڪنهن جي ڪشش جو ڪيندر بڻجي پيو ياترين کي گيان سان گڏ پرم شانتي پراپت ٿيڻ لڳي. اُن جي خوشبوءِ هاڻي سڄي ڀارت ۾ ڦهلجڻ لڳي.

هن آشرم جي هاڪ پڌي هڪ دفعي دادي وسي پنهنجي پريمين جي ٽوليءَ کي جئپور مان بس ۾ وٺي سڌو پشڪر راج واري آشرم ڏي پهتا. دادي وسي مٺيا واري سنت مورتي آهن جن کي اندرا بازار ۾ سرڳي جهڙو سندر صاف سٿرو آشرم آهي جتي هر روز ستسنگ جو ديپاڪ لڳندو آهي.

دادي وسي پاڪ سان گڏ ڪاڏي پيٽي جو سامان پڻ کڻي آيا هئا. پرم پوجنيه سوامي جن هنن کي چيو ته توهين پنهنجي ٻابل جي گهر آيا آهيو. هيءَ گهر توهان جو پيڪو گهر آهي. هن گهر ۾ توهان جو پورو ادڪار آهي. اُنهيءَ ڪري هي ڪاڏي پيٽي جو سامان ٻلڪل بند رکو. پرم پوجنيه سوامي جن

يڪدم ڀوڄن تيار ڪرايو ۽ سڀني ملي ڪري اهو پرساد پاتو.

اُن ڪان پوءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن دادي وسيءَ کي ۽ سندن ڏوليءَ کي اجمير واري آشرم تي وٺي آيا. دادي وسيءَ کي چوڻ لڳا تہ اسين توهان ۾ ستگرو مهراج جن جي جوت ٿا ڏسون ۽ کين پنهنجي سمان پنهنجي پرسان آسڻ ڏيئي خوب مان سنمان ڏنائون. دادي وسي ايڏو وڏو مان سنمان پائي پرم پوڄنيہ سوامي جن کي ڀاؤ وڀور ٿي چوڻ لڳي تہ ستگرو مهراج اسان جا آهن ۽ هاڻ اسين ستگرن جا ٿي وياسين. ڪيڏو نہ سمرپڻ جو اونچو ڀاؤ آهي.

جڏهن پرم پوڄنيہ سوامي جن ڄئپور واري ميلي تي پڌاريا. تڏهن دادي وسيءَ کين سندن آشرم تي هلڻ جي لاءِ وينتي ڪئي. پرم پوڄنيہ سوامي جن سندن سڪ ۽ شردا ڏسي هڪ ڏينهن سندن آشرم تي پڌاريا. پنهنجي سنت مورتين جي ميلاپ سان سڄو واتاورڻ سڳنڌت ٿي ويو. اُن ڏينهن ستسنگ ۾ ٻندرابن واري اها دوج مستي اچي ويئي جڻ تہ ساڪيات ڀڳوان شري ڪرشڻ پاڻ ٻندرابن ۾ راس رچائي رهيا آهن.

اُن وقت پرم پوڄنيہ سوامي جن کي بسنت ڪمار جو هڪ ٻچن ڏاڍو وڻيو جنهن کي ورِي ورِي ٽي دفعا ٻڌائون.

"اوکي آهي فقيري، اوکو فقير سڏائڻ."

اتي سٽسنگ جي موج مچائڻ کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن دادي وسيءَ کان موڪلايو. دادي وسيءَ کين ڪار ۾ ويهي آمراپور دربار وڃڻ لاءِ عرض ڪيو. پرم پوجنيه سوامي جن سندس عرض اونائي جيئن ڪار ۾ وهڻ لڳا تيئن سندن نظر ڪار هلائيندڙ ٽياٽيءَ تي پيئي. هنن يڪدم پنهنجو پير روڪيو ۽ دادي جن کي چيو ته اسين ڪار ۾ وهڻ لاءِ مجبور آهيون. اسان کي هيءَ فقيريءَ جو ساڌنا نڀائڻو آهي. پرم پوجنيه سوامي جن مريادا جا مالڪ هئا. ڪڏهن به ڪنهن استريءَ سان ڪار ۾ نه وهندا هئا سو پنڌ ئي پنڌ ڊوڙندا پانچ ڀتيءَ تائين هليا ويا.

داديءَ وسيءَ پرم پوجنيه سوامي جن سان هيءَ نيمن جو ناتو توڙ تائين نڀايو. پرم پوجنيه سوامي جن ۾ هڪ چقمقي ڪشش هئي. جيڪو هڪ دفعو سندن شرڻ ۾ ايندو هو اهو سدا سدا جي لاءِ سندن ٿي ويندو هو.

دادي صاحب جن ستگرو مهراج جن جي ميلي تي خاص پرم پوجنيه سوامي جن جي تندرستيءَ جو پڇڻ لاءِ پنهنجي ٽولي سميت آدرش نگر واري آشرم تي پڌاريا. جڏهن دادي صاحب جن سندن طبيعت جي باري ۾ پڇيو تنهن وقت مشڪي چيائون ته اسين بلڪل ٺيڪ آهيون. پرم پوجنيه سوامي جن

صبر ۽ شڪر جا مالڪ هئا. ڪڏهن به ڪا شڪايت نه ڪندا هئا.

اُن کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن جي جوتي جوت سمائڻ تي پڻ پنهنجي مڏاڀي سميت انتم درشن لاءِ دادي وسي جن آشرم تي پڌاريا هئا. اهڙي نموني پنهنجي مهان سنت مورتين هي نينهن جو ناتو تو ۽ ڄاڻين نڀايو.

پشڪر راج ۾ پنهنجي ستگر و مهراج جن جي آشرم جي استاپنا ڪرڻ کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن ويچار ڪيو ته هاڻي هريدوار ۾ به ستگرو جن جو آشرم جوڙائڻ گهرجي. پرم پوجنيه سوامي جن لاءِ هريدوار جي تيرٿ جو وڏو مهتو هو. هيءُ اُهو آستان آهي جتي پرم پوجنيه سوامي جن سنياس ڌارڻ ڪري گيڙو وستر ڌارڻ ڪيا هئا. پوتر گنگا جي ڪناري هرڪي پوڙي تي ستگرو سوامي ٽيئنئورام جن پنهنجن سڳورن هٿن سان پرم پوجنيه سوامي جن کي گيڙو وستر ڌارڻ ڪرائي ٽياڳ ۽ ويراڳ جي جيون شروع ڪرائي ديکشا ڏني هئي.

اهڙي نموني پرم پوجنيه سوامي جن هن ئي آستان تي سنسار ٽياڳي سنياسي بڻجي پرمارٿ جي راهه ۾ پهريون قدم رکيو هو. هن ئي استان تي ستگرو مهراج سوامي ٽيئنئورام جن پنهنجي مهر ميا

سان سندن هردي ۾ گيان جو ديپڪ جڳائي سدا سدا جي لاءِ سندن راهه روشن ڪري ڇڏي هئي. جهڙي راهه تي خود هلي ليکن جگياسن کي برهم جو پرڪاش ڏيئي سندن جيون سڦلي بڻائي هئي.

ان ڪري هريدوار ۾ پرم پوڄيه سوامي جن پنهنجي ستگرو مهراج جن جي ياد ۾ سندن پش ڦولاڻن لاءِ آشرم ٺهرائڻ جو پڪو نشچو ڪيو. پرم پوڄيه سوامي جن جي دل ۾ پنهنجي ستگرو مهراج جن لاءِ ڪيڏي نه شردا ۽ ڀڳتي هئي. هو چوندا هئا ته ستگرو مهراج جن جي جيتري به مهما ڳائجي اها ٿوري آهي. ڀلا ستگر جي هن جيون ۾ انتڪار ٿي انتڪار آهي.

جي سوچندا اُگهي، سورج ڪوٽ ملاءِ
داد و گر گوبند بن ٿئه ڀي ٿمر نه جاءِ

پرم پوڄيه سوامي جن سوچيو ته هريدوار سنڌي تيرٿن جو مول آهي. هتي ليکن ياتري اچي هر ڪي پوڙيءَ تي پويتر گنگا ۾ ٽٻي لڳائي آتم شانتي پائين ٿا. اُن کان سواءِ هي اهو پويتر آستان آهي جتي ڪنڀ جو مهان ميلو لڳندو آهي جهڙي ۾ سڄي ڀارت جا سادو سنياسي ۽ ليکين شردالو اچي ٽٻي ڏيندا آهن. هن آستان تي پرم پوڄيه سوامي جن خود پنهنجي ستگرو مهراج جن سان ڪنڀ جي ميلي ۾ آيا هئا، جتي ستگرو مهراج جن پنهنجي

الڳ پنڊال ۾ ان کير هلائي سادو سنتن جي خوب شيوا ڪئي هئي .

ان کري پرم پوجنيه سوامي جن سوچيو ته هن آستان تي ستگرو مهراج جن جو آشرم ٺهرائي سندن سکيائن جو پرچار ڪري يش ڦهلائي سگهبو . ان پريوجن سان پرم پوجنيه سوامي جن خود هٿ سي پڌاريا ۽ اهڙي جڳهه جي تلاش ڪرڻ لڳا جيڪا هرڪي پوڙيءَ جي ويجهو هجي جيئن جڳياسو سولائي سان اُتي پهچي آنند پائي سگهن . اهو سڀ سوچي اِستيشن ، بس سٽئنڊ ۽ هرڪي پوڙيءَ جي وچ ۾ تي جيسارام مارگ تي گهراڻي لاج جي پرسان زمين جو ٽڪرو ورتائون .

هيءَ آستان وچ شهر ۾ هئڻ ڪري هتي پشکر راج ۽ آدرش نگر وانگر تمام وڏو پلاٽ ملڻ ممکن نه هو . وڏا پلاٽ شهر کان تمام پري ملي رهيا هئا جتي پريمين کي پهچڻ ۾ تقليف ٿئي ها . پرم پوجنيه سوامي جن چاهيو ٿي ته ستگرو مهراج جن جو آشرم اهڙي آستان تي ٺهرائجي جتي پريمي سولائيءَ سان پهچي درشن ڪري سگهن . انهيءَ لاءِ هي آستان تمام سٺو ۽ بلڪل ٺيڪ هو .

زمين ملڻ کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن هن آشرم جو ڪم شروع ڪرائي ڇڏيو . ڪم جي هلندي وچ وچ ۾ اجميءَ اچي اتان جي آشرم جي ۽ پشکر

راڄ واري آشرم ۾ هلندڙ ڪم جي ديکريک ڪندا رهندا هئا. هن آشرم ٺهرائڻ ۾ سندن ڳر ڀائي شري ارجن پرڪاش جن خوب سهيوگ ڏنو. آشرم جا ڪمرا ٺهي راس ٿيا. سندن منوڪامنا هئي ته پشڪر راڄ واري آشرم جو ڪاريه پورڻ ٿيڻ کان پوءِ هريدوار ۾ اٿي رهي ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جي اسٿاپنا ڪرائي اُن کي پورڻ ڪبو.

پر پشڪر راڄ واري وشال آشرم کي پورڻ ڪرائيندي ڪرائيندي پرم پوڄيه سوامي جي تندرستي اهڙي نه رهي جو هريدوار وڃي اُتان جي آشرم کي پورڻ ڪرائي سگهن. پرم پوڄيه سوامي جن جي اهڙي تندرستي ڏسي من ۾ شنڪا ٿي ته هاڻي هريدوار جي آشرم جو ڪم ته اڌورو رهجي ويو هاڻي هن کي ڪير پورو ڪندو؟ جڏهن ڪانئن پڇندا هئاسين تڏهن مشڪي اهو جواب ڏيندا هئا ته منهنجا ستگرو مهراج جن سرو شڪتيوان آهن. هو پنهنجا ڪارج پاڻ اچي پورا ڪندا. ڪرڻ ڪرائڻ وارا ته هو پاڻ ئي آهن اسين ته صرف نمت ماتر آهيون. هي سڀ ڪم سندن ئي پريرڻا سان پنهنجو پاڻ ٿيندا. ان ڪري اسان کي اهو غمان ئي نه ڪرڻ گهرجي ته اسان کان سواءِ ڪم ٿيندو ئي ڪونه. اهو چئي گرو واڻي مان هڪ درشٽانت

ڏناڻون .

درشٽانت :— امرتسر واري دربار تـي هر سال گرن جو ميلو لڳندو هو. اُن ميلي تي گھڻيئي سک اچي شيوا ڪندا هئا. هڪ دفعي پاسي واري ڳوٺ مان سنتو سنگهه نالي هڪ سک شيوا ڪرڻ آيو. هن اهڙي ته شردا ۽ لگن سان شيوا ڪئي جو ستگرو مهراج جن هن جي شيوا مان خوش ٿي ڪيس خوب آشيرواد ڏني. جنهن وقت سنتو سنگهه ستگرن کان موڪلائڻ آيو تنهن وقت ستگـرو مهراج جن ڪيس چيو ته ڀائي! اسين تنهنجي شيوا تـي ڏاڍا خوش ٿيا آهيون. اسانجي مرضي آهي ته ٻـه ٽي ڏينهن هتي رهي ڪم ڪي سميٽي پوءِ تون وڃ. پر سنتو سنگهه ڪين جواب ڏنو ته سائين مـان مجبور آهيان. منهنجا ٻـار ننڍا آهن گهر ۾ ٻيو ڪو ڪم ڪار ڪرڻ وارو ڪونهي. انهيءَ ڪري سڀ بُک مرندا. هـاڻي مان هڪ گهڙي ٻـه هتي نٿـو ترسي سگهان. گرو مهراج جن ڪيس خوب سمجھائي چيو ته اِهـا تون هت شيوا ڪر ستگرو تنهنجا ڪارج پاڙيهي ڪندو. پر سنتو سنـگهه گهر وڃڻ لاءِ ضد ٻڌي بيٺـو. آخر ستگرو مهراج جن لاچار ڪيس موڪل ڏني. پر وڃڻ وقت ڪيس هڪ چٺي پاسي واري ڳوٺ جي زميندار کي ڏيڻ لاءِ ڏني. سنتــو سنگهه اها چٺي خوشيءَ سان وٺي جو اهو ڳوٺ ته سندس ڳوٺ جي رستي

ڇڏي ڇڏيو.

سنتو سنگهه چلي وئي سنگرن کان موڪلائي پنهنجي ماڳ ڏانهن روانو ٿيو. رستي تي رکجي سنگرن واري چلي وڃي زميندار کي ڏنائين. چلي ملندي ئي زميندار پنهنجي پٽن کي گهرائي هن مهمان جي خوب شيوا ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هنن شيوڪن سندس ڪپڙا لاهي عطر ڦليل سان ڪيس اشنان ڪرايو، نوان ڪپڙا پارا ۽ کيس گدي تي وهاري هن جي خوب شيوا ڪرڻ لڳا. هي ويچارو ڪين خوب آزيون نيزاريون ڪرڻ لڳو ته موکي موڪل ڏيو ته مان وڃي پنهنجن پارن ٻيڙو ٿيان. پر هنن هن جي هڪ به نه ٻڌي ڪيس چيائون ته سنگرو مهراج جن هن چٺيءَ ۾ لکيو آهي ته هي چٺي آڻيندڙ سک اسان جو خاص شيوڪ آهي انکي اسان جو روپ ڄاڻي اُن جي خوب شيوا ڪندا ۽ ڪيس ڀاڻ وٽ ڇهن مهنن تائين روڪي سندس خوب خاطرداري ڪندا. سو توهان کي هتي اسان وٽ ڇهه مهنا رهڻو آهي. اسين گرو مهراج جن جي آگيا انوسار خوب شيوا ڪنداسين. توهان کي هتي ڪابه تڪليف نه ٿيندي.

ويچاري سنتو سنگهه گهڻئي حيلا هلايا پر زميندار سندس هڪ به نه ٻڌي. لاچار هڪ هڪ ڏينهن ٻهاڙ سمجهي گذاري لڳو. هن سمجهيو ته

منهنجي پٺيان منهنجا ٻار بک وگهي مري ويا هوندا. ڌنڌو ڌاري سڀ چوپٽ ٿي ويو هوندو. سنگرو مهراڄ الاجي ڪهڙن ڪرمن جي مونکي سزا ڏني آهي. هيڏي شيوا خاطري هوندي به سنڌس من هٽي اصل نه لڳو. هن کي گهر ٻار جي جهوري اٿئي پهر اندر ۾ لڳي پئي هئي. ان ڪري ڪيس ڪجهه به مزو نه پئي لڳو.

هوڏانهن سنڌس ڳوٺ وارن جڏهن ڏٺو ته سنتو سنگهه هيترن ڏينهن کان پوءِ به ميلي تان نه موٽيو آهي ۽ نڪا سنڌس ڪا خير خبر آهي سو ڪيس مئل سمجهي سهسائي ويٺا. هنن سڀني گڏجي صلاح ڪئي ته سنڌس ٻارن کي ڪنهن ڪم تي لڳائجي جيئن روزي روٽي ڪمائي سگهن. سنڌس وڏو پٽ هوشيار هو سو ڪيس هڪ دڪان ڪرائي ڏنائون ۽ ننڍي پٽ کي ڪپڙي جي دڪان تي ويهاريائون. هنن ٻارن جا ڀاڳ زور هئا. وڏي پٽ جو دڪان خوب هلڻ لڳو. هن اُن مان خوب پئسو ڪمايو ۽ رهڻ لاءِ وڏي پڪي جڳهه ٺهرائي. سنڌن ڏينهن ڦريا سو سٺو کائڻ ۽ پائڻ لڳا. هو ته اڳي کان اڳرا ٿي پيا. پوءِ جي هوندي رکو سکو کائي سادو سودو پائي گذران ڪندا هئا. هاڻ ته هو سکيا سهنجا ٿي پيا. ڪين پنهنجي پيءُ جي ياد به ڪانه رهي.

هوڏانهن ويچارو سنڌو سنگهه قيد ۾ بند قيدي وانگر هڪ ڏينهن ڳڻي ڪاٽيو. آخر سندس وقت پورو ٿيو. زميندار وڏي مان عزت سان سوکڙيون پاکڙيون ڏيئي کيس ودا ڪيو. هي رستي تي سوچيندو پيو اچي ته منهنجا يار مون بنان ڪاڄي ڪيئن ويا هوندا. الائي سندن ڪهڙو حال ٿيو هوندو. جيئن ڳوٺ جي ويجهو پهچندو ويو تيئن سندس دل زور زور سان ڌڪ ڪرڻ لڳي. آخر هو ڳوٺ ۾ پهچي ويو. پنهنجي گهر وٽ پهچي ڏٺائين ته اتي سندس جهوپڙي بدران محل جهڙي جڳهه لڳي پيئي هئي. ڊڄندي ڊڄندي ڪنهن کان پڇيائين ته هي ڪنهن جي جاء آهي؟ سندس ڳوٺائي کيس چيو ته ڀائي هي تنهن جي جاء آهي. جڏهن هو پنهنجن يارن سان مليو ته انهن کي ڏسي وائڙو ٿي ويو. هو سڀ اڳي کان اڳرا لڳا پيا هئا. ڪنهن ۾ ڪائنس اهو نه پڇيو ته هو هيترا ڏينهن ڪٿي هو؟ مرڳوئي سندس يارن چيس ته بابا! اسين سڀ تمام خوش آهيون توهين ڀلي وڃي دربار صاحب تي رهي سنگرن جي شيوا ڪريو.

هي سڀ ڏسي سندس گهمنڊ چور ٿي ويو. هن جو سوچيو هئو ته هن کان سواء يار بکه مري ويندا. سڀ ختم ٿي ويندو. اهو گمان ڪافور ٿي

ويس . سنتو سنگهہ چوڻ لڳو تہ ستگرو مهراج جـن
جي مايا ٻـي اننت آهي سڀ ڪجهہ ڪرڻ ڪرائـڻ
وارا هو پـاڻ آهن . منهنجي غير حاضريءَ ۾ ڳوٺاڻن
جـي من ۾ ويهي منهنجي ٻارن جي پالنا ۾ پـاڻ
ڪئي اٿن . هاڻي مونکي فڪر ڪرڻ جـي ڪهڙي
ضرورت آهي ؟

ڀرم ٻوڌنيہ سوامي جـن اهو درشنانت ٻڌائي
پريمين کي چوڻ لڳا تہ اسانجا ستگرو مهراج جاڻي
جاڻڻهار آهن. هردوار ۾ آشرم ٺهرائڻ جي اسان جي
ايڇا شا اوس پوري ڪيندي . هو ڪنهن پريميءَ جي
دل ۾ ويهي ڪيس هـن مهان ڪاريہ کـي پـورڻ
ڪرائڻ جي ضرور پريرڻا ڪيندا .

ڀرم ٻوڌنيہ سوامي جن جي جوتي جوت سمائڻ
کـان پوءِ سندن ڀرستين هردوار واري آشرم کـي
نـئون روپ ڏيـڻ لاءِ سوچيـو . اُن وقت شري
ٺاڪرداس جيڪو سندن انيہ ڀڳت آهي، جنهن جـو
پنهنجي ستگرن ۾ اٽوٽ وشواس آهي جنهن پنهن
جـي مڪان جو نالو ٿي گرو ڪرپـا رکيو آهي تنهن
ڀرم ٻوڌنيہ سوامي جن جو نالو امر ڪرڻ لاءِ اُتـي
آشرم سان گڏ سندن نالي تي ڌرمشالا ٺهرائڻ جـي
رٿ رکي . اهـا رٿ سڀني کي ڏاڍي وڻي ۽ نقشو
پاس ڪرائـي يڪدم ڪاريہ آرنڀ ڪرايو ويـو اُتي

شري ٺاڪرداس خود پاڻ ٻهي پنهنجي ديکه ريکه ۾ اها ڌرمشالا ۽ آشرم ٺهرايو. هن ڌرمشالا ۾ پندرهن وڏا ڪشادا ڪمرا آهن. هر هڪ ڪمري ۾ ڊبل بيڊ، ڊريسنگ ٽيبل، وهڻ لاءِ ڪرسي ۽ گڏو گڏ سنان جاءِ به آهي جيئن پريمين کي پورو پورو آرام ملي ۽ هو آرام پائي ستگرو مهراج جا گڻ ڳائين.

پرويش دوار جي ڀرسان ستگرو مهراج جن جو مندر ٺهرايو ويو آهي جنهن ۾ سنگهاسن تي براجمان ٿي شاندار مورتون برهما، وشنو ۽ مهيش سمان، وچ ۾ ستگرو سوامي ٽيئونرام مهراج هڪ پاسي پرم پوجنيه سوامي مادوداس مهراج ۽ ٻئي پاسي پرم پوجنيه سوامي سرواننڊ مهراج جون مورتون استاپت ڪرايون ويون آهن. هي مورتون تمام سهڻيون ۽ سندر آهن جن جو درشن ڪري من کي اپار شانتي ملي ٿي.

هردوار ۾ هيءَ ڌرمشالا پرم پوجنيه سوامي مادوداس ڌرمشالا جي نالي سان مشهور آهي. بس اسٽينڊ، اسٽيشن ۽ هرڪي پوڙيءَ جي ڀرسان هئڻ ڪري ياتري ڇڪجي هتي اچن ٿا ۽ درشن ڪري آرام پائي ستگرو مهراج جن جو گڻ گان ڪندا رهن ٿا. اِن طرح هن شردالو ششين پنهنجي ستگرو مهراج جن جو نالو هميشه هميشه لاءِ امر ڪري ڇڏيو آهي. هن ڌرمشالا ۽ آشرم جي ديکه ريکه جي



هردوار ۾ ٺهيل مندر ۽ ڌرمشالا

ذميواري شري رتنچند ڀاڳ پنهنجي مٿان کنيون آهي جو هو دهلي ۾ رهن ٿا ۽ وقت به وقت اُتان وڃي اُتان جي ديکھ ريکھ ڪري تمام سنڌر ويوسٿا ڪري رهيا آهن.

هي سنڌر ٻي جوڙ مورتون شري ٺاڪرداس ۽ شري مرليڌر ڪرناڻيءَ ڀاڳ پنهنجي ديکھ ريکھ ۾ جئپور جي سڌ هست مورتيڪار کان وٺي شرڌا ۽ لگن سان ويهي ٺهرايون آهن. شري مرليڌر جي پرم پوجنيه سوامي جن جي الکھ الکھ سروين جون سنڌر مورتون ٺهرائڻ جي وشيش رچي رهي آهي. اهي سنڌر مورتون ٺهرائي هنن ديش وديش ۾ موڪليون آهن جيئن پرم پوجنيه سوامي جو درشن پاڻي پريمي پرسن ٿين.

سرڳي شري پرشوتم داس جن جا ڇهه ئي سپتر شري چيلانند، شري ٺاڪرداس، شري رتنچند، شري آسنداس (آشا)، شري ٽيڪمداس، شري راجارام ۽ سندن ڪٽنب پريوار جا سڀ ڀاتي پرم پوجنيه سوامي جن جي وڏي شرڌا سان شيوا ڪري جيون سڦل بڻائي رهيا آهن.

پرم پوجنيه سوامي جن هڪ پاسي پنهنجي ستگرو مهراج جن جي سکيائن جو پرچار ڪري سندن يش ڦهلائڻ لاءِ آشرم جوڙائي رهيا هئا. ٻئي پاسي مانو شيوا ۽ سماجڪ ڪارين ۾ به پنهنجو يوگ

دان ڏيندا رهيا. سندن دل ۾ دين دکين لاءِ ديا ۽ ڪروڻا هئي. پرم پوڄيه سوامي جن چوندا هئا ته دين دکين جي سيوا ئي پرماتما جي سيوا آهي. پرماتما دين دکين جي دل ۾ واس ٿو ڪري انڪري پرماتما کي دين بندو يعني دکين جو همراهه ۽ دينانات يعني دکين ۽ ڏکين جو مالڪ چيو ويو آهي. هو چوندا هئا ته —

## خالق منجهه خلق

## خلق منجهه خالق

پرماتما هر هڪ پراڻيءَ ۾ نواس ڪري ٿو ان ڪري پراڻي ماتر جي سيوا ئي پرماتما جي سيوا آهي. جيڪڏهن توهين ٻين تي ديا ڪندا ته پربو توهان تي ديا ڪندو. اهو قدرت جو قانون آهي ته جيڪڏهن توهين ٻين کي سکي ڪندا ته پرماتما توهان کي سکي ڪندو.

ان ڪري اسان کي من ڪرم ۽ وچن سان ٻين کي سک ڏيڻ گهرجي. دکين جي سيوا ڪرڻ سان اسان جو من نرمل ٿئي ٿو ۽ اسان کي اندر جي سچي خوشي حاصل ٿئي ٿي.

اها ڳالهه ڪوئي سمجهائڻ لاءِ ته دريدر نارائڻ جي سچي سيوا ئي پرماتما جي سيوا آهي پرم پوڄيه سوامي جن هڪڙو درشٽانت ٻڌائيندا هئا.

درشٽانت :- هڪ پرماتما جو سچو ڀڳت هو. هو ويچارو موچڪو ڪم ڪندو هو. جُتيون ٺاهيندي ٺاهيندي هو اٺئي پهر پرماتما جو سمرڻ ڪندو رهندو هو. هن جو هٿ ڪاڄ ۾ ۽ من محبوب ڏانهن رهندو هو. سندس دل ۾ پرماتما کي ڏسڻ لاءِ تڙپ هُئي. هو چاهيندو هو ته بس هڪ دفعو پرماتما جو درشن ٿي وڃي.

پرماتما پنهنجي هن پياري جو عرض اونايو. هڪ ڏينهن ڪيس پرماتما سپني ۾ چيو ته تون منهنجو پيارو ڀڳت آهين اسين تنهنجي ڀڳتيءَ ۽ سيوا سان ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. ان ڪري تنهنجي منوڪامنا پوري ڪرڻ لاءِ سڀاڻي اسين تو وٽ اچي توکي درشن ڏيئي تنهنجو من پرسن ڪنداسين.

هيءُ سپنو ڏسي هي ڀڳت ڏاڍو خوش ٿيو. صبوح جو اُٿندي شرط سنان ڪري صاف ڪپڙا پاتائين سڄي گهر کي ليپو پاتائين ۽ پرماتما جي وهڻ لاءِ صاف سٿرو آسڻ وڇايائين. ڀڳوان کي ڀوڳ لڳائڻ لاءِ شوڌا سان خوب طعام ٺاهيائين. اهڙي نموني سڄي تياري ڪري دروازي ۾ اکيون وجهي بيتابيءَ سان پرماتما جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. سندس لاءِ هي انتظار جون گهڙيون ڏاڍيون وڏي ويئون. هڪ هڪ پل ورهه سمان ٿي پيو.

انتظار ڪندي مٿان اچي ٻن پهرن جو وقت

ڏيو. ايتري ۾ ڪنهن در کڙڪايو. سوچڻ لڳو آخر انتظار جون گهڙيون ختم ٿيون ۽ منهنجو محبوب اچي ويو. سندس دل روز سان ڌڙڪڻ لڳي. ڏڪندي ڏڪندي دروازو کوليائين. دروازو کولڻ سان ڏسي ته سندس پراڻو دوست جيڪو سالن کان وڇڙي ويو هو سو ڦٽيءَ حال سامهون بيٺو آهي. کيس پيار سان اندر وٺي آيو ۽ سندس حال چال پڇيائين. سندس دوست کيس چيو ته پاڻي مونکي ڏاڍي بک لڳي آهي. مون ٻن ڏينهن کان ڪجهه به نه کاڌو آهي. انهيءَ کري مونکي ڪجهه کائڻ لاءِ ڏي. اهو ٻڌي ويچارو پشو پيش ۾ پئجي ويو ته ڇا ڪريان. مون وٽ هن وقت ته صرف ٻچڙن لاءِ تيار ٿيل سامگري آهي. آخر سوچيائين ته اڌ مان ڪجهه هن کي کارائي باقي ٻچڙن لاءِ رکي ڇڏيان. سو اڌ مان ٿوري سامگري کڻي پريم سان پنهنجي دوست اڳيان رکيائين. هو ويچارو جو ٻن ڏينهن کان بکيو هو سو جهٽ پٽ اهو کائي ويو ۽ کيس چيائين ته پاڻي ٿوڙو ڪجهه ٻيو به ڏي جو منهنجو اڃا پيٽ نه ڀريو آهي. ويچارو ويو ۽ بچيل سامگري کڻي اچي هن اڳيان رکيائين. اهو سڀ ڪجهه کائي هو ترپت ٿي ويو کيس خوب ڌنيواد ڏيڻي آن آسڻ تي وڃي سمهيو جيڪو هن ٻچڙن لاءِ ٺاهيو هو. هو ويچارو ڏاڍو ڏکل هو سو کيس ليٽندي ئي ننڊ

ڪٽي ويٺي.

ٿوري دير کان پوءِ آسمان ۾ بادل ڇانئجي ويا ۽ زور سان برسات پوڻ لڳي. اُن وقت ڪنهن زور سان دروازو کڙڪايو. سوچڻ لڳو تہ شايد هاڻ منهنجو پريتم اچي ويو آهي. پر هاڻ مان ڪيئن ڇا کارائيندس هون وٽ تہ ڪجهہ نہ بچيو آهي ۽ ڪيئن کٽي ويهاريندس. هن آسڻ تي هيءُ منهنجو پيارو دوست سمهيو پيو آهي. اِنهيءَ پڄاڻ ۾ جيئن ئي دروازو کوليائين تہ ڏسي تہ دروازي تي هڪ استري پنهنجي ٻار کي ٻاندريءَ وانگر سيني سان چپڪائي ڏڙ ڏڙ سيءَ ۾ ڪنبي رهي آهي. بخار ۾ سندن شرير تتي وانگر تپي رهيو هو. هن ڪيئن دين هن ٿي ٿوري وقت لاءِ پاڻ وٽ شرڻ ڏيڻ لاءِ ويلتي کٽي. هن پڪت کي هن تي قياس اچي ويو سو ڪيئس اندر وٺي اچي پاڻ لاءِ سڪا ڪپڙا ڏنا ۽ پيئڻ لاءِ گرم گرم کير ڏنو. جڏهن برسات بند ٿي تڏهن اُها اِستري ڪيئس دعائون ڏيندي پنهنجي ٻار کي کڻي پنهنجي ماڳ ڏانهن هلي وئي.

ٿوري دير کان پوءِ سندس دوست ننڊ مان اٿيو ۽ ڪيئس خوب ڌنيواد ڏيئي ڪانئس موڪلائي هلڻ لڳو. جيئن هو پنهنجي دوست کي آڳيرو

ڪري آيو تيستائين هن ماڻهن جو ميڙاڪو ڏٺو. جگياسا وس هو اُن طرف هليو ويو. اُتي هن ڏٺو ته هڪ اڌ ننگي ٻار کي ڪوهجي وارو ماري رهيو هو ۽ ٻيا سڀ ماڻهو تماشبين بڻجي اُهو لقاءُ ڏسي رهيا هئا. هن ڀڳت ابهم ٻار کي مار کائيندو ڏسي دل ڀسيجي ويئي ۽ يڪدم ٻار کي گوديءَ ۾ کڻي اُن ڪوهجي واري کان پڇيو ته ڀائي هن ويچاري کي تون بي رحميءَ سان ڇو ماري رهيو آهين. تنهن تي اُن ٻڌايس ته هن ٻار مون کان مٺائي وٺي کاڌي ۽ هاڻ چوي ٿو ته مون وٽ پئسا ڪونهن.

هن ڀڳت اُن ٻار کان پڇيو ته تو هن کان مٺائي وٺي کاڌي؟ تنهن تي ٻار چيو ته مان ٻن ڏينهن کان بکيو آهيان بک ۾ بيحال ٿي مون هن کان مٺائي وٺي کاڌي. پر مون وٽ ته پئسا ڪونهن جو مان هن کي ڪٿان ڏيان. پئسن نه ڏيڻ جي ڪري هي مون کي بي رحميءَ سان ماري رهيو آهي. هن ڀڳت اُن ٻولي معصوم ٻار تي قياس کائي ڪوهجي واري کان ٻي مٺائي وٺي ٻار کي کارائي ۽ اُن جا سڀ پئسا ڏيئي ٻار جي مٿي تي پيار سان هٿ ڦيريندي پنهنجي گهر آيو.

سڄو ڏينهن انتظار ڪندي هو ڏاڍو ٿڪجي پيو هو سو جلدي کيس ننڊ اچي ويئي. سپني ۾ ڀڳوان کيس درشن ڏيئي چيو ته مان تنهنجي سچي دل-ي

پڪار سڻي اچ تو وٽ ٽي دفعا آيس ۽ تو منهنجي
سچي دل سان شيوا ڪري مونکي ڏاڍو پرسن ڪيو.
پهرين مان تنهنجي هڪڙي دوست جي روپ ۾ آيس
۽ تو مونکي خوب سوادي طعام کارائي مونکي
ترپت ڪيو ۽ مون توکي خوب آشيرواد ڏني. ٻئي
دفعي مان اُن بي سهاري بيمار اِستريءَ جي روپ
۾ سيءَ ۽ برسات ۾ ڏڪندي آجهي جي لاءِ تو وٽ
آيس اُن وقت تون مون تي قياس کائي سهارو ڏنو.
سڪل ڪپڙا پارائي گرم کير پياري منهنجو ڏک دور
ڪيو. اُن وقت مون تنهنجا ڏاڍي شڪرانا مڃيا.
ٽئين دفعي مان تو وٽ اڄ ننڍي ٻڪڙي ٻار جي روپ
۾ آيس تو پيار سان منهنجي رکيا ڪري منهنجي
پيٽ جي ۽ پيار جي بک مٽائي.

دين دکين جي شيوا ڪرڻ جي منوڪامنا سان
پرم پوڄيه سوامي جن پشڪر راج واري آشرم ۾
هڪ ڪمرا خاص اِسپتال لاءِ ٺهرايا هئا. سندن اِها
آڀلاشا هئي ته ڌرمائو اسپتال کولي دين دکين جي
شيوا ڪري اُنهن جو دک دور ڪرڻ گهرجي.

پشڪر راج واري آشرم جو ڪارڄ قريب قريب
پورڻ ٿي چڪو هو. هاڻي اُتي شري ڀڳوانداس
مياڻيءَ جي شيوا جو سنڪلپ پورڻ ٿي چڪو هو.
سو ڪين چئاڻون ته توهان جو هيءُ يگيه پورڻ ٿي
چڪو آهي. اِنهيءَ ڪري اسان جي اِها منوڪامنا

آهي ته اجمير ۾ هڪ جسلوڪ جهڙي وڏي اسپتال ٺهرائجي جتي دين دکين جي ڊرمائو شيوا ٿي سگهي. اجمير ۾ تمام گهڻا غريب ٿا رهن جن ۾ وڏا خرچ پري علاج ڪرائڻ جي سمرٿي ناهي. اُنهن ٻُڌن ۽ مجبور دکين جي سهائتا لاءِ هڪ اسپتال کولائڻ گهرجي جيئن اُهي دکي جيءُ دل سان دعا ڏين.

پرم پوجنيه سوامي جن اُن باري ۾ ڊاڪٽر چيتن، ڊاڪٽر چمنداس ۽ ٻين سماج شيوڪن سان صلاح ڪئي. سوچ ويچار ڪرڻ کان پوءِ اُن اسپتال لاءِ آشا گنج ۾ زمين ورتي ويئي جتي تمام گهڻا غريب وسيل آهن.

هن وڏي اسپتال لاءِ تمام گهڻي ڌن جي ضرورت هئي. پرم پوجنيه سوامي جن ته مهان داتي هئا سو هنن هن مهان يگيه ۾ ڪم جي ٽڪڙي شروعات ڪرڻ لاءِ سڀ کان اول پاڻ خود اڳتي وڌي تمام وڏي رقم پنهنجي طرفان دان طور ڏني ۽ ان وقت اوڏي ئي وڏي رقم شري ڀڳوانداس مياڻي ۽ کان به دان طور ڏياريائون ته جيئن ڪم تڪڙو گهڻ هلي سگهي. ايڏي وڏي رقم ملڻ کان پوءِ سڀني کي وشواس ٿي ويو ته هاڻي هي ڀڳيرٿ ڪاريه آرس ٿي پورڻ ٿيندو. ۽ پوءِ سڀو مهورت ڏسي هن شڀ ڪاريه جي شروعات ڪرڻ



سوامي جن مياڻي اسپتال جي استاپنا ڪندي

لاءِ پرم پوجنيہ سوامي جن پنهنجن پوتر هٿن سان پيڙهہ جو پٿر رکيو. هن اُتسو تي شري ڀڳوانداس مياڻيءَ ۽ شهر جا ٻيا معزز ماڻهو حاضر هئا. اُن وقت پرم پوجنيہ سوامي جن شري ڀڳوانداس مياڻيءَ کان سنڪلپ ڪرائي ڪانئس هن ڪم کي پورڻ ڪرائڻ جو سنڪلپ ڪرايو. شري مياڻي کي چياؤن ته هيلتائين جيڪا سيوا توهان آشرم جي ڪندا رهيا آهيو اُن لاءِ اسين توهان کي ڌنيواد ٿا ڏيون هاڻي اُها سيوا توهين آشرم جي بدران هن اسپتال ۾ ڪندا رهندا ۽ هن اسپتال جو نالو اڄ کان "مياڻيءَ اسپتال" رهندو.

ان کان پوءِ پرم پوجنيہ سوامي جن جي آگيا اُنوسار شري مياڻي جن هن اسپتال کي ٺهرائڻ ۾ سيوا ڪندا رهيا آهن.

پرم پوجنيہ سوامي جن ٻنهي هٿن سان سماجڪ ڪاريہ ۾ دان ڏيندا رهيا. پرم پوجنيہ سوامي جن اُهي راجا وانگر مهان داني هئا، جنهن پنهنجي محل ۾ چار دروازا ٺهرايا هئا. هو صبوح جو هڪ دروازي کان دان ڪندو هو ته ٻن پهرن جو ٻئي دروازي کان دان ڏيندو هو، شام جو ٽئين دروازي کان دان ڪندو هو ۽ رات جو سمهڻ کان اڳ هو چوٿين دروازي کان دان ڪندو هو.

هڪ ڏينهن ڪنهن ياچڪ راجا کي چيو تہ مهراج ڪالهہ مون توهان کان ڇنڊي دروازن تي ڦري ڦري ڏان ورتو پر توهان مونکي نہ سڃاتو. تنهن تي راجا چيس تہ آدا! ڏيڻ وارو بہ اهو آهي تہ وٺڻ وارو بہ اهو آهي پوءِ اسان کي ڏسڻ جو حق ئي ڪهڙو آهي.

پرم پوجنيہ سوامي جن سکيا جي ڪيتري ۾ خوب يوگدان ڏنو. سندن اها مانيتا هوندي هئي تہ علم انسان کي نيڪ بڻائي ٿو. علم پراپت سان انسان وويڪوان بڻجي پاپ کان پاسو ٿو ڪري. علم انسان جو گيان وڌائي ٿو ۽ گيان وڌڻ سان اُن جو مان شان وڌي ٿو. علم جي مهتو جي باري ۾ سوامي جن هي پڙهن چوندا هئا -

شبد - سر تلنگ

چاهہ ڪري تون علم پراءِ

جڳ ۾ پنهنجو شان وڌاءِ

1. علم انسان کي نيڪ بڻائي

پاپ ڇڏائي ڌرم وڌائي

وويڪوان بڻاءِ پريتم

2. علم انسان جو گيان وڌائي

مان وڌائي شان وڌائي

سچي ڏي ساڃاهہ پريتم

3. علم انسان جي انڌو ڪولي
وچن انڌولي مکه سان ٻولي
شانتي پڻ ۾ سماءِ پريتم
4. ماڻو علم سان بڻي انسان
نيڪ نشان پريم پرڏان
علم ٿي عمل ڪماءِ پريتم

پرم پوڄنيه سوامي جن خاص ڪري استري شڪشا کي گهڻو مهتو ڏيندا هئا. سندن ويچار هو ته استري اُڏان لاءِ اوچ شڪشا جو هجڻ تمام ضروري آهي. سماج ۾ استريءَ کي اُچت مان سنمان ملڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته جتي استريءَ جي عزت ڪئي وڃي ٿي اُتي ديوتا واسو ڪن. استريءَ کي اهو مان سنمان ۽ يوڳيه استان صرف شڪشا ڏيارڻ ٿي ملي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري پرم پوڄنيه سوامي جن استري شڪشا تي تمام گهڻو زور ڏيندا هئا. هو چوندا هئا ته استري ديپڪ جي سمان آهي جيڪا سڀي ڪل کي روشن ڪري سگهي ٿي. هو مريادا جي پتلي آهي ۽ استريءَ ڏيارڻ سماج ۾ سڌار آڻي سگهي ٿو.

جيڪي به سنسار ۾ مهان ماڻهو ٿيا آهن اُنهن جي مهانتا جي پٺيان استريءَ جي پريرڻا رهي آهي. ڇترپتي شواجيءَ جي مهانتا جي پٺيان سندس ماتا جيجا ٻائيءَ جي پريرڻا هئي. جڳت گرو شنڪراچاريه

مهان شخصيت جي پٺيان سندس ماتا جي پريرڻا هئي. ماءُ جي گود ٻار لاءِ پهريون ۽ سڀ کان مهتوپورڻ ودياليه آهي جيڪي سنسڪار ماتا جي دئاران هو پراپت ڪري ٿو اُهي جيون ڀر اُن ۾ رهن ٿا. شڪشت ماتا ئي اوچ سنسڪارن دئاران مريادا وارا وويڪي اِنسان ٺاهي سگهي ٿي جيڪي سماج ۽ ديش جو نالو روشن ڪندا.

ان ڪري پرم پوڄيه سوامي جن سرڳي جهمٽمل ٽلواڻيءَ کي نياڻين لاءِ ڪاليج کولڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ اُن ڪم ۾ پورڻ سهيوگ ڏنائون. سندن پريرڻا سان ئي هي ڪاليج کلي سگهيو. پرم پوڄيه سوامي جن هر سال ستين جولاءِ تي هن ڪاليج ۾ پڙهندڙ پنهنجن هٿن سان نياڻين ۾ ڪتاب ۽ ڪپڙا وغيره وراهيندا هئا.

هن ڪاليج جي وديارٿين جي سال ۾ هڪ دفعو اين. ايس. ايس ڪئمپ لڳندي آهي. پرم پوڄيه سوامي جن اُها ڪئمپ هميشه پنهنجي پشڪر واري آشرم ۾ لڳارائيندا هئا. جتي هر روز خود وڃي نياڻين کي ڦل ۽ مٺايون وراهي ڏيندا هئا. سندن سهوليت ۽ سلامتيءَ لاءِ جوڳو بندوبست ڪندا هئا.

جڏهن پهرين دفعي هي ڪئمپ پشڪر راڄ واري آشرم ۾ لڳائي هئي تڏهن پرم پوڄيه سوامي جن نياڻين جي سلامتيءَ جي لاءِ سڄي باؤنڊري



شڪشا جي کيتر ۾ سوامي جن جو يوگ دان

وال ٿي ٿي ڦٽ مٿي ڪري سڄي آشرم کي مضبوط قلعي جو روپ ڏيئي ڇڏيو جيئن ڪوبه ٻاهرين ماڻهوءَ جي نظر اندر نه پهچي سگهي.

هن مهان ڪاريه لاءِ آشيرواد وٺڻ لاءِ سرڳواسي شري جهمٽمل ٽلواڻي ۽ دادي سندري ڪيولراماڻي وقت به وقت سندن شرڻ ۾ ايندا رهندا هئا. پرم پوڄيه سوامي جن کين مان سنمان ڏيندا هئا. هو ودوانن جو خوب قدر ڪندا هئا ۽ کين يٿا يوڳيه سنمان ڏيندا هئا. جڏهين به هو کين پنهنجي ڪاليج ۾ اچڻ جي نينڊ ڏيندا هئا تڏهن پرم پوڄيه سوامي جن وڏيءَ خوشيءَ سان اُٿي وڃي نياڻين کي سکياداڻڪ پرووچن ڏيندا هئا.

پرم پوڄيه سوامي جن کين چوندا هئا ته سلڇڻي ڌيءَ ٻه ڪل تاري ٿي، هڪ پيڪو ۽ ٻيو ساهرو ڪل. پيار، سيوا ۽ تياڳ دئاران گهر کي سرڳ بڻائي سگهي ٿي. استري پرڪرتي جو روپ آهي جيئن پرڪرتي سدا سڀ ڪجهه ڏيندي رهي ٿي تهڙي نموني استري به سوشٽيءَ جي روپ سمان هميشه ڏيندي رهي ٿي. ان ڪري ئي ته سندن سمرڻ وڏي آدر سان هن ريت ڪيو وڃي ٿو—

آهليا، دروپدي، سيتا
تارا، مندودري تٿا

## پنج ڪنيا سمري نتيم

مها پاتڪ ناشنم.

اهليا، دروپدي، سيتا، تارا ۽ مندودري پنهنجي جيون ۾ اهڙو ته تياڳ ۽ تپسيا ڪئي آهي جو صبوح جو اُنهن جو سمرڻ ڪرڻ سان سڀني پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. استري شڪتيءَ جو روپ آهي، اٻلا نه پر سبلا آهي. انهيءَ ڪري توهين پنهنجي شڪتيءَ کي سڃاڻي سڀ ڪجهه پراپت ڪري سگهو ٿيون. اهڙي نموني پرم پوجنيه سوامي جن هميشه کين اڳتي وڌڻ لاءِ پريرڻا ڏيندا رهندا هئا.

پرم پوجنيه سوامي جن کي ننڍين ٻارن سان به ڏاڍو لڳاءُ هو. سوامي جن ڪڏهن ٻارن کي پيار ڪرڻ لاءِ ٻالڪن جي ٻاريءَ ۾ هليا ويندا هئا. سال ۾ هڪ دفعو ٻالڪن جي ٻاريءَ جي سڀني ٻارن کي آدرش نگر واري آشرم تي گهرائي کين خوب پيار ڪندا هئا اُن ڏينهن آشرم ۾ خوب چهل پهل مچي ويندي هئي. ٻارن کي سوادي کاڌو پنهنجن هٿن سان کارائي خوش ٿيندا هئا. ٻارن کي خوب پرساد ۽ پڪوان ڏيئي آشيرواد ڏيندا هئا.

پرم پوجنيه سوامي جن چوندا هئا ته ٻار آئينده جا آڌار آهن. جهڙا سنسڪار هنن ۾ ٻچپڻ ۾ ٿيندا وڏي هوندي هو اهڙا ئي انسان ٺهندا. انهيءَ ڪري ٻالڪن جي ٻاريءَ جهڙي سنسٿائن جو اهو

فرض آهي ته هنن نازڪ ڪلين کي ٽئي واءُ کان بچائي ٻرائي کان پاسو ڪرائي سٺا سنسڪار وجهن. راند روند ۽ ڪسرت دئاران ٻارن جو شاريرڪ وڪاس ڪرائڻ گهرجي جيئن هو مضبوط انسان بڻجي طاقتور سماج جو پايو وجهن. ٻارن کي خوش رکڻ لاءِ کين وندرائيندڙ آکاڻيون ٻڌائڻ گهرجن ۽ ٻالڪن جي ٻاريءَ جي پتريڪا ڦلواڙي پڙهڻ لاءِ اُتساهت ڪرڻ گهرجي جيئن سٺو ساهتيه پڙهي هو سٺا گڻ پراپت ڪري سگهن.

پرم پوجنيه سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ جي ٻارن جي وچ ويهي کين اِها سکيا ڏيندا هئا ته ماتا پتا ۽ گرو جي خوب شيوا ڪري اُنهن جو سنمان ڪن. ٻارن جي لاءِ ماءُ ٻيءُ ئي ڀڳوان جي سنمان آهي. اُنهن جي شيوا ڪري پنهنجو جيون سڦل بڻائي سگهن ٿا. ماءُ ٻيءُ جي آشيرواد سان هو سڀ ڪجهه پراپت ڪري سگهن ٿا. اِنهيءَ ڳالهه کي سمجهائڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن هن جهڙا سکيادايڪ درشٽانت ڏيندا هئا.

درشٽانت :— ڏکڻ ڀارت جي هڪ ڳوٺ ۾ وٺل ٿالي هڪ ٻار رهندو هو. سندس ماءُ ٻيءُ ٻڍا ۽ اپاهج هئا. هو پنهنجي ماءُ ٻيءُ جي پيار ۽ لگن سان اٺئي پهر شيوا ڪندو هو. صبح جو اُٿڻ شرط کين صفائي سان اِشنان ڪرائي. اُنهن جي لاءِ پنهنجن ڪومل هٿن

سان ڀوڄن تيار ڪندو هو. ڀوڄن تيار ڪرڻ کان پوءِ سڀ کان پهرين هو پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڀڳوان سمجهي ڪين پنهنجن هٿن سان ڀوڄن ڪرائيندو هو. اُن کان پوءِ هو سڄو ڏينهن مزدوري ڪري بازار مان ماءُ پيءُ لاءِ شيون خريد ڪري وري اچي سندن شيوا ڪندو هو. رات جو ڪين ڀوڄن ڪرائڻ کان پوءِ سندن شرڌا سان پير دٻائي ڪين پياري سمهارڻ کان پوءِ ئي پاڻ سمهندو هو.

اهڙي نموني ماتا پتا جي انڌي پُٽ شيوا ڪندي ويچاري وٺل کي اها به سڌ نه رهندي هئي ته ڪڏهن ڏينهن ٿيو ۽ ڪڏهن رات ٿي. ڀڳوان هن ٻالڪ جي شيوا تي بيحد خوش ٿيو سو سندس پريکيا وٺڻ لاءِ سندس جهوپڙيءَ جي ٻاهر اچي بيٺو ۽ کيس ٻاهر اچڻ لاءِ سڏ ڪيائين پر وٺل چيو ته مان هن وقت پنهنجي ماتا پتا جي شيوا ڪري رهيو آهيان انڪري ٻاهر نٿو اچي سگهان. اُن تي ڀڳوان چيس ته مان ڀڳوان آهيان تو سان ملڻ آيو آهيان جي تون ٻاهر نٿو اچي سگهين ته مان اندر اچان؟ وٺل ڀڳوان کي نمرتا سان جواب ڏنو ته ڀڳوان مونکي معاف ڪجو جو مان توهانکي اندر نٿو گهرائي سگهان جو توهانجي اندر اچڻ سان منهنجي ماءُ پيءُ جي شيوا ڪرڻ ۾ رخنو پوندو. انهيءَ ڪري توهان کي ٻاهر ئي ويهي انتظار ڪرڻو پوندو. اهو چئي



سوامي جن [illegible] ي ٻاريءَ ۾ ٻارن کي وندرائيندي

هڪ سر چوڏهپ ڀڳوان جي وهڻ لاءِ ڪيس ڏني. چاڪاڻ ته سندس جهوپڙيءَ ۾ اُن ڪانسواءِ ٻي ڪابه شيءِ وهڻ لاءِ ڪانه هئي.

ڀڳوان اُن ڀڳت جي شردا سان ڏنل سر تي ويهي سندس اِنتظار ڪرڻ لڳو. وٺل پنهنجي ماءُ پيءُ جي سمپورڻ سيوا ڪرڻ کان پوءِ ڀڳوان جي سيوا ۾ حاضر ٿي ڪانئس ٻاهر ويهي اِنتظار ڪرڻ جي معافي وٺي سندس چرڻ وندنا ڪئي. ڀڳوان ٻالڪ وٺل جي سر تي آشيرواد جو هٿ ڦيريندي خوش ٿي چيو ته ڀڳت وٺل! تنهنجي ماتا پتا جي هن اوچ ڪوٽيءَ جي ڀڳتي ۽ سيوا تي مان بيحد خوش ٿيو آهيان ۽ توکي وردان ٿو ڏيان ته ماءُ پيءُ جي هن انمول سيوا جي ڪري تون سدا امر رهندين. اهو چئي ڀڳوان جنهن سر تي ويٺل هو اُتي ڀڳوان جي ويٺل پٿر جي مورتي ٺهي ويئي جنهنکي اڄ به وٺل ڀڳوان جي نالي سان پوڄيو ويندو آهي.

وٺل ڀڳوان جي هيءَ آکاڻي ٻڌائي سوامي جن ٻارن کي چيو ته توهين به ماتا پتا جو آدر ۽ سيوا ڪري شروڻ ڪمار وانگر پاڻ کي امر بڻائي سگهو ٿا. ماتا پتا جي سمان جيون کي بڻائڻ ۾ گروءَ جو وڏو مهتو آهي. گروءَ ۾ شردا رکي اسين گروءَ کان سچو گيان پراپت ڪري سگهون ٿا. گرو ڪيترو به گياني ۽ يوگيہ هجي پر جي اسان جي من ۾ اُن لاءِ

شرڌا ۽ آدر نہ هوندو تہ اسين هن ڪان ڪجهہ بہ نہ سکي سگهندا اسين. ايڪلويہ پنهنجي شرڌا ۽ ڀڳتي جي ٻل تي گروءَ جي مورتي ٺاهي گروءَ ڪان دور رهندي بہ اهو ڪجهہ پراپت ڪيو جيڪو ڪوروءَ پانڊو گروءَ جي سامهون رهندي بہ پراپت نہ ڪري سگهيا. انهيءَ ڪري گروءَ جي لاءِ سدائين دل ۾ آدر جي ڀاونا رکڻ تہ سڀ ڪجهہ پراپت ڪندا.

چوڻي آهي تہ

با ادب با نصيب

بي ادب بي نصيب

پرم پوجيہ سوامي جن چوندا هئا تہ ٻالڪن جي ٻاريءَ جهڙيون سنسٿائون ڪوئي ٻارن جي چريتر کي ڍاهڻ گهرجي. ٻارن ۾ سنسڪار وجهڻ آهي جڙ کي پاڻي ڏيڻ. وڏي هوندي جڏهن پڪا ٿي ٿا وڃن تڏهن انهن ۾ سنسڪار مشڪل ٿا پون. ان وقت سنسڪار وجهڻ آهي پَنن کي پاڻي ڏيڻ جي برابر.

انهيءَ ڪري پرم پوجيہ سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ جي ٻارن جي وچ ۾ وڃي ڪين سنڌر سکيائون ڏيندا رهندا هئا. پرم پوجيہ سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ جي پالڪارن کي چوندا هئا تہ جڏهن بہ ٻالڪن جي ٻاريءَ جي پڪنڪ رکو اها اسان جي آشرم ۾ رکو. هو ڪين چوندا هئا تہ ٻارن

جي ٻوڇن جو ٻندوبست آشرم جي طرفان ڪيو ويندو. ٻوڇن کان سواءِ پرم پوجنيه سوامي جن ٻارن کي ڦل، مٺايون ۽ ٻيون کائڻ جون شيون خوب کارائي خوش ٿيندا هئا. پرم پوجنيه سوامي جن ٻارن کي ڀڳوان جو روپ سمجهي کين خوب پيار ڪندا هئا. کين چوندا ئي هئا ٻال ڀڳوان.

پرم پوجنيه سوامي جن هميشه پنهنجن پريمين کي وڌڻ ويجهڻ جي آشيرواد ڏيندا رهندا هئا. سندن آشيرواد ۽ ڪرپا سان پنهنجو پرشارٿ ڪري سندن پريمي هاڻي روزيءَ روٽيءَ جي فڪر کان آجا ٿي پنهنجا آجها ٺاهڻ لڳا. سڀ مڪان ٺاهڻ لاءِ شهر ۾ جڳهه نه هئڻ ڪري هو شهر کان ٿورو ٻاهر ڪالونيون ٺاهي سڀ ڪشادا مڪان ٺاهي سک سان رهڻ لڳا.

اهڙي نموني ٺهرو هائوسنگ سوسائٽي ٺهي هئي. سوسائٽي وارن اجيه نگر ۾ پهاڙيءَ تي شاهي زمين ورتي اُتي پلاٽ ٺاهي پنهنجن ميمبرن کي ورهائي ڏنا. هي پلاٽ شهر کان ٿورو پري هئڻ ڪري ميمبر اُتي مڪان ٺهرائڻ جي همت ئي نه پيا ڪن. آخر ڪن پريمين همت ڪري اُتي مڪان ٺهرايا. پر اُنهن مڪانن کي واٽر ورڪس وارن پاڻيءَ جا ڪنيڪشن شهر ۾ پاڻيءَ جي تنگي هئڻ ڪري نه ڏنا.

اُنهن پريمين ويچار ڪيو ته ٻڌان پاڻيءَ تي

هتي رهڻ محال آهي . پاڻي ئي جيون آهي بنان
پاڻيءَ هڪ ڏينهن گذران ڪرڻ به ممڪن ناهي .
انهيءَ سمسيا جو سماڌان ڪرڻ لاءِ سڀ پريمي پرم
پوجنيہ سوامي جن وٽ آيا . پرم پوجنيہ سوامي جن
ڪين سمجهاڻ ڏنو ته پنهنجي ڪالوني ۾ وڏو کوهه
کوٽائين ۽ اُن تي موٽر لڳائي سڀني گهرن ۾ پاڻي
پهچائين . سڀني پريمين کي اهو سمجهاڻ ڏاڍو وڻيو .
پرم پوجنيہ سوامي جن جي آشيرواد وٺي مهورت
ڪيائي کوهه جي کوٽائي جو ڪم چالو ڪيائون .
ٿورن ئي ڏينهن ۾ کوهه کوٽجي تيار ٿي ويو .
سنگرو مهراج جن جي ڪرپا سان اُن ۾ جلدي پاڻي
جي سٺي سير نڪتي .

اجيہ نگر نورو هائوسنگہ سوسائٽي جا سڀ
پريمي ڊوڙندا آيا خوش خبري ٻڌائڻ لاءِ پرم
پوجنيہ سوامي جن جي شرڻ ۾ آيا ۽ ڪين نماڻي
وينتي ڪيائون ته سٺو مهورت ڏسي اُتي هلي
پنهنجن سڳورن هٿن سان کوهه ۾ چنبو وجهن
جيئن اُن مان مٺو پاڻي نڪري جيئن سڀ پريمي
اهو امرت پي سگهن سان ڪالونيءَ ۾ رهن .

پرم پوجنيہ سوامي جن ڪين آئت ڏيندي چيو
ته آسين توهان جي وينتي سويڪار ٿا ڪريون ۽
اُتي اچي پنهنجي سنگرو مهراج جن کي عرض
ڪنداسين ته هو توهانجي من جون مرادون پوريون



سوامي جن نهرو هائوسنگ سوسائٽيءَ جي کوهه جو اُدگهاٽن ڪندي

ڪن. سڳورن مهراج جن رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ هئا. هن ننڍپڻي آدم ۾ اهڙا پور در ڀارتي سڪل ڪوهه ۾ ڇڏيو هٽي اُٺڪي ڀاڳيءَ سان لبالب ڀري ڇڏيو هو. سندن در تي ڪهڙي ڪمي آهي؟ هو ديالو آهن سو اسان جو عرض ضرور اوڏائيندا.

آخر اهو سدور و ڏينهن اچي ويو. پرم پوجنيه سوامي جن ڪوهه جو اُدگهاٽن ڪرڻ لاءِ اجيه نگر ۾ پريمين جي سڪ ڀري سڏ تي پهچي ويا. پرم پوجنيه سوامي جن جي پڌارڻ جو ٻڌي شهر جي چئني ڪنڊن مان سندن پريمي پهچي ويا ۽ خوب ميلو مچي ويو. پرم پوجنيه سوامي جن وڏي وڏان سان پوڄا ڪري ورونڻ ديوتا دولهه درياهه شاهه کي مڃائڻ لڳا.

سچن جو دولهه درياهه شاهه، آهي راجا رانول راءِ،
ظاهر پير زمين تي، سو مالڪ ٻي پرواهه،
درياهه شاهه جي در جا آهن، چار ورونڻ پوڄاري،
ديوي ديوتا ڪن ٿا شيوا، شرڌا سان ستواري،
دنيا جي سڀ ديشن جا، ٿا پوڄن نر ۽ ناري،
ٻاري جوتيون گل ڦل چاڙهين، چت ۾ ڌاري چاهه،
سوين هزارن اچي سوالي، سڀ جا ڪارج ڪري،
ڀلو پريم سان ڀائين جيڪي، تن جي جهول ڀري،
آش وندن جي آش پڄائي، دکڙا درد هري،
ٻڏندڙ جا ٿو ٻيڙا تاري، هيڻن جا همراهه.

جهولي صاحب جو پلو پائڻ کان پوءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن سنگرو مهراج جن جي آرتي ڪئي ۽ سندن جئہ جئہ ڪار ڪرڻ کان پوءِ سندن ڌيان ڪري کوهہ ۾ ڇنڊو هنيو. سنگرو مهراج جن جي مهر ميا سان اُن کوهہ جو پاڻي امرت جهڙو مٺو ٿي پيو جنهن کي پي ڪري پريمين سندن جئہ جئہ ڪار ڪئي.

جنهن وقت پوڄا ٿي رهي هئي اُن وقت پريمين جي وچ پوڄا اِسٿل تي هڪڙو ڪتو اچي ويٺو. سڀ پريمي کيس ڌڪاري پري ڀڄائڻ لڳا پر ڪتو اُتان هٽي ئي نہ پيو. ڪجهہ پريمي ڪتي کي ڀڄائڻ لاءِ پٿر کڻي کيس مارڻ لڳا. پر پرم پوڄنيہ سوامي جن کين سمجهائي چيو تہ اِهو ڪتو ڀلي ويٺو هجي کيس ڌڪاريو نہ هن ۾ بہ جيو آتما آهي ۽ پرماتما جو ساڳيو پرڪاش آهي. اِهو چئي هڪ درشٽانت چيائون.

درشٽانت:— ڀڳت نامديو پرماتما جو پرم ڀڳت هو. هن جي پريم ڀڳتيءَ جي وس ٿي پرماتما کيس ٻاونجاهہ ڀيرا درشن ڏنو هو. هو هر روز ڀوڄن ڪرڻ کان اڳ ڀڳوان کي ڀوڳ لڳائيندو هو. هڪ ڏينهن سندس پتني اِستري نيم انوسار ڀڳوان لاءِ ڀوڄن تيار ڪيو پر گهر ۾ گيهہ نہ هئڻ ڪري ڀڳت نامديو کي بازار مان گيهہ وٺي اچڻ لاءِ چيو. ڀڳت نامديو

ڏيار ڏي بازار مان گيهه وٺڻ ويو.

پنڊت ناماديو جيئن بازار مان گيهه وٺي پي آيو ته هن ڏٺو ته سندس گهر مان هڪ ڪتو پڪـوان لاءِ تيار ڪيل روٽيون منهن ۾ دٻائي ٻاهر آچي رهيو آهي. پنڊت ناماديو ڪتي جي پٺيان ڊوڙڻ لڳو ۽ ڊوڙندي ڊوڙندي ڪتي کي چوڻ لڳو ته هي ڀڳوان! اٽڪي روٽي نه کائو. مونکي گيهه ته لڳائڻ ڏيو پوءِ ڀلي پيار سان پوڄه لڳايو. هيءَ گيهه مون توهان لاءِ ئي آندو آهي.

اڳيان ڪتو ۽ پٺيان پنڊت نامديو ڊوڙندو رهيو. ڊوڙندي ڊوڙندي ٿڪو ڪائي پنڊت نامديو ڪري پيو. پنڊت جي ڪرندي ئي ڪتو بيهي رهيو ۽ پرماتما جو روپ ڌارڻ ڪري پنڊت نـامديو کي پنهنجن هٿن سان اٿاري پنهنجي گود ۾ وهاري خوب پيار ڪري چيو تـه پنڊت نـامديو اسين تنهنجي سچي پيار ۽ ڀڳتيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. تون هر پراڻيءَ ۾ منهنجو روپ ڏو ڏسين. تو ڪتي ۾ بـه منهنجو ئـي روپ ڏسي سڪ ۽ شرڌا سان پـوڄه لڳايو سو تون ڌنيه آهين.

پـرم پوڄنيه سوامي جن انهو درشٽانت ٻڌائـي پريمين کي چوڻ لڳا ته سڀني جيون ۾ پـرماتما ڏو وسي. انهيءَ ڪري ڪنهن به جيو کي ستائڻ نـه

گهرجي. ڀڳتا شڪتي اُنهن جو پالڻ پوشڻ ڪرڻ گهرجي.

اجيم نگر ۾ ڪوهم جو اُدگهاٽن ڪرڻ ڪانپوءِ پرم پوڄيه سوامي جن جي اِها آڳيا هئي ته هيءَ ڪالوني وسي ۽ وڌي ويجهي. پرم پوڄيه سوامي جن چوندا هئا ته جهڙن آستان کي وسائڻو هجي اُتي پرماتما جو مندر جوڙائڻ گهرجي ۽ اُتي پرماتما جي مورتي اِستاپت ڪري، اُن کي ٻار ٻار وينتي ڪرڻ گهرجي ته پرماتما تون جهنگل ۾ منگل ڪر. پرم پتا پرماتما جي اسيم ڪرپا سان اُهو آستان جلدي شاد ۽ آباد ٿي ويندو.

اِهو ويچار ڪري پرم پوڄيه سوامي جن پنهنجي پرم شردالو ڀڳت سرڳواسي جيوترام ڪرپالاڻيءَ کي اُن ستان تي مندر ٺهرائڻ جي پريرڻا ڏني. شري جيوترام شو ڀڳت هو. سو هن اُتي ڀوليشور مهاديو ڀڳوان شو شنڪر جو وشال شواليه ٺهرائڻ جو سنڪلپ ڪيو. پرم پوڄيه سوامي جن جي آشيرواد سان هي مندر اڄ سندر ۽ وشال ٺهيو. هتي ڀوليشور مهاديو ڀڳوان شو جي مورتي آهي ته دلڪش ۽ جوتيءَ واري آهي جو اِئين لڳندو آهي ته ساڪيات ڀڳوان شو پرگهٽ ٿي پنهنجي پريمين کي درشن ڏيئي رهيا آهن. هن مندر کي درشن جوڳو آستان بڻائڻ لاءِ ۽ جگياسين جي گيان لاءِ مندر جي ٻاهران

سنڌن ڏرم جي سيڻي ديوي ديوتائن ۽ سنتن جون مورتون ٺهرايون ويٺيون آهن جي پڻ دل کي ڇڪيندڙ آهن .

اُن کانسواءِ هتي مها منڊليشور سوامي ٽيڪمرام مهراج جن ۽ ٻين پريم پرڪاشي سنتن جون سنگمرمر جون مورتون ٺهرايون ويٺيون آهن . اُن سان گڏ هتي ماتا درگا جو مندر پڻ ٺهرايو ويو آهي جتي نو درگا جي استاپنا ڪرائي ويئي آهي . هي مندر ماتا جي شردالو ڀڳتن لاءِ آڪرشڻ جو ڪيندر آهي. هن مندر جي چارون طرف شاهي زمين آهي جتي سندر باغ بغيچا ۽ ڦلوا ڙي لڳائي ويئي آهي جنهن ڪري هي آستان نڏو رمڻيڪ ٿي پيو آهي .

پرم پوجنيه سوامي جن هن پوليشور مندر تي وڏي پريم سان ايندا هئا . جڏهن به سرڳي شري جيوترام جن هتي ايندا هئا ته هو پرم پوجنيه سوامي جن کي وڏيءَ سڪ ۽ شردا سان اُتي هلڻ جو آگرهه ڪندا هئا . شري جيوترام پرم پوجنيه سوامي جن جو پرم شردالو ڀڳت هو . سو اُتي پڌارڻ تي هو سندن سڪ ۽ شردا سان خوب سيوا ڪندو هو . نه صرف ايترو پر جيڪي پرم پوجنيه سوامي جن جا پريمي ٻاهران ايندا هئا اُنهن کي پوليشور مندر ۾ ضرور موڪليندا هئا .

پرم پوڄنيہ سوامي جن مها شو راتري جي پرو تي سڀڪو ڏينهن هتي رهي هو ن پوڄن ڪندا هئا. هن موقعي تــي شري جيوتــرام سوامي جن کــي وشيش نمنترڻ ڏنئي، سڀڪو وقت سڀني ڪاريــہ ڪرمن ۾ پڇارڻ لاءِ وينتي ڪندا هئا. پرم پوڄنيہ سوامي جن جي پڇارڻ ڪانپوءِ ٿــي هو ن آرتي ڪرايو ويندو هو.

پرم پوڄنيہ سوامي جن هن پويتر پرو تي وڏي وڏان سان ڀوليشور ڀڳوان مهاديو جــي پوڄا ڪندا هئا ۽ سڀڪو ڏينهن اُتــي رهي هر ڪاريــہ ڪرم ۾ وڏي چاهہ سان ڀاڱہ وٺندا هئا.

پرم پوڄنيہ سوامي جن اُتي آيل سڀني ڀريمين کــي پنهنجن هٿن سان ڦل ورهائي ڏيندا هئا؛ هر وقت سڀن اڳيان ڦلن جا ٽوڪرا ڀريا پيا هوندا هئا. جيڪي ڀريمي سڀن چرڻن ۾ اچــي ويندا هئا اُنهن کي مهاشوراتري جــي مهتو جي باري ۾ گيان ڏيندا هئا. پرم پوڄنيہ سوامي جن چوندا هئا تہ ڀڳوان شو سڀني ديون جو ديو مهاديو آهي. هو ڪلياڻڪاري ڀولن جــو ڀڳوان آهي. انڪري ٿــي هن کي ڀوليشور مهاديو چون ٿا. ڀڳتن جي ڀڪار ٻڌي اُنهن جــو ڪلياڻ ڪرڻ لاءِ ڀڳوان شو جلدي پرگهٽ ٿي سڀن ڪشٽ دور ڪري ٿو. پرم پوڄنيہ سوامي جن چوندا هئا تہ مها شو راتري جو تمام وڏو مهتو

هيءُ آهي.

ڀڳوان شو کي مهني ۾ ٻارهن ورت آئي پريہ آهن. اُهي آهن - ٻه اشٽميون جن ۾ صرف ڦلهار ڪرڻي آهي، ٻه ايڪادشيون جنهن ۾ شڪل پکش جي ايڪادشي نرجل ڪرڻي آهي، ٻن ٽيرسن تي ورت رکي ڀڳوان شو جو سمرڻ ڪرڻو آهي، ٻه چونسون جن مان ڪرشڻ پکش جي چونس تي نرجل ورت رکڻو آهي، مهني جي هر سومر تي ڀڳوان شو جو ورت رکڻ گهرجي ۽ چنڊ ڏينهن ٻڻ ورت رکي ڀڳوان شو جي پوڄا ڪرڻ سان ڀڳوان شو اُن ڀڳت تي راضي ٿي اُنکي مڪتي پردان ڪري پنهنجن چرڻن جو واس ڏئي ٿو.

جنهن جڳياسوءَ کي اهي ورت رکڻ جي سمرٿي ناهي اُهو صرف مهاشوراتريءَ تي ورت رکي شرڌا ۽ سڪ سان ڀڳوان شو جي پوڄا ڪري سندس دل سان سمرڻ ڪندو ته اُن جڳياسوءَ جا سڀ ڪشٽ دور ٿيندا ۽ هو مڪت ٿي ڀڳوان شو جي چرڻن ۾ واس ڪندو.

پرم پوڄنيہ سوامي جن ٻرهمڻ کي مهاشوراتريءَ جي ڪٿا ٻڌائيندا هئا. جا هن ريت آهي —

ويتيت ڪلپ ۾ جڏهن پرليہ ٿي ويئي تڏهن برهما ۽ وشنوءَ جي وچ ۾ گهما سان لڙائي ٿي. برهما چوڻ لڳو ته مان سرشٽيءَ جو پيدا ڪندڙ آهيان.

مان برهما، سويمڀو، پرميشٽي ۽ مان ئي سڀ وڏا آهيان. سو مان سڀ کان وڏو آهيان ۽ تنهي لوڪن ۾ منهنجي پوڄا ٿيڻ گهرجي. ڀڳوان وشنو چوڻ لڳو ته مان جڳديش آهيان ۽ مان ئي تنهي لوڪن جو پالڻ پوشڻ ڪريان ٿو ۽ سڀئي سرشٽي منهنجي ئي ٻل سان هلي ٿي. انهيءَ ڪري منهنجي تنهي لوڪن ۾ پوڄا ٿيڻي ٿي ۽ مان ديون جو ديو آهيان. تون برهما ته منهنجو پٽ آهين ۽ منهنجي نابيءَ مان پيدا ٿيو آهين. هنن ٻنهي جو واد وواد تمام وڌي ويو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ شڪتي پريکشا لاءِ گهمسان لڙائي لڳي. اُن يڌ ۾ ڀڳوان وشنو پرليه ڪندڙ ماهيشور ٻاڻ ڇوڙيو ۽ برهما وري پاشوپتيا تسر ٻاڻ ڇوڙيو. جنهن جي پرڪاش سان ٽيئي لوڪ پرڪاشت ٿي ويا. ٻنهي هڪ ٻئي جي سامهون ٻهي پنهنجي شسترن سان پرليه مچائڻ لڳا. اُن وقت ديوتائون ڀيڀيت ٿي ڀڳوان ڀوليناٿ شو جي شرڻ ۾ ويا ۽ کيس سڀ ورتانت ٻڌائي وينتي ڪئي ته هي ديون جا ديو مهاديو توهان اسان جي رکشا ڪريو نه ته هن لڙائيءَ ۾ پرليه ٿي ويندي ۽ سڀئي سرشٽي جلي خاڪ ٿي ويندي. ڀڳوان شو ديوتائن جي پڪار ٻڌي پنهنجي دل ٻل سان اُتي آيو جتي برهما ۽ ڀڳوان وشنوءَ ۾ يڌ هلي رهيو هئو. ڀڳوان شو هنن کي سمجهائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي پر اهنڪار جي اڳ

ڪري هن ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو. تڏهن ڀڳوان شو ڪپوت ٿي وشال اگني ڪنڀ جو روپ ڌارڻ ڪري ٻنهي جي وچ ۾ پرگهٽ ٿيو جنهن ڪري سندن پاڻ پلٽي هٽي ويا. ڀڳوان وشنو ۽ برهما پڻ ٻنهي ڪري ويچار ڪرڻ لڳا تہ آخر هي اگني ڪنڀ ڇا آهي ۽ اُن جو انت ڪٿي آهي. ٻنهي اِهو فيصلو ڪيو تہ جيڪو هن اگني ڪنڀ جو انت لهي ايندو اُهوئي وڏو ليکيو ويندو.

برهما هنس جو روپ ڌارڻ ڪري آڪاش ۾ اُڏامي اُن لنگيشور جو انت لهڻ ويو ۽ وشنو شوڪر جو روپ ڌارڻ ڪري پاتال ۾ اُن جو انت لهڻ ويو. ڀڳوان وشنو جلدي پاتال مان موٽي آيو ۽ چيائين تہ هن لنگيشور جو انت ڪٿي آهي مان اُن جو انت لهڻ ۾ سمرٿ نہ آهيان. پر برهما آڪاش مان موٽي اچي چيو تہ مون هن اگني ڪنڀ جو انت ڳولهي لڌو آهي ۽ شاهدي ڏيڻ لاءِ ڪيتڪي جو گل پاڻ سان وٺي آيو.

برهما جو مٿيا ڀاشڻ ٻڌي ڀڳوان شو اُن اگني ڪنڀ مان پرگهٽ ٿيو ۽ ڀڳوان وشنو جي سچائيءَ تي پرسن ٿي ڪيس وردان ڏنائين تہ تنهنجي پوڄا منهنجي سمان ٽنهي لوڪن ۾ ٿيندي. ۽ برهما جي استيہ ڀاشڻ تي ناراض ٿي چيائين تہ تنهنجي ٽنهي لوڪن ۾ پوڄا نہ ٿيندي پر برهما جي ڪميا ياچنا

ٽي ڪيس معاف ڪيائون ۽ چيائونس تہ ويلانڪ مڪر ڪرماد ۾ تون گرو ٿيندي پورو حصو پائيندي.

ڀڳوان شو سيني کي چوڻ لڳو هي لنگيشور منهنجو نشڪل روپ آهي ۽ هي مون توهان کي سيني انگن سان درشن ڏنو آهي. اهو منهنجو سڪل روپ، سگڻ روپ آهي. اڄ کان وٺي منهنجي هن پنهي روپن ۾ پوڄا ٿيندي ۽ مان هن وشال اگني ڪنڀ کي سوڪيم روپ ٿو ڏيان ۽ منهنجو سروپ سدا اُن لنگم ۾ رهندو. منهنجي هن لنگم جي پوڄا منهنجي ئي پوڄا ليکي ويندي. منهنجا ڀڳت هن پنهي يعني سگڻ ۽ نرگڻ روپ ۾ پوڄا ڪري سگهندا ۽ پنهي جي پوڄا جو ڦل ساڳيو ٿيندو ۽ جنهن آستان تي هي اگني ڪنڀ پرگهٽ ٿيو آهي اُن کي لنگيشور جي نالي سان سڏيو ويندو ۽ اُهو آستان اروڻاچل جي نالي سان پرسڌ ٿيندو. ۽ جنهن ڏينهن هي اگني ڪنڀ شو ڀڳوان جو نراڪار روپ پرگهٽ ٿيو آهي، اُن کي مهاشوراتري جي نالي سان سڏيو ويندو ۽ جيڪو ڀڳت هن ڏينهن ورت رکي ڀڳوان شو جو پوڄن ڪندو ۽ سندس سمرڻ ڪندو اُهو سيني پاپن کان مڪت ٿي پرم پد کي پراپت ڪندو.

اُن ڏينهن کان وٺي هر سال مهاشوراتري جو مها پرو، شو ڀڳت سڪ ۽ شرڌا سان ملهائيندا آهن.

ڀڳوان شو ڀڳتن جي پڪار تي ٻارهن استانن تي ساڪار روپ ۾ اوتار ڌاري پرگهٽ ٿيو آهي. اُهن آستانن تي جيوترلنگن جي استاپنا ڪئي ويئي آهي. اُهن ٻارهن استانن کي ڀڳوان شو جي جيوترلنگن جي نالن سان سڏيو ويندو آهي. اُهي ٻارهن تيرٿ استل اهڙي پويتر آهن جن جي درشن مات سان سڀ پاپ نشٽ ٿين ٿا ۽ ڀڳوان شو جي چرڻن جو واس ملي ٿو. اهي ٻارهن جيوترلنگ آهن :— (1) سوراشٽر گجرات ۾ سومناٿ (2) شري شيل پروت تي ملڪارجن (3) اُجين، مڌيه پرديش ۾ مهاڪال (4) نربدا جي ڪناري تي اونڪاريشور (5) هماليه پروت تي ڪيداريشور (6) ساهو يادري پروت تي ڊاڪني نالي استان تي ڀيم شنڪر (7) وارانسي، اُتر پرديش ۾ وشوناٿ (8) گوداوري ۽ جي ڪناري تي مهاراشٽر ۾ ترمبڪيشور (9) بهار ۾ ويدناٿ (10) داروڪون آنڌر پرديش ۾ ناگيشور (11) سيتو بنڌ تي راميشور ۽ (12) شواليه ۾ گهسميشور.

پرم پوجنيه سوامي جن جو هن پوليشور مندر سان اهڙو تہ لڳاءُ هو جو سندن جوتي جوت سمائڻ ڪانپوءِ سندن پرم ڀڳت شري جيوترام سندن پويتر ياد ۾ هڪ مندر ٺهرايو جتي سندن سنگمرمر جي هڪ وڏي سندر مورت استاپت ڪرائي. جتي صبح شام شرڌا سان آرتي ڪئي ويندي آهي. هي مندر

شري جيوترام پنهنجي رهڻ جي جاءِ جي ٻاڪل ڀرسان جو ڳوٺڙيو جيئن ايندي ويندي سندن سڳورو درشن ڪري سگهن. اهڙي نموني هن ڀڳت پنهنجي ڏيهن جو ناتو انت سميهَ تائين پنهنجي ستگر ٻرم پوجنيهَ سوامي جن سان نڀاهيو.

ڏيهي نماڻو ماڻ چڱي مائل ٿيو،
رهي ساڌ سنگت ۾، وڌ سان وڪاڻو،
ٻرچي لڌائين پنهنجو ٻريتم ٻراڻو،
ڀڳونت جو ڀاڱو، سامي رکيائين سرتي.

اهڙي نموني ڀرم پوجنيهَ سوامي جن اجمير ۾ رهي پشڪر راج جي آشرم سرڳ پوريءَ کي سمپورڻ ڪرڻ ۽ اُن سان گڏ ساماجڪ ڪارين کي ٻه ڪندا رهيا. انهن مشغولين جي ڪري سندن ڀرمڻ جو ڪاريهَ ڪرم لمبي عرصي کان ٻلڪل بند ٿي ويو هو. ديش وديش مان سندن سڪايل ڀريمي سندن درشن لاءِ ڪين بار ٻار وينتي ڪرڻ لڳا. جڏهن ٻه هو ميلي تي يا ڪنهن خاص موقعي تي سندن درشن لاءِ آشرم تي ايندا هئا. تڏهن ڪين پنهنجن ٻراڻن ڀريمين کي اچي درشن ڏيڻ لاءِ عرض ڪندا هئا ڪين چوندا هئا —

لاٿي وير وڏي، سڄڻ سڪ سوڙهو ڪيو،
اچي اڌ موٺن تي، ڪندي مهر ڪڏي،
ٿرڦي ترڦي ڏن مون، ويند و ساهہ جڏي،

ساهي چڻي ٿڌي، ميلو ڪندي ڪن سان.

اُنهن پريمين ۾ خاص طرح سان اِنڊونيشيا جاڪرتا جا سنڌي سڪايل پريمي شري شنڪر ۽ گوپ ساميتاڻي ۽ سنڌي پوڄيه ماتا صاحب ڪرشنا ديوي کين هر بار وينتي ڪندا هئا ته هڪ ڀيرو جاڪرتا ۾ اچي پير گهمائي وڃو. سو سنڌي من ٿيو ته هيڏي وڏي سفر تي وڃڻ کان اڳ هڪ ڀيرو پنهنجي ئي ديش ۾ ٿوري دوريءَ تي سفر ڪري اچڻ گهرجي جيئن پتو پئجي وڃي ته اسانجي تندرستي ايڏو وڏو سفر برداشت ڪري سگهندي يا نه ۽ ٻيو اِها به چنتا هئي ته پشڪر جو اڃان ٿورو ڪم اڌورو رهيل آهي اُن کي به پورو ڪري سگهجي. جيئن ٻئي ڪم گڏو گڏ ٿين اِنهيءَ ڪري اسان کي حڪم ڏنائون ته توهان ريل رستي بڙودي پهچو. سو اسان به بڙودي پهچي وياسين ۽ پاڻ ڪن پريمين کي ساڻ وٺي ڪار رستي بڙودي پهتا. بڙودي پهچڻ تي سنڌي ٻمبئيءَ جا گهڻيئي پريمي سنڌي سان ملڻ ۽ کين ٻمبئي وٺي وڃڻ لاءِ نينڍ ڏيڻ لاءِ بڙودي پهچي ويا ۽ اسان کي به گهرائي اهو حڪم ڏنائون ته توهان احمدآباد جا مندر ڏسي جنهن ۾ خاص گيتا پردرشنيءَ کي ڌيان سان ڏسي اجمير پهچي وڃو ۽ اسانجو به سواسٿيه ٻمبئي وڃڻ جهڙو

ڪونهي انهيءَ ڪري مان به سڀاڻ اجمير پهچي
ويندس .

سچ مچ ۾ ٻئي ڏينهن شام جو ڇهين ٻجي
پنهنجي انجام موجب اجمير پهچي ويا . پر هن سفر
ڪري سندن تندرستي ڏاڍي خراب ٿي چڪي هئي.
انڪري سندن شردالو پريمي ڊاڪٽر ٻلرام چوڌريءَ
کي گهرائي سندن پوري چڪاس ڪرائي ويئي.
ڊاڪٽر کين هدايت ڪئي ته هاڻي توهان کي
پوري آرام جي ضرورت آهي . سچ مچ ۾ آرام
ڪرڻ سان سندن تندرستي بلڪل ٺيڪ لڳي پيئي
هئي . ڊاڪٽر کي چيائون ته هاڻي اسين بلڪل ٺيڪ
آهيون ۽ سڀاڻ اسين جئپور ميلي ۾ ويندا اسين،
پر ڊاڪٽر صاحب کين نماڻي وينتي ڪئي ته هن
وقت توهانکي آرام جي سخت ضرورت آهي ان
ڪري جئپور وڃڻ تندرستي لاءِ ٺيڪ نه آهي . پر
سوامي جن ته مريادا جي مورت هئا سو پنهنجو
ڏينهن جو فاقو انت قائين نباهيائون . پريمين جي
بار بار وينتي ڪرڻ کان پوءِ به پرم پوجنيه سوامي
جن نيم انوسار جئپور ميلي ۾ پڌاريا .

هن سفر جو سندن تندرستيءَ تي گهرو اثر
پيو . پرم پوجنيه سوامي جن جي تندرستيءَ جي
اهڙي چنتا جنڪ حالت ڏسي ڪن پريمين ڊاڪٽر
چيتن جيڪو سندن شردالو ڀڳت آهي، اُن کي صلاح

ڪرڻ جي جانچ لاءِ گهرايو ويو. ڊاڪٽر چيتن راءِ ڏني ته
ڪجهه ٻين ڊاڪٽرن کي به گهرايو وڃي. اُنهن
ڊاڪٽرن جانچ ڪرڻ ڪانپوءِ اِها راءِ ڏني ته کين
يڪدم اسپتال ۾ ڀرتي ڪرائڻ گهرجي. پر پرم
پوڄنيہ سوامي جن آشرم کي ڇڏي اسپتال ۾ ڀرتي ٿيڻ
لاءِ راضي نه ٿيا. ڊاڪٽر ٻلرام چوڌري ڊاڪٽرن
سان صلاح ڪري آشرم ۾ ئي پنهنجي نظرداري
هيٺ سندن علاج شروع ڪيو. هن راتيون جاڳي
سندن دل و جان سان سيوا ڪئي. هاڻي سندن
تندرستي سڌرڻ لڳي.

سندن نازڪ حالت ڏسي اجمير جي پريمين
ديش وديش جي پريمين کي اهو سماچار موڪليو.
خبر ملندي ئي سندن پريمي ڊوڙندا پنهنجي
محبوب جي درشن لاءِ اجمير پهچي ويا. سندن
نازڪ حالت ڏسي ڏاڍو دکي ٿيڻ لڳا. پرم پوڄنيہ
سوامي جن ته پرم گياني هئا سو سڀني کي آتم
هن نموني ڏيڻ لڳا —

شبد

قدرت سندي ڪمن ۾، ناهي مجال ڪنهن جي
ايشور سندي امن ۾، ناهي مجال ڪنهن جي
1- ايشور وڏائي آهي، قدرت پنهنجي ڪل سان
پريوءِ سندي چمن ۾، ناهي مجال ڪنهن جي.

2ـ هي جي هلن ٿا هردم
پراڻ جيون جي پنڌ ۾
روڪڻ سندي اُنهن ۾
ناهي مجال ڪنهن جي.

3ـ پريوءِ رکيو آهي پنهنجي
وس ۾ هي جم موت
جيون سندي دمن ۾
ناهي مجال ڪنهن جي.

4ـ هٿ ۾ سڀئي حياتيون
ماڌو تنهن مالڪ جي
خالق سندي گلن ۾
ناهي مجال ڪنهن جي.

اهڙي نازڪ حالت ڏسي سندن پريمي چنتا ڪرڻ لڳا. پرم پوڄنيه سوامي جن سدائين مشڪرائيندا رهيا ۽ سڀني کي دلداري ڏيندا رهيا. هر روز ڊاڪٽر مالش پٽي ڪرڻ ۽ تپاس ڪرڻ ايندا هئا. مالش پٽي ڪرڻ وقت ڏسندڙن جو ڪليجو هلي ويندو هو. پر پاڻ يوگي هئا سو ڀيشم پتامه وانگر تيرن جي سيڄا تي سمهندي به يوگ اسٿتي چاچري مدرا سان ڌيان ترڪٽي ۾ لڳائي آتم اسٿت ٿي هن دک سک کان مٿي چڙهي نرليپ ٿي ويندا هئا. پنهنجن پريمين کي چوندا هئا ته شريمد ڀڳوت

گيتا ۾ شري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي هن آتما جي امرتا جي باري ۾ سمجهائيندي چيو آهي تہ -

هي آتما ڪٽڻ کان پري، جلائڻ کان پري،
آلي ٿيڻ کان پري ۽ سڪڻ کان پري آهي. هيءَ
آتما نسديهہ، نتيہ، سڀ ۾ سمايل، اچل،
سدا لاءِ قائم ۽ سناتن آهي.

انهيءَ ڪري هن شاريرڪ ڪشٽ لاءِ شوڪ ڪرڻ نہ جڳائي. پرماتما پنهنجن پرم ڀڳتن کي پنهنجي شرڻ ۾ سويڪار ڪندو آهي تہ هو هنن جي اڳين پوين ڪرمن جو حساب چڪتو ڪري کين مڪت ڪري پرم پد پردان ڪندو آهي. اها ڳالهہ سمجهائڻ لاءِ پرم پوجنيہ سوامي جن پريمين کي مهاڀارت مان مهان يوڌي ڀيشم پتامهہ جو اُداهرڻ ڏئي سمجهايو.

مهاڀارت جي يڌ ۾ جڏهن مهان يوڌو ڀيشم پتامهہ تيرن جي سيج تي سمهيو پيو هو تڏهن هن ڀڳوان شري ڪرشن کان پڇيو تہ، هي مڌوسودن! منهنجي دل ۾ هڪ شنڪا آهي تہ مون هن جنم ۾ برهم چريہ جو پالن ڪري ستيہ جي راهہ تي هلي هر طرح ڀلائي جو ڪاريہ ڪيو آهي ۽ اڄ تائين صرف تنهنجي چرنن جو ڌيان ڪيو آهي ۽ ڪو بہ پاپ ڪرم نہ ڪيو آهي. پوءِ مونکي اهڙي ڪڙي سزا ڇو ملي آهي؟ نہ صرف هن جنم ۾ پر پوين ستن جنمن ۾ مون

ڪري اهڙو پاپ ڪرم نه ڪيو آهي جو هن طرح سان منهنجي انگ کي ٽڪرن سان ڇيديو ويو آهي.

شري ڪرشن ڀڳوان ڪيس دلداري ڏيندي چوڻ لڳو ته توهان منهنجو پيارو ۽ پرم ڀڳت آهيو. توهنجي تپسيا ۽ پنيه ڪرم ڪري مان توکي پنهنجي شرڻ ۾ وٺڻ لاءِ تنهن جا هي ڪرم ڪٽي حساب پورو ڪري پرم پد ڏيئي رهيو آهيان. هن کان اوڻونجاهه جنم اڳ توهان هڪ پراڪرمي راجا هئين. هڪ ڏينهن توهان شڪار تي وڃي رهيو هئين. رستي ۾ هڪ سرپڻي تنهنجو رستو روڪي بيٺي هئي. تو اهم ۾ ٻرجي هن کي رستي کان هٽائڻ لاءِ پنهن جي تير جو نشانو بڻايو هو. سرپڻي زخمي ٿي اُڇل کائي وڃي ڪنڊن جي ٻاڙ تي پيئي جتي سندس انگ انگ ۾ ڪنڊا چڀي ويا ۽ هن ڦٿڪي ڦٿڪي پراڻ ڏنا. اڄ توهان هن ٽڪرن جي سيجا تي سمهي اهو پراڻو قرض چڪائي مڪت ٿي رهيو آهيو.

اهڙي نموني پرم ڀوڳيه سواميءَ جن پريمين کي انت سمه تائين آٿت ڏيندا رهيا. سدائين سندن مکارونڊ مان اهوئي شبد نڪرندو رهيو ته شڪر مون جا سائين جيئن تون ڀلا ٿئين. سدائين سندن پاٺي ۾ ٻڌا رهيا. هن نازڪ حالت هوندي به پاڻ ڪرامت جا ڏٺي هئا. سو پنهنجا پراڻ وس ۾

رکيائون جو ساڻهون اچي ستگر ۽ مهراڄ جن جو ورسي اُتسو ٿيندو. پنهنجن ستگرو مهراج جي ورسيءَ ۾ وگهن نه ٿئي ان لاءِ پنهنجي يوگ سادنا سان شرير کي برابر اسٿر رکي ميلي جي هر ڪاريه ۾ ڀاڳ وٺي اُن جي شوڀا وڌائيندا رهيا ۽ پريمين کي آنند ڏيندا رهيا.

هن ميلي ۾ سنڌ جي پيارو ڀرم ڀڳت شري واشي ديا پاڻ سان گڏ پنهنجي پياري دوست ٺاڪرداس کيسواڻيءَ کي ڀرم پوجنيه سوامي جن کان نام وٺڻ لاءِ وٺي آيو هو. شري ٺاڪرداس ڀرو ڪش ۾ ڀرم پوجنيه سوامي جن کي پنهنجو گرو بڻائي چڪو هو ۽ نيم سان نام جو سمرڻ ڪندو هو. هن ٻڇپن ۾ پنهنجي نوڪر کي نام جو سمرڻ ڪندو ڏٺو هو سو کيس چيائين ته مونکي به اهو نام سمرڻ جو طريقو ٻڌاءِ. ويچارو نوڪر ٻاراڻي ضد کي ٽاري نه سگهيو سو لاچار کيس ڀر پاڻ لاءِ نام سمرڻ جي وڌي ٻڌايائين. شري ٺاڪرداس ٻال اوستا ۾ ئي پنهنجي نوڪر وانگر نام جو سمرڻ ڪندو رهيو.

جڏهن شري واشي ديا کيس اجمير وڃڻ جو ڀرو گرام ٻڌايو ته هن جڳياسا وچان ڀڇيو ته توهان جو هر سال ٿيندڙ پنهنجي ستگرو مهراج جن جو درشن ڪرڻ ٿو وڃين. اُن جي باري ۾ مونکي به ڪجهه ٻڌاءِ. شري واشي ديا جڏهن شردا سان پنهنجي

ستگرو مهراج جن جي مهما ٻڌائي تنهن کيس ياد آيو ته اهڙي وياکيا ته هن نوڪر ٻه ستگرو مهراج جن جي ٻڌائي هئي. سو کيس چيائين ته ڀائي مونکي به پاڻ سان گڏ اجمير وٺي هل جيئن مان سندن چرنن ۾ ويهي وڏي وڏان سان نام وٺان. هونئن ته پر وڪش ۾ مون کين پنهن جو ستگرو مڃي نام جو سمرڻ ڪيو آهي پر اِهو نام دان اڌورو آهي.

شري واشي ديپا پنهن جي دوست شري ٺاڪرداس کي پرم پوجنيه سوامي جن جي شرڻ ۾ ته وٺي آيو، پر پرم پوجنيه سوامي جن جي سواستيه کي ڏسندي کين تڪليف ۾ وجهي نام دان ڏيڻ جي لاءِ عرض نه ڪيو سو ويچارو ٺاڪرداس دکي ٿي دل ۾ چوڻ لڳو ته منهن جي ڀاڳ ۾ شايد پرم پوجنيه سوامي جن کان نام دان وٺڻ نه لکيل آهي.

پر پرم پوجنيه سوامي جن ته اوتاري پرش هئا هو ڪو ٻه ڪارج اڌورو ڇڏڻ وارا ڪين هئا. سو جيئن واشي ديپا ميلي جي سماپتيءَ کان پوءِ ڪاڏهن موڪلائڻ آيو تيئن کيس چيائون ته ڀائي تون جنهن دوست کي نام دان لاءِ وٺي آيو آهين، ڇا اُن کي اڃا نام جي موڪلائي وٺي ويندين. تون کيس سڏي اچ ته اسين کيس نام دان ڏيئي سندس آس پوري ڪريون. اهو ٻڌي شري واشي ديپا تپرس



پرم پوجنيه سوامي جن جي انتم شويا ياترا

۾ پڙهي ويو تہ پرم پوجنيہ سوامي جن تہ جاڳي جاڳرت هار آهن. ڪين اسان جي من آس جي آخر خبر پڙهي ويئي. هو خوشيءَ وچان ٻوڙنـدو پنهن جي دوست شري ناڪرداس وٽ ويو ۽ ڪيس چيائين پائي ڏسونڪا پاڳہ ڪليا آهن جو پرم پوجنيہ سوامي جن ڏوڪي نام دان لاءِ پنهنجو پاڻ گهرايو آهي. پرم پوجنيہ سوامي جن شري ناڪرداس کي وڏي وڏان سان نام دان ڏيئي پنهنجو پرد پاليو. انت ۾ اهو بار ۾ پاڻ تان لاهي ويا.

هاڻي سڪہ سان ميلو سمايت ٿيو. سيني پريمين کي پکرون ڀارائي پرساد ڏيئي خوشيءَ خوشيءَ روانو ڪيائون. سيني پريمين جي روانگي ٿيڻ کان پوءِ هاڻي پرم پوجنيہ سوامي جن پرم سماڌيءَ ۾ وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. هو تہ رڪيل ٿي ميلي جي سڪہ سماپتيءَ لاءِ هئا. آخر 11 جون 1984 شام جو 4 بجي پرم پوجنيہ سوامي جن هيءَ سنسار ڇولو ڇڏي انت سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويا. اهو شوڪ سماچار ديش وديش ۾ بجليءَ وانگر ڦهلجي ويو. اها خبر جڏهن پريمين تائين پهتي تہ ڪيترا پريمي جي اجان گاڏين ۾ ٿي هئا ۽ گهرن تائين ۾ تہ پهتا هئا، سي اتان ٿي واپس وريا.

پرم پوجنيہ سوامي جن جو انتم درشن ڪرڻ لاءِ پريمي هزارن جي تعداد ۾ آشرم ۾ پهچي ويا

سينئي جي چهري تي دک ۽ مايوسي ڇانيل هئي. پنهنجي محبوب جي وڇوڙي ۾ سڀ هنجون هارڻ لڳا. پرم پوجنيه سوامي جن ڪانسواءِ سڀ ڀاڳ کي آنات سمجهڻ لڳا. سڄي آشرم ۾ سناٽو ڇانيل هو.

پرم پوجنيه سوامي جن جي انتم درشن ڪرڻ لاءِ سندن پارٿيه شرير کي ٻه ڏينهن سڄائي آشرم ۾ رکيو ويو جيئن ديش وديش مان سندن پريمي پهچي ڪري پنهنجي پريتم کي شرڌانجلي ارپڻ ڪري سگهن. پرم پوجنيه مها منڊليشور، سرڳواسي شري شانتي پرڪاش جن ۽ ٻيا پريم پرڪاشي سنت ٻه اُتي پهچي ويا. پرم پوجنيه سرڳواسي شانتي پرڪاش مهراج جن ته مهان گياني هئا سو هنن سينئي پريمين کي هن ڪشٽ جي گهڙيءَ ۾ دلداري ڏيندي چيو ته —

سنت مري ڪيا روئي جو آپڻي گهر جاءِ،
روئي ساڪٽ باپڙا جو هاٽون هاٽ بڪاءِ.

13 جون 1984 پورڻماسيءَ ڏينهن هڪ سندر گلن جي ڏوليءَ ۾ وهاري پريمين پنهنجي محبوب جي شوڀا ياترا ڪڍي. هزارين پريمي هن شوڀا ياترا ۾ شامل ٿيا. اجمير جي پريمين پنهنجي دلبر جي آجيان لاءِ سڄي شهر ۾ سندر سواگت گيٽ ٺهرايا. سندن انتم درشن ڪرڻ لاءِ ماڻهون، پينرون ۽ ٻيا پريمي رستي جي ٻنهي پاسن کان صبوح کان

وٽي قطارون ٺاهي هٿن ۾ گلن جون مالهائون، ٺاريل ۽ ٻڪرون کڻي اکيون وڇائي انتظار ڪري رهيا هئا. سڄي شهر ۾ هڙتال ٿي ويئي. سڀيئي پريمي دکي دلين سان سندن انتم درشن لاءِ واجهائي رهيا هئا. هن شوڀا ياترا ۾ پريمي ٻچن ڪيرتن ڪندا ۽ پرم پوجنيه سوامي جن جي جئه جئڪار ڪندا. سڄي شهر جي پرڪرما ڪرڻ لڳا. جيئن سندن ڏولي جتي پهتي ٿي اتي پريمين شردا سان مالهائون چاڙهي، ٻڪرون پارائي گلن جي خوب ورکا ٿي ڪئي. سڄو رستو گلن سان ڇانئجي ويو هو. شردا وچان پريمين سندن مٿان هزارين روپيه گهوري قربان ڪيا. هي درشيه الوڪڪ هو. هيڏو وڏو جلوس هن کان اڳ اجمير شهر ۾ ڪڏهن به ڪونه نڪتو. اجمير جي شهر جا پريمي پرم پوجنيه سوامي جن جو بيحد آدر ڪندا هئا. سندن دلين ۾ سندن لاءِ اگهاڌ شردا هئي.

پرم پوجنيه سوامي جن جي وڇوڙي هنن جي دل کي جهوري ڇڏيو هو.

اجمير شهر جي پرڪرما پوري ڪري هي شوڀا ياترا سندن پريم پرڪاش آشرم پشڪر راڄ ۾ پهتي جتي هزارين پشڪر واسي سندن انتم درشن ڪرڻ لاءِ آيل هئا. سڀني سندن مٿان شردا سمن چاڙهي ويد منتر اچاري ڪين انتم وداعي ڏني. پشڪر راڄ

مان موٽي هيءَ شو ياترا آدرش نگر واري آشرم
تي پهتي.

سڀني پريمين اهو فيصلو ڪيو ته پرم پوجنيه
سوامي جن جو انتم سنسڪار سندن ئي آشرم ۾ وڏي
ودوان سان ڪيو وڃي. اُن لاءِ ڪليڪٽر کان خاص
پرميشن ورتي ويئي. آشرم ۾ جتي پرم پوجنيه
سوامي جن جي پوتر سماڌي آهي، اُتي هڪ پويه
پليٽفارم جوڙايو ويو جتي پرم پوجنيه سوامي جن
جو پارٿيو شرير سماڌي اوسٿا ۾ براجمان ڪيو ويو.
چندن جي لڪڙين جي ويدي ٺاهي ويئي ۽ ويد
منترن جي اُچارڻ سان اگني پرجولت ڪئي ويئي.
اُن وقت جو درشيه دل ڏهلائيندڙ هو. سڀ پريمي
پنهن جي پريتم کي شاريرڪ روپ سان ودا ڏيندي
ڏسي زارون زار روئڻ لڳا. سندن جئه جئڪار سان
آسمان گونجڻ لڳو. پرم پوجنيه مها منڊليشور هن
مها شوڪ جي گهڙيءَ ۾ پريمين کي آٿت ڏيندي
سمجهائڻ لڳا ته پرم پوجنيه سوامي جن ته امر آهن.
هن پنهن جي يوگ ساڌنا سان امرتا پراپت ڪئي
آهي. اهڙا مهان پرش جنم رهت، نتيه سماڌي ۾
براجمان آهن. شرير ناس ٿيڻ ڪري به هي ناس نٿا
ٿين. هنن جي شخصيت يوگ ساڌنا ۽ تپسيا دوارا ن
ايتري ته وشال ۽ وسترت ٿي ويئي آهي جو هو هر
پريميءَ جي دل ۾ سمائجي چڪا آهن پوءِ اهڙي

مهان سنت ٻرپوءِ جي پياري لاءِ هن طرح ڏک، شوڪ نہ ڪرڻ گهرجي. هو تہ هميشه اسان وٽ هئا اسان وٽ آهن ۽ هميشه اسان وٽ رهندا. اسين سڀ سندن آدرشن تي هلي ڪين سدا امر رکنداسين.

اگني ديوتا جون ٻرپتر لپٽون پنهنجي هن ٻرپوءِ جي پياري کي سدا سدا لاءِ پنهن جي آگوش ۾ سمائڻ لاءِ تيز ٿي آسمان چڙهڻ لڳيون. چندن جي ڪاٺين سان سڄو واتاورڻ سڳنڌت ٿيڻ لڳو. پريمي ڀڳتن جي ٻرپتم کي انتم ودائي ڏيڻ لاءِ ويدي جي چارون طرف پريڪرما ڏيئي سندن پويتر چرنن ۾ شردا سان ناريل چاڙهي ڀاري من سان ڀڳتن جي ماڳ موٽڻ لڳا. سيٺي جي وچڻ کان پوءِ بہ سندن کي انيڪ ڀڳت اُتي سندن چرنن ۾ انت تائين سندن درشن ڪرڻ لاءِ ويٺا رهيا. اُن وقت هڪ الاهي اسرار ٿيو جنهن جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. اوچتو سڀ ڪاٺيون ڌهہ ڌهہ ڪري هيٺ ڪري پيون. اُنهن ڪاٺين جي ڪرڻ تي هڪ الوڪڪ درشيہ ٻرگهٽ ٿيو. جنهن کي ڏسي اکيون چرخ ٿي ويون، دماغ چڪرائجي ويو. اگني ديوتا جي آگوش ۾ ٻرم ٻوجنيہ سوامي جن جو وسميہ ۾ وجهندڙ الوڪڪ درشن ٿيو سندن هٿ آشيرواد لاءِ مٿي کنيل هو ۽ سندن الاٽ تي ڀڳوان شو جو ترشول چمڪائي رهيو هو؛ ائين ٿي لڳو تہ هيءُ شو

سوروپ پنهنجي پريمين کي آشيرواد ڏيئي واپس شو ۾ ٽي لئين ٿي رهيو هو. هي خبر بجلي وانگر چارو طرف ڦهلجي ويئي. پريمي هي الوڪڪ درشيه ڏسڻ لاءِ واپس اُمڙي آيا. هي عجيب ليلا ڏسي سڀ وسميه ۾ پئجي ويا. اهي پريمي وڏ ڀاڳي آهن جن ستگرو مهراج جي ڪرپا سان پنهنجي پياري پريتم جو هي الوڪڪ آنتم درشن ڪري پرم آنند پاتو.

عجائب عڄڻڪ، سامي ڏنــي ستگرو ۽
ڏٺي ڏنهنجي آسري، پاڪ منجهه جهلڪ
ڏيو نرمل نرڏڪ، ڪڏي جيءُ جنجير سڀ.

ڇوٿين ڏينهن پرم پوجنيه سوامي جن جي پوتر ياد ۾ سمرتي سڀا ڪوٺائي ويئي جنهن ۾ پرم پوجنيه مها منڊليشور سوامي شانتي پرڪاش مهراج جن پريم پرڪاشي سنت منڊليءَ ۽ ديش وديش جي مهان ودوانن پرم پوجنيه سوامي جن جي مهان تياڳ گهور تپسيا ۽ سندن اوچ آدرشن جي ساراهه ڪندي شرڌا جا سمن چاڙهيا. پرم پوجنيه سوامي شانتي پرڪاش مهراج جن سيني پريمين کي چيو ته پرم پوجنيه سوامي جن جي اوچ آدرشن تي عمل ڪري اسين هن پرمارٿ جي راهه تي هلي پرم آنند پائي سگهون ٿا. اها ئي اسان سڀني جي سچي شرڌانجلي آهي. پرم پوجنيه سوامي جن اسان جي دل ۾ پريم جي جوت جڳائي ويا آهن. اها جوتي

سدا پرڪاشت رهندي ۽ سندن پوتر ياد سدائين قائم ۽ دائم رهندي. هي مهان سنت پر پوءِ جا پيارا سدا امر اجر آهن.

تيرهان ڏينهن ويدڪ وڌيءَ آنوسار هون ڪرايو ويو. پاڻن جا پوڄ پارايا ويا. برهم ڀوڄ ڪري سيني برهمڻن کي دل کولي دان ڏنو ويو. پرم پوجنيه سوامي جن جي پوتر ياد ۾ آن دان، وستر دان ۽ موڪيا دان ڪري سيني کي ترپت ڪيو ويو. سيني پريمين لاءِ ڀنڊارو ڪيو ويو.

تيرهين ڪانپوءِ ڪيترن پريمين جي دل ۾ اها شنڪا اٿي ته پرم پوجنيه سواميءَ جن پنهن جي پٺيان ڪو گديسر نه چونڊي ويا آهن. سو پرم پوجنيه سوامي جن ڪان پوءِ آشرم جو ڪاريه ڪيئن هلندو؟ پرم پوجنيه سواميءَ جن ته اوتاري پرش هئا. اهڙا مهان اوتاري پرش پنهن جي پٺيان ڪوئي چيلو ڪونه ڇڏي ويندا آهن جيڪو سندن گدي نشين ٿئي. هو ته هڪڙي راهه ڏيکاري ويندا آهن جنهن راهه تي سندن سيئي شش هلي سندن نالو هميشه لاءِ امر ڪري ڇڏيندا آهن.

ڏهين پاتشاهيءَ ڪانپوءِ گرو گوبند سنگهه گرو گديءَ تي ڪنهن کي نه ويهاريو ۽ اهو اعلان ڪيو ته "گرو گرنٿ" صاحب جنهن ۾ ڏهن گرن جا مهان آدرش ۽ سندن امر واڻي آهي ان کي ئي سڀ

سک پنھن جو گرو مڃي اُنھن جي آدرشن تي عمل ڪري اُنھن جي مارگ درشن ۾ هلي اُنھن کي امر بڻائين. اُن ڪان پوءِ سڀئي سک گرو گرنٿ صاحب کي پنھن جو گرو مڃي اُنجو پورو آدر ڪندا آھن. هر ڪارج تي پاٺ صاحب رکائيندا آھن ۽ اُن مان امرت وچن وٺي هرڪو ڪارج پورڻ ڪندا آھن.

اهڙي نموني پرم پوڄنيہ سوامي جن جا پريمي بہ پرم پوڄنيہ سوامي جن جي اوچ آدرشن تي هلي سندن پويتر "جيون درشن" کي پنھن جو آدرش ۽ سونھون سمجهي هر وقت هر ڪارج تي شرڌا سان اُن جو پاٺ ڪري، پنھن جي دل ۾ سندن سڳ-ورو درشن ڪري اِئين محسوس ڪندا تہ پرم پوڄنيہ سوامي جن تہ اڄ ٿي ڀھر اسان اسان ساڻ آھن ۽ اسان جي هر مشڪل آسان ڪري رهيا آھن. ڇاڪاڻ تہ جيئن "رامائڻ" جي هر چوپائي ۾ رام سمايل آھي ۽ هر شبد مان رام جو درشن ٿئي ٿو، تيئن پرم پوڄنيہ سوامي جن جي "جيون درشن" جي هر پنڪتي ۽ هر شبد ۾ پرم پوڄنيہ سوامي جن سمايل آھن بس رڳو سڪ ۽ شرڌا سان اُن کي پڙھڻ ۽ ھنڊائڻ جي ضرورت آھي.

آشرم جي سندر وبوستا ڪرڻ ۽ سندن در سدا پريمين لاءِ کولي رکڻ لاءِ سندن پريمين هڪ ٽرسٽ ٺاهي. جنھن ٽرسٽ جو نالو "شري ماڌوداس ٽرسٽ



آدرش نگر اجمير ۾ سوامي جن جي پوتر سماڌي

پريم پرڪاش آشرم آدرش نگر اجمير“ رکيو ويو.

پرم پوڄيه سوامي جن جو پويتر نالو امر ۽ اجر ڪرڻ لاءِ ٽرسٽ وارن پريم پرڪاش آشرم آدرش نگر، اجمير ۾ اُن استان تي جتي پرم پوڄيه سوامي جن جو انتم سنسڪار ڪيو ويو هو، اُتي هڪ سندر سنگمرمر جي سماڌي ٺهرائي آهي. شرڌالو پريمين لاءِ هيءَ پوتر سماڌي تيرٿ استلي بڻجي پيئي آهي. جيڪو به سوالي هتي اچي ٿو سو خالي نٿو وڃي. سائين جن سڀني جون جهوليون ڀري اُنهن جي من جون مرادون پوريون ڪن ٿا ۽ سڀ پريمي هتي سڪ ۽ شرڌا سان عقيدت جا گل چاڙهي سندن چرڻن ۾ سرڙو جهڪائي سندن رحمت جي نظر لاءِ وينتي ڪن ٿا.

پرم پوڄيه سوامي جن جي شب جنم ڏينهن تي هن پوتر سماڌيءَ تي شاندار ميلو لڳندو آهي. اُن ڏينهن شام جو سماڌيءَ تي بي شمار ميڻ بتيون ٻاري روشني ڪئي ويندي آهي. سماڌيءَ کي رنگبرنگي گلن سان خوب سجايو ويندو آهي. بئنڊ باجا وڄندا آهن. ديش وديش مان آيل شرڌالو پريمي ستگرو مهراج جن جي اُستتي ڪري سندن ساراهه جا خوب ڀڄن ڳائيندا آهن. اُن وقت جي الوڪڪ درشيه جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. اِئين لڳندو

آهي تہ ٽياري آئي آهي ۽ سڀ شرڌالو پريمي رام جي ايوڌيا اچڻ تي خوب خوشيون ملائي جهومي رهيا آهن. سڄو واتاورڻ سندن مٽزي ياد ۾ خوشنما ۽ سنگيت ۾ ٿي ويندو آهي .

اوم پُورڻ مدهہ پورڻ ِمد
پورڻات پورڻا مُد چيتي
پُورڻ سيہ پورڻ مدا يہ
پُورڻ ميوا وششيتي

اوم شانتي ! شانتي ! شانتي !

—ه—

اوم شري پرماتماني نمهه

# آرتي

اوم جئه جگديش هري ، سوامي جئه جگديش هري ،
ڀڪت جنون ڪي سنڪٽ ، ڇڻ ۾ دور ڪري ۔

1ـ جو ڌياوي ڦل پاوي ، دک بن سي من ڪا ،
سک سمپت گهر آوي ، ڪشٽ مٽي تن ڪا ۔

2ـ مات پتا تم ميري ، شرڻ گهون ڪسڪي ،
تم بن اور نه دوجا ، آس ڪرون جسڪي ۔

3ـ تم پورڻ پرماتما ، تم انتر يامي ،
پار برهم پرميشور ، تم سب ڪي سوامي ۔

4ـ تم ڪروڻا ڪي ساگر ، تم پالن ڪرتا ،
مين مورک کل ڪامي ، ڪرپا ڪرو ڀرتا ۔

5ـ تم هو ايڪ اگهوچر ، سب ڪي پراڻ پتي ،
ڪس بد ملون ديا مئي ، تم ڪو مين ڪمتي ۔

6ـ دين بندو دکه هرتا ، تم رکشڪ ميري ،
اپني هات اٺائو ، شرڻ پڙا تيري ۔

7ـ وشيه وڪار مٽائو ، پاپ هرو ديوا ،
شرڌا ڀڪتي بڙهائو ، سنتن ڪي سيوا ۔

اوم شري ستنام ساکي

# آرتي

## ستگرو سوامي ٽيئونرام مهراج جن جي

جئه گرو ٽيئونرام سوامي، جئه گرو ٽيئونرام،
پرُاپڪاري جڳت اُڌاري، تم هو پورڻ ڪام.

1ـ جب جب پريمين نج هت ڪارڻ، تمڪو پڪارا،
تب تب گر اوتاري ڌري تم، سب ڪو نستارا.

2ـ پريم پرڪاشي منڊلاچاريه، منتر ساکي ستنام،
ڌرم سناتم ڪي پرچارڪ، نيتي نپڻ اپرام.

3ـ ديش وديش پر منڊلاي اي ڪر، پاون دي اُپديش،
آتم روپ لکايا سڀڪو، هريا تاپ ڪليش.

4ـ پورڻ اچل سماڌي تيري، ست آسن پراجي،
روپ منوهر سندر لوچن، ديکت من گاجي.

5ـ آتم اِستٿت وچن ڪي پوري، يوگي اندريه جتي.
پرم اُڌاري ڌيرج ڌاري، پرم اگاڌ متي.

6ـ ڌن ڌن مات پتا ڪل تيرا، ڌن تو ساڌ سجان.
ڌن سو ديش جهان تم جنميا، ڌن گو شڀ اِستان.

7ـ سر نر مني جن هري جن، گني جن، گاوت گن تيري،
انت نه پاه سڪي نر ڪوئي، مهما اپر پري.

8ـ جو جن تمهري آرتي گاوي، پاوي سو مڪتي،
ساڌ سنگت ڪو هردم ديوي، پورڻ گر ڀڳتي.

”اوم شري ستنام ساکي“

# آرتي

## سدگرو سوامي ماڌوداس مهراج جن جي

اوم جئه گرو ماڌوداس ، سوامي جئه گرو ماڌوداس
مهنت منو مندر هئين ٿو ن، سڀ جي ڀلائه آش.... اوم

1ـ جنم وٺي ڀڄڻ ڪان ٿو هئي، ڀڪتي ڪئي نشڪام
برهم گياني هو سدگر ٿنهنجو، سوامي ٽيئونرام.... اوم

2ـ ٽيا ڳي وڏرا ڳي عجو ڳي جتي هئين، پورڻ ٿون ودوان
را ڳه پر ٿنهنجي راز پر يل هو، دل پر ٿنهنجي ڀڳوان.... اوم

3ـ رڳه رڳه پر ٿنهنجي پيار سمايل، سڀ ڪي مست ڪيو
منهن پر ٿنهنجي مٺيا اهڙي، سڀ ڪي موهي ڇڏيو.... اوم

4ـ صبر شڪر هو مکه پر ٿنهنجي، عجب ٿنهنجي ڀڳتي
راضي هردم رهين رضائي، ڏن ٿنهنجي جڳتي.... اوم

5ـ دل ڪولي ٿــو دان ڪيو هو، دانين پر دانـــي
خوش ٿي ڪارايو هو ٿو سيڪي، سنت هئين سنماني.... اوم

6ـ رڌيه سڌيه جا مالڪ، ٿنهنجو وچن هئو وردان
سوالين جا ٿو سوال ڀڄايا، نرڌن ڪيا ڌنوان.... اوم

7ـ جهڪو ٿنهنجي آرتي ڳائي، دل پر رکي وشواس
شيش جهڪائي سنگت ٿو در، ڪارج ڪر ٿون راس.... اوم



## چند - ١

سرو سرو ٻــم آد انو ٻــم ٻــوءي ٻــو ٻم ٻيم ٻانا
انت نــ، او ٻم چاڀ نہ ڏو ٻم ڪاڌت ڪو ٻم ڏر ڏيانا
رهسيــ رامــم ڏايڪ ڏامم نت نشڪامم نرٻــانــي
ٻاد نمامم نش دن شامم شري ٽيڱونــرامم گــر گياني

## چند - ٢

چانول چندن ڪنگو ڪيصر، ڦولن ڪي ورڪـا برسائو
ڏرسنگهہ گــوهڪہ ٻيڙي بــاجا، طبلا سرندا جهانج بجائو
ٻر ٻر ديٻڪ ٻورن گهي سي، اگربتي اور ڏوپ جلائو
آرتي ساج ڪرو بهہ سندر، ستــگر ڪي جئڪار بلائو

## چند - ٣

آس وندي گر ڏو در آئي ڏو بن واهہ نــ ڪائي رام
ڏون هر داتا، ڏون هر ماڏــا ميري آس ٻجائين رام
ٻاهہ ٻلو مڻن ٻيــري ٻيادي آئس هيت مدجهائين رام
ڏن من ڏن ارداس ڪري مڻن ماڏگت ڏامر سنيهي رام
ڏامر ڏمهارا صاحب ڪر سان ڏو سان ٻــاپ سميٽي رام
ڪهي ٽيڱون گر لــوڪ ڏين ٻر آواگمن مٽــائين رام
آواگمن مٽــائين ستگر سڀ جــي آش ٻجائين رام

# "پلو"

1- پلو جي پائين داتا تنهن جي در تي ،
داتا در آيل جا تون عرض اونائين ،
مڙيئي تن جي من تن جا ڏکڙا درد مٽائين ،
آشون اگهائين آشون آشوندن جون .
2- جو جن آگر شرن ۾ بيٺ ڪري ارداس ،
ڪهي ٽيڙون تس داس کي پورن ڪريئي آس ،
ڏک درد سڀ دور هو لڳي نہ يم کي تراس ،
ڪارج هوون راس سنسي ڪوئي نہ رهي .
3- ستگر تنهنجي در تي جيڪو پلو ٽو پائي ،
پڄن مرادون تنهن جون جيڪو سرر و جهڪائي ،
ڏک درد سڀ دور ٿين تنهن جو وار ونگو ناهي ،
آن ڌن ۾ برڪت پوي تنهن جا وڏا وسائي ،
ڪارج نياڻين جا ڪري سائين ڀاڳ ڀلا ٿاهي ،
سڀ لهڄا ڏو لاهي جيڪو "ماڻو" ايندو نيم سان .
4- سي ٻوڇارا ٻر ٿيا سمنڊ سيويو جن ،
آندائون عميق مان جو تي جواهر ن ،
لڌائون لطيف چوي لعلن مان لهرن ،
ڪانهي قيمت تن ملهہ مهانگو اُن جو .
5- شيوا ڪر سمنڊ جي جتي جر وهي ٿو جار ،
سوين نپڄن تنهن ۾ هيرا موتي لعل ،
جي ماسو جڙيئي مال تہ ٻوڇارا ٻر ٿين .

6ـ اوم شڌا بـرهمر ویچـار سار پر مـا مادیـان ،
جگـتیـان پـٹي ویـٹـا پسڌک ڈاریـم ،
پیـودا جوـاریـان ذکـاران پـهـام ،
هستـي س ڨـاڑکـام مـالـکام ،
ودتي پـد مـاسني سنسڌـام ونـدي تڌـام ،
بـرمیشوري پگوتـي پتي بـردام شارڈام .
7ـ شانڌـا کارم پجنـگم سڌنم ، پدم ناپم سوشوم ،
میکم ورڈم سپا انگم ، لکشمي کانتم کمل نئنم ،
یوگم ودیا نم گمیم ، وندي وشٹو یوپٹم هـرڈم ،
سرو لوک ایک ناڈم .

—ooo—

